زرار پيرزادو

# متان

# وساريو

—— انور پيرزادو

- كتاب : متان وساريو
- صنف : شارٽ ڪالم
- ليکڪ : انور پيرزادو
- ڪمپوزر : حزب الله شاهاڻي
- ٽائيٽل : شفيع پيرزادو
- پريس : الجنت پريس ڪراچي فون:2741237-2779319
- ڇپائي جو سال: 2007
- تعداد : 1000
- قيمت : 150
- ڇپائيندڙ : انور پيرزادو اڪيڊمي

64_A، فيز_I، گلشن حديد ڪراچي

0334_3007566

021_4711070

# ارپنا



انور پيرزادي جي پهريئي پٽ

## زبير پيرزادي لاءِ

جيڪو سندس حياتي ۾ لاڏاڻو ڪري ويو هو

# پنهنجي پاران

انور پيرزادو صاحب قلمبنديءَ جي ضرورت ۽ اهميت تي هميشہ کان زور ڏيندو رهيو هو. سندس خيال هوندو هو تہ اسان پنهنجين ٻن اکين سان جيڪو ڪجهہ بہ ڏسون ٿا تنهن کي ڍيٺا سمجهي ڪري فوري طور تي قلمبند ڪرڻ گهرجي ۽ ان جي ڊاڪيومينٽري فلم ٺاهي رڪارڊ تي آڻڻ گهرجي. ”انور پيرزادو اڪيڊمي“ جيڪا سندس ٽيجهي جي موقعي تي 9 جنوري 2007ع تي وجود ۾ آئي آهي سا انور پيرزادي جي مٿين هدايت تي عمل ڪندي سندس تحقيقي ۽ تخليقي ڪم کي ڪتابي شڪل ڏئي ڪري ان کي سنڌي ادب، صحافت ۽ تحقيق واري تاريخ جو حصو بڻائڻ جي شروعات ڪري ڏني آهي.

اڪيڊمي اهو ڪم انهيءَ احساس وچان ڪري رهي آهي تہ جيئن انور صاحب جي ڪيل ڪم کي پنهنجو سونهون بڻائي سنڌ جي محفوظ ۽ روشن مستقبل واري منزل تائين رسائي حاصل ڪري سگهجي. ان مقصد کي نظر ۾ رکندي سڀ کان پهرين انور پيرزادي جي مشهور شارٽ ڪالم ”متان وساريو“ کي ڪتابي شڪل ڏئي ڪري پڙهندڙن آڏو پيش ڪري رهيا آهيون.

انور پيرزادي جا هي شارٽ ڪالم تازو 2006ع جي 23 جون کان 4 نومبر تائين عوامي آواز اخبار ۾ روزاني سلسلي طور ڇپجي چڪا آهن. هنن ڪالمن جي خاص ڳالهہ اها آهي تہ انهن ڪالمن ۾ انور صاحب پنهنجي اٿاهہ اڀياس، مشاهدي ۽ تجربي جو سمورو نچوڙ اوتي ڇڏيو هو ۽ ان کان بہ وڏي ڳالهہ تہ اهو ڪالم انور پيرزادي جي فڪري ۽ عالماڻي سوچ جو تازو ترين دستاويز هو. هن انهن ڪالمن ذريعي سنڌ جي مسئلن واري نبض تي هٿ رکي ان جو جيڪو جديد، تحقيقي، فڪري ۽ ترقي پسنداڻو حل ڏنايو آهي سو ڄڻ تہ سنڌ جو منشور آهي ۽ ان منشور کي ظاهر آهي تہ ڪتابي شڪل ۾ آڻڻ بيحد ضروري هو.

هي ڪتاب جيئن تہ بنيادي طور تي سنڌ جي عاشقن لاءِ آهي، ان ڪري اميد ڪجي ٿي تہ سنڌ جا عاشق هن ڪتاب مان ”گائيڊ لائين“ وٺي سنڌ جي حقيقي معنيٰ ۾ خدمت ڪرڻ جو اتساهہ وٺي سگهندا.

پاران:
**انور پيرزادو اڪيڊمي**

# ٻه اکر

گذريل سال (2006ع ۾) ”سافما“ جي وفد سان چئن ڏينهن جي هندستان جي سفر ڪانپوءِ انورپيرزادي ”ممبئي ياترا“ جي نالي سان روزاني ”عوامي آواز“ ۾ مسلسل پندرهن ڏينهن تائين جيڪو منفرد نوعيت جو سفرنامو لکيو، سوپڙهي مون ڪيس چيو ته، ائين روزانو هو جيڪڏهن ”آتم ڪهاڻي“ لکندو، ته ان سان نه صرف سندس ذات، خاندان ۽ ڳوٺ بابت ڄاڻ ملندي، پر سنڌ جي تاريخ، جاگرافي، آرڪيالاجي ۽ اينٿروپالاجيءَ جا ڪيترا لڪل پاسا به ظاهر ٿيندا ۽ ان حوالي سان سنڌ جو نئون ۽ مختلف تعارف به ٿيندو. جيڪو يقينن مستقبل جي محققن لاءِ ڏاڍو ڪارائتو هوندو.

ڳالهه ڪيس دل سان لڳي ۽ ڪنڌ لوڏي ”ها“ به ڪيائين، پر زرار پيرزادي (سندس پيو نمبر پٽ ۽ روزاني ”عوامي آواز“ جي اسسٽنٽ ايڊيٽر) جو زور زبروتي ويو ۽ هن ”آتم ڪهاڻي“ بجاءِ ”عوامي آواز“ ۾ روزانو ”متان وساريو“ لکڻ شروع ڪيو.

هي سلسلو توڙي جو انور 1990ع ۾ فقيرمحمد لاشاريءَ ڪانپوءِ ”عوامي آواز“ جي ايڊيٽر هجڻ دوران جاري رکيو ۽ بعد ۾ 1995ع ڌاران روزاني ”برسات“ ۾ به وڏي عرصي تائين برقرار رکيو، پر جون 2006ع کان نومبر 2006ع تائين هن جيڪي به ”متان وساريو“ لکيا، سي هن جي ذهانت ۽ ڏاهپ جي انتها جا دستاويز آهن ۽ اهي جڏهن سهيڙجي ڪتابي صورت ۾ اسان جي سامهون آيا آهن ته سچ پچ ائين محسوس ٿي رهيو آهي، ڄڻ سنڌ‌ئين سري سان دريافت ٿيندي هجي.

ٿر، ڪاڇو، ڪڇو، جبل، ڊيلٽا ۽ پٽائي، جيڪي اڳ به انور جي توجه جا مرڪز ۽ سندس تحريرن جا خاص موضوع رهيا، سي سندس بقول ”تورولکيو، گهڻو سمجهندا“ واري هن مختصر ڪالم ۾، اهڙي آرٽسٽڪ انداز ۾ جيئن ٿي سيني جي سامهون آيا، ته جتان ڪٿان ”واهه واهه“ ٿي وئي. سنڌ کان ٻاهر به انٽرنيٽ تي اهو ڪالم وڏي چاهه سان پڙهيو وڃڻ لڳو ۽ بروقت انور کي اي ميل ذريعي ان جي موٽ ڏني ويندي رهي.

منهنجو به صبح جي پهرين پهر ۾ ”متان وساريو“ پڙهڻ من پسند مشغلو بڻجي ويو ۽ اهو پڙهي لازمي طور تي ايس ايم ايس ۾ ان بابت راءِ زني ڪرڻ به معمول ۾ شامل ٿي ويو. جنهن جي جواب ۾ اڪثر هن جو ”مهرباني“ لفظ پڙهڻ لاءِ ملندو رهيو.

## متان وساريو

اعليٰ سوچ ۽ روشن خيال فڪر واري انور پيرزادي جو هي ڪتاب جنهن ۾ ”ڏنو پٽ چني جو“، ”لعنتاڻي وارن ڪردارن“ ۽ ”اوڏر جي نه مرندڙ ۽ سدا حيات ماءُ“ سان نئين سر متعارف ڪرائي ٿو، اتي ”عاشق جي ٽڪري“، ”پڳت ڪنور رام جي ذاتي استعمال وارين شين جي ميوزم“ ۽ ”ترجي ڪارونجهر ۽ وسڪاري ڪانڀوءِ واري سونهن“ ڪانسواءِ بيشمار اهڙن ماڳن ۽ مڪانن کي به پنهنجي اکرن جي ڊجيٽل ڪيمرا واري اک سان سيني جي سامهون ظاهر ڪري ٿو، جن کي ان کان اڳ ڪنهن به ان انوکي انداز ۾ پڌرو نه ڪيو هو.

نه رڳو ايترو، پر هن ڪتاب ۾ اسان کي پنهنجي ملڪ جي سياسي ڪارو وهنوار جي الٽي گنگا به وهندي نظر ايندي، ته سنڌو درياهه جي سوڪهڙي جو درد به، مجبور ۽ مسڪين ماڻهن جون صدين کان جاري آهون ۽ دانهون به، ته موهين جي دڙي جي مهذ بپٽي ۽ نه پڙهي سگهجندڙ اکرن جي سوال کان اڄوڪي انٽرنيٽ جي دنيا تائين علم، عقل ۽ فهم جون اهي بي مثال ڳالهيون ۽ نقطا به، جن کي اپنائڻ ۽ زندگي جو منشور بڻائڻ سان ”ماڻهو“، ”انسان“ بڻجي ٿو ۽ منجهانئس حيوانيت جي هوا نڪري وڃي ٿي.

انور جي 62 سالن جي حياتيءَ جي بلڪل پوئين پهر جا هي نه وسرڻ وارا ”متان وساريو“ نئين سنڌ ۽ نئين نسل جي اوسر لاءِ ته ”نئين جنرل ناليج“ فراهم ڪندا ئي ڪندا، پر سنڌي ادب جي ڪتابي جهان ۾ به نئين راهه ۽ روشنيءَ جو اهڙو سنگ ميل ثابت ٿيندا، جنهن تي قومون صدين تائين فخر ڪنديون آهن ۽ تاريخ ۾ سندن ڳاٽ سدائين اوچو رهندو آهي.

ڪتاب جي ڇپجڻ واري خوشيءَ سان گڏ ڏک اهو آهي ته انور پيرزادي جي وڏي معيار واري شاعريءَ جي ڪتاب ”اي چنڊ پنائيءَ کي چئجان“ ڪانڀوءِ هيءُ جنهن وقت پڌرو ٿي رهيو آهي، تڏهن انور اسان ۾ موجود نه آهي ۽ اسان هن جي جدائيءَ جي ”چاليهي“ ۾، ٻلهڙيجيءَ جي قبرستان ۾، ڪنڌيءَ جي وڻ هيٺان ننهيل سندس تربت جي پيرانديءَ کان اشڪبار اکين سان شريڪ آهيون ۽ اهڙي وقت ۾ سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جي حالت گويا پنائيءَ جي ان بيت جهڙي آهي ته:

ڏونگر ڏ ڪارو، ڏٺم ري ڏوٿئين،
پهڻ رنو پاڻ ۾، سچو ڏينهن سارو،
ڳجهو تن ڳارو، ڇپر هو ڇٽ هٿا.

محمدعلي پٺاڻ

متان وساريو تہ

- شمشير الحيدري جڏهن 1986ع ۾ روزانہ ”هلال پاڪستان“ جو ايڊيٽر ٿيو هو تڏهن هن هڪ ننڍڙو ڪالم شروع ڪيو هو جنهن جو عنوان هو ”متان سوچيو......!“
- ڪجهہ وقت پوءِ 1989ع ڌاري روزانہ ”عوامي آواز“ جي ايڊيٽر فقير محمد لاشاري (مرحوم) هڪ ننڍڙو ڪالم لکڻ شروع ڪيو، جنهن جو عنوان هو ”متان وساريو....!“
- نوي واري ڏهاڪي ۾ بدر ابڙي روزانہ ”برسات“۾ اهڙو هڪ ننڍڙو ڪالم شروع ڪيو ”وتايو فقير سوچي ٿو.....!“
- مرحوم فقير محمد لاشاري ڪانپوءِ روزانہ ”عوامي آواز“ جو ايڊيٽر ٿيڻ بعد1990ع ۾ مون اهو ننڍڙو ڪالم جاري رکيو جنهن جو ساڳيو عنوان هو ”متان وساريو....!“ ۽ ساڳي عنوان سان مون اهڙو ڪالم روزانہ ”برسات“ ۾ 1995ع ڌاري پڻ لکيو.
- ”ياد رکو“ واري عنوان سان ننڍڙو ڪالم روزانہ ”جاڳو“ ۾ پڻ لاشاري مرحوم لکيو هو.
- سو متان وساريو تہ صحافت جي دنيا ۾ ”ننڍڙي ڪالم“ وارو ڪلچر پڻ سنڌي پريس جي ايجاد آهي جنهن ۾ ٿورو لکيو گهڻو سمجهيو ويندو آهي.

جمعو 23 جون 2006ع

متان وساريو تہ

- پنائيءَ سنڌ گهمي ڦِري هر علائقي جو جائزو وٺي، پنهنجي وطن جي جملي مسئلن جو حل هڪ سٽ ۾ بيان ڪندي چيو هو تہ "قادرا ڪرين ڪرم، تہ اُن جي وطن تي وَسَ ٿئي".
- سنڌ جو پاڻيءَ منجهہ پساهہ آهي ۽ سنڌ ۾ درياهي پاڻيءَ جي هترادو ۽ قدرتي ڪوٽ ڪريين رپين جي زراعت توڙي مڇيءَ جي پيداوار جو نقصان ڪرڻ سان گڏ سنڌ جي قدرتي ماحول کي ايڏو وڏو نقصان رسايو آهي جنهن جي پوڀُنا مان اسان جي ايندڙ نسل کي پڻ گذرڻو پوندو.
- سنڌ جي جبلن، ٿر ۽ ميداني علائقن ۾ جيڪڏهن جهجها مينهن پئجي وڃن تہ اسان کي هوند پنجاب آڏو ڪشڪول کڻي پاڻي پنڻ لاءِ وڃڻو نہ پوي.
- هن وقت چوماسي جي موسم آهي، خريف جا فصل جهڙوڪ وونئڻ ۽ ساريون توڙي ماڻهو، مرگهہ، مينهيون، سپون جي سمونڊ جون، تاڙا پکي، آرون جيت ۽ سنڌ جي ڪائنات جو ذرو ذرو آسمان ڏانهن برسات لاءِ واجهائي رهيو آهي.
- اتر سنڌ ۾ 52 ڊگري سينٽي گريڊ گرمي، متان بجلي بند. ڪيترين جاين تي ڪارو پاڻي، جڻ تہ جيئڻ جنجال لڳو پيو آهي. سنڌ جو 85 سيڪڙو جَر ڪارو ۽ پنجاب جو 80 سيڪڙو جَر مٺو آهي.
- سنڌ لاءِ پاڻي جي اهميت تي سوچي مهين جي دڙي وارن سڌريل ماڻهن پاڻي جي پوڄا کي پنهنجو مذهب مڃي ڇڏيو هو ۽ پنائيءَ بہ "سيوا ڪر سمونڊ جي" وارو درس ڏنو هو.
- اسان سنڌو تهذيب توڙي پنائيءَ جو درس تہ وساري ڇڏيو پر مورڳو حالت اهڙي تي وئي جو شاهہ ڪريم ۽ پنائيءَ چيو تہ "پاڻيءَ مٿي جهوپڙا، مورک اڃ مرن".
- سو متان وساريو تہ سادا ٽي چار ڪروڙ سنڌين مان هڪ هڪ ماڻهو جيڪڏهن سال ۾ هڪ هڪ وڻ پوکي تہ سنڌ تي جيڪر ايڏا جهجها مينهن پئجي وڃن جو پاڻيءَ لاءِ پنجاب جي ڪاڻ ڪڍڻي نہ پوي ۽ سنڌوءَ جو پاڻي تربيلا ۽ منگلا ڊيم پيچي ڊيلٽا ۾ اچي ساهہ کڻي!!!

ڇنڇر 24 جون 2006ع

متان وساريو تہ

- سنڌي ميڊيا، سنڌ جي سياستدانن ۽ اين جي اوز سنڌي عوام ۾ ڪيترن معاملن بابت وڏي سجاڳي پيدا ڪئي آهي.
- گهڻي سجاڳي سياسي معاملن، پاڻيءَ جي مامري، عورتن جي حقن، قدرتي ماحول ۽ تعليم بابت پيدا ڪئي وئي آهي
- ۽ گهٽ ۾ گهٽ زور صحت جي مامرن تي ڏنو ويو آهي.
- چونڊا آهن تہ وڪيل جي ٿورڙيءَ غلطي سبب ماڻهو ڇهہ فٽ مٿي هليو ويندو آهي ۽ ڊاڪٽر جي غلطي ماڻهوءَ کي ڇهہ فٽ هيٺ وٺي ويندي آهي.
- عوام ۾ سياسي شعور گهٽ هوندو تہ هو وڏ ۾ وڏ جمهوريت کان محروم رهندو، پر جي هن ۾ صحت بابت ڄاڻ نہ هوندي تہ هو حياتيءَ کان ئي محروم ٿي ويندو.
- هڪ طبي جائزي موجب پاڪستان جي وڏي اڪثريت کي اها ڄاڻ ناهي تہ اهي هاءِ بلڊ پريشر جا مريض آهن، جن کي اها خبر آهي انهن مان وڏي اڪثريت ان جو علاج نہ ٿي ڪرائي ۽ جيڪي ماڻهو زير علاج آهن انهن جي اڪثريت جو بلڊ پريشر ڪنٽرول ۾ ناهي. ان بيماريءَ کي ڊاڪٽر Silent Killer يا ”خاموش قاتل“ بيماري سڏين ٿا.
- سنڌ ۾ هڪ اندازي مطابق جيري جي ڪينسر يا هيپاٽائيٽس بي، ذيابيطس يا مٺن پيشابن واري بيماري، اَئنجائنا (دل جي دوري پوڻ واري بيماري) ۽ ٽي بي ايتري گهڻي آهي جنهن جو اسان کي اندازو ناهي.
- ڊاڪٽرن جو اهو بہ چوڻ آهي تہ صحتمند ماڻهو اهو آهي جنهن جو مٿيون بلڊ پريشر 130 ۽ هيٺيون 80 يا ان کان گهٽ هجي، رت ۽ پيشاب ۾ شگر نہ هجي، رت ۾ سٽيپ (ڪوليسٽرول) 120 کان مٿي نہ هجي ۽ جيرو بڪيون ۽ ٻِري صحيح ڪم ڪندا هجن.

- سڄي دنيا جا ڊاڪٽر ان تي متفق آهن ته حقو، پن جي ٻيڙي ۽ سگريٽ پيئڻ سان نه رڳو ڦڦڙ جي ڪينسر ٿئي ٿي پر دل جو دورو به پوي ٿو ۽ آنڊي جي ڪينسر به ٿئي ٿي، جڏهن ته هر نشو صحت لاءِ نقصانڪار آهي.
- سو متان وساريو ته ٻڌائي ۽ گروهڙي ڪچهري ڪري رهيا هئا ته ٻنهي مان ڪنهن سوال ڪيو ته ”جو مڙنئان موچارو، سو آهي ڪهاڙو؟“ ته ان تي ٻئي جواب ڏنو ته ”هڪڙي صحت سرير جي، ٻيو پرين جو پاڙو“.

آچر 25 جون 2006ع

متان وساريو تہ

- عوام ۾ ويسر جي بيماري پکيڙڻ کھڙن حڪمرانن جي ڪوشش هوندي آهي جيڪي عام ماڻهن کي ڏور ڏگا سمجهندي متن راڄ ڪندا آهن.
- عوام جو حافظو ڪمزور ڪرڻ لاءِ ڪتابن جون لئبرريون ساڙيون وينديون آهن ۽ تاريخي ماڳ ميساريا ويندا آهن.
- پوءِ ڪتابن ۾ لکيو ويندو آهي تہ سنڌ جي تاريخ 711ع کان شروع ٿي آهي جڏهن کان عرب جرنيل محمد بن قاسم سنڌ فتح ڪئي هئي.
- ۽ پوءِ ڪوڙ ايڏو زور سان ۽ ايترو گهڻو ڳالهايو ويندو آهي جو ان ڪوڙ ۾ سچ پڌرڻ ۾ ئي نہ ايندو آهي.
- هن وقت ترقيءَ جي نالي ۾ تباهي پکيڙيندي ڪراچي شهر جي وچ ۾ ڏينهن ڏٺي جو ائنٽي ڪوينٽي ائڪٽ، واري قانون جي پچڪڙي ڪندي مورڙئي مير بحر جي ڇهن پاٽرن جون قبرون ڊاٺيون ويون آهن.
- ۽ هوڏانهن سنڌ جي ڀھراڙين ۾ بيتاج بادشاهہ وڏيرا فيل مست ٿيو قديم تاريخي دڙن کي بلڊوز ڪري اتي فصل پوکي رهيا آهن.
- بدين ضلعي جي ڊيلٽا ۾ روپا ماڙي، چنيسر جي قبر، دودي سومري جو مقبرو، شيخ ڪرهيو جي مزار ۽ ستي جتي يوسف لنڊ جي مزار تي سامونڊي پاڻي روزانو چڙهي ۽ لهي هنن قديم آثارن کي نقصان پهچائي رهيو آهي.
- انڊس ڊيلٽا ۾ رتو ڪوٽ، جاڪي بندر، ٿنين واري مسجد ۽ ٻيا ڪيترا قديم آثار نڌڻڪا ٿيا پيا تباهہ ٿين.
- ۽ قديم آثارن جو وفاقي کاتو پنهنجي جان ڇڏائڻ لاءِ سنڌ صوبائي سرڪار کي چئي رهيو آهي تہ پنهنجا قديم آثار اسان کان وٺو پوءِ جاڏي وڃيو تاڏي ڪيو.
- سو متان وساريو تہ موکيءَ جي مزار هيبت خان خاصخيلي نالي هڪ ننڍڙي ڳوٺ جي قبرستان ۾ ان جاءِ تي هُئي جتي ڪي ڊي اي هينئر هڪ وڏو (ٽائيسر) نالي ٽائون تعمير ڪيو ويو آهي!!

سومر 26 جون 2006ع

متان وساريو تہ

- هڪ لوڪ ڪهاوت مطابق "سارنگ" هڪ اهڙو پکي هوندو آهي جيڪو برسات لاءِ ٻاڪاريندو رهندو آهي ايستائين جو درد جو ڏود ڏکي ڏکي ان کي ٻاهہ وٺي ويندي آهي ۽ سڙي خاڪ ٿي ويندو آهي.
- ۽ پوءِ جڏهن مينهن وسندو آهي تہ ان رک مان اهو ساڳيو "سارنگ" پکي ٻيهر جيئرو ٿي پوندو آهي.
- سو هن چوماسي واريءَ مينهوڳيءَ جي مند ۾ وسڪارن ٿيڻ کان اڳ ۾ ايتري تہ گرمي ٿي آهي جو جڻ ماڻهو سڙي خاڪ ٿي ويا آهن ۽ جڏهن برساتون پونديون تہ سندن رک مان وري ڪين ٻيهر جياري وجهنديون.
- هيل تائين هن موسم ۾ مڙئي ڪجهہ مينهَن منهن ڏيکاريو آهي. ڇون جي اڌ ڌاري ٿرجي ننگرپارڪر واري علائقي ۾ هڪڙو وسڪارو ٿيو آهي.
- آچر واري ڏينهن شام جو پتائيءَ جي پٽ تي پڻ چڱو وسڪارو ٿيو آهي. ڪراچيءَ ۾ پڻ چنچر ڏينهن ڪجهہ مينهن ڪٽيون پيون آهن. باقي جبل جي خبر نہ ڪا اخبار تي آئي ۽ نہ ڪو ٽي وي چينل اوستائين پهچي سگهي ٿو، جڻ تہ ڪوهستان سنڌ جو حصو ئي ڪونهي!
- سنڌي چينل سنڌ جي ڏورانهن علائقن جهڙوڪ ٿر، ڪيرٿر، اڇڙو ٿر، انڊس ڊيلٽا، ڪاڇي ۽ ڪڇي ۾ مينهوڳيءَ واري مند جون خبرون جيستائين ڏين تيستائين جيڪر "سارنگ" راڳڻي ۾ راڳ ئي ڳارائين تہ من مينهن وسي پوي.
- هاڻي تہ اهي ڳائڻا بہ نہ بچيا آهن جيڪي سارنگ ڳائيندا هئا تہ مينهن وسي پوندو هو. هاڻي تہ اسان نہ پتائي جو سر سارنگ ٿا پڙهون ۽ نہ پاڻي جي پوڄا ٿا ڪريون، ان ڪري سڙي خاڪ ٿي ويا آهيون.
- سو متان وساريو تہ پتائيءَ چيو آهي تہ "ٻاڇا ٽِئان پئي، تيو آڳاٽِئان اڳرو، ڄڪيس سپ چئي، تَڏِ مَولَي مينهن وسائيا".
-

اڱارو 27 جون 2006ع

متان وساريو تہ

- هندو ڌرم کان پٺ ڌرم ان حوالي سان مختلف آهي تہ گوتم ٻڌ هندو ڌرم ۾ ”ذات پات“ واري نظام کي غلط قرار ڏئي چيو تہ سڀ انسان برابر آهن.
- اسلام ۾ ”مساوات محمدي“ مطابق سڀ مسلمان پائر آهن.
- ۽ سنڌو تهذيب مطابق سڀ سنڌي پائر آهن.
- پائر پاڻ ۾ متي مائٽي ڪندا آهن ۽ ان ۾ ڪا ”اربعہ خطا“ ڪانہ هوندي آهي.
- پر مختلف ذاتين جي سنڌي مسلمانن مان ڪا عورت ڪنهن مرد سان پنهنجي رضا خوشيءَ وچان پيار ڪري شادي ڪرڻ گهري ٿي تہ ان عورت کي ”ڪاري“ ۽ ان مرد کي ”ڪارو“ ڪري قتل ڪيو وڃي ٿو ۽ ان تي فخر بہ محسوس ڪيو وڃي ٿو.
- اهڙي سوچ نہ رڳو اڻ پڙهيل سنڌي مسلمانن ۾ موجود آهي پر تمام گهڻو پڙهيل سنڌي نوجوان جن ٻاهرين دنيا بہ گهمي ڦري ڏٺي آهي، سي بہ اهڙي دقيانوسي سوچ رکن ٿا ۽ پوءِ بہ چون ٿا تہ اسان سنڌي مظلوم آهيون. اسان کي فلاڻا فلاڻا ظالم حڪمران حلقا ترقي ڪرڻ نہ ٿا ڏين.
- ۽ جيڪي قومون عورت کي ڪاري ڪري قتل نہ ٿيون ڪن انهن کي اهي ماڻهو بي غيرت سمجهندا آهن. انهن ۾ آمريڪي، يورپي، چيني، جاپاني، هندو، پارسي ۽ ٻيون بيشمار قومون شامل آهن جيڪي اڄ جي دنيا جون وڏ ۾ وڏ ترقي يافتہ قومون آهن.
- سو ايئن تہ ناهي تہ اسان اڃا هندن مان پڌ ۽ ٻڌن مان مسلمان نہ ٿيا آهيون. يا وري اسان سنڌي ناهيون ۽ اسان جو عظيم سنڌو ماتريءَ واريءَ مهين جي دڙي ۽ هڙپا واري تهذيب سان ڪو تعلق ناهي؟؟؟
- هڪ سماجي تجزئي مطابق ”ڀهروپي“ ۽ ”ٻٽا معيار“ سڄي دنيا ۾ مدل ڪلاسي ماڻهن جو ورثو رهيو آهي. سنڌ جو طاقتور ۽ شاهوڪار وڏيرو تو ڙي ڇيچ غريب هاري ناري سڌي ڳالهہ ڪندا آهن.
- ظالم وڏيرو پنهنجن ڪارندن کي ڪلم ڪلا ۽ وڏي واڪ حڪم ڏيندو تہ وڃو ۽ فلاڻي مخالف جي ٻانهن ڪٽي اچو. فلاڻي جي ٻارِ کي تيلي ڏئي ساڙي اچو. هن کي برسٽ هٽي ماري اچو وغيره وغيره.
- ۽ ڇيچ غريب هاري ناري چوندو ”سائين. منهنجا ابا ڏاڏا ۽ مان هن زميندار يا پير جا ٽڪر کائي وڏا ٿيا آهيون. ووٽ ان کي ڏينداسين جنهن لاءِ

متان وساريو

سائين جن چوندا...!!!

- سو متان وساريو تہ اسان مان ڪيترن روشن ضمير، قوم پرست، ترقي پسند ۽ انقلابي سنڌين جو اهو پسنديده نعرو آهي تہ اسان سڄي دنيا جي سيني عورتن جي مڪمل آزاديءَ جا قائل آهيون سواءِ پنهنجي زال، ڌيءُ، ڀيڻ ۽ ٻين هم ذات وڏ گهراڻي خانداني عورتن جي!!

اربع 28 جون 2006ع

متان وساريو تہ

- پاڪستان جي اعليٰ عدالت سپريمِ ڪورٽ ڪارنهن جي ڪيس ۾ سنڌ جي هڪ جرڳي پاران ڏنڊ ڏوهہ ۾ پئسن ڏوڪڙن، ٻورڙ ڏڳن ۽ ٻي ملڪيت بدران جيڪي پنج معصوم نياڻيون چٽيءَ طور ڏنيون آهن. ان سلسلي ۾ هڪ ڇرڪائيندڙ ۽ تاريخي فيصلو اچڻ وارو آهي.
- ڪجهہ عرصو اڳ سپريم ڪورٽ "ولي ڪيس" ۾ پڻ هڪ اهم، اڻ وسرندڙ ۽ انقلابي فيصلو ڏنو هو جنهن ۾ چيل هو تہ "ڪا بہ بالغ مسلمان عورت پنهنجي ماءُ پيءُ يا ڀائي وارث جي مرضي بنا ڪنهن بہ بالغ مسلمان مرد سان پنهنجي مرضي مطابق شادي ڪري سگهي ٿي".
- پاڪستان جي سپريمِ ڪورٽ جا ماضيءَ ۾ ڪيل ڪيترن فيصلن مان خاص ڪري ٻہ فيصلا عوام ڪان ڪڏهن بہ نہ وسرندا: هڪ ڀٽي کي ڦاسي ڏيڻ وارو فيصلو ۽ ٻيو جنرل ضياءالحق کي "ضرورت وارو قانون" گهڙي سهارو ڏيڻ وارو فيصلو.
- هلندڙ ڪيس ۾ خانگي جرڳن ۽ قبائلي نظام جي متوازي عدالتن جي حوالي سان جج صاحبن جا جيڪي ريمارڪس ٻڌڻ ۾ اچن ٿا انهن مان اندازو ٿي سگهي ٿو تہ "اٺ ڪهڙي پاسي ٻُجهڪندو؟"
- پر جيئن اسٽيل مل جي نجڪاري خلاف ڏنل فيصلي کان پوءِ بہ پاڪستان ۾ نجڪاريءَ جو عمل جاري رهڻ جو يقين آهي. تيئن جرڳن بابت فيصلي کانپوءِ بہ سنڌ ۾ جرڳا جاري رهڻ جا قوي امڪان آهن.
- ان جا ٻہ اهم سبب آهن: هڪ تہ عام ماڻهو يا عوام جيستائين ذهني طور پاڻ کي قبائلي نظام جو حصو سمجهندوَ رهندو، پنهنجي لٺ سردار جي سگهي ڏاڍي ۾ هوندو ۽ غيرت جي جاگيرداري تصور ۾ يقين رکندو تيستائين بندش جي باوجود جرڳا ٿيندا رهندا. ٻيو، جيستائين حڪومتي عدالتي نظام جاگيرداري جرڳي جي مقابلي ۾ عام ماڻهوءَ جي مسئلي کي ترت ۽ سولائي سان حل نہ ڪندو تيستائين خلق عدالتن ڏانهن رجوع نہ ڪندي. عدالتون جنهن مسئلي تي مهينا ۽ سال ٿيون لائن سو قبائلي سردار هڪڙي ويهڪ ۾ حل ڪري اڇن ٿا.
- هن وقت پاڪستان جي عدالتي نظام ۾ ججن جي کوٽ سبب هزارين يا سوين ڪيس اڻ_اڪلايل پيا آهن. قانوني ٻوليءَ ۾ چيو ويندو آهي تہ "انصاف ۾ دير، انڌير جي برابر آهي" ۽ ان کي ٻي انصافي چيو ويندو

آهي.

- اڻ_اڪلايل ڪيسن ۾ قاتل قيدين جي حالت اها آهي ته جنهن ڏوهاريءَ کي سندس ڏوهه مطابق وڌ ۾ وڌ ڇهه مهينا جيل جي سزا ملي سگهي ٿي سو ٻن سالن کان جيل ۾ سڙي رهيو آهي ڇاڪاڻ ته هن جو ڪيس ڪن سببن جي ڪري نه ٿو هلي. ان صورتحال جي روشنيءَ ۾ هاڻي عدليه هڪ مدو مقرر ڪيو آهي جنهن کانپوءِ ملزم جي ضمانت ٿي ويندي جيڪڏهن اوستائين هن جو ڪيس نه ٿو هلايو وڃي.
- ۽ هوڏانهن خانگي جرڳن ۾ نام نهاد چڱا مڙس جيڪي فيصلا ڪن ٿا انهن لاءِ ڪابه بدترين صفت مونکي سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪا نه ٿي سجهي، ان ڪري اڳاري ڏينهن سپريم ڪورٽ جي چيف جسٽس جو ريمارڪس ئي مناسب ٿو لڳي ته ”هي ته جانور آهن!!؟؟ جو خون بها ۾ 5 معصوم نياڻيون ٿا ڏين“.
- وحشي جانورن وارو ورتاءُ ته پنجاب جي هڪ خانگي جرڳي ۾ ڏٺو ويو جنهن ۾ فيصلو ڪيو ويو ته جيئن ته هن مرد هڪ ڇوڪر سان زنا ڪئي آهي ان ڪري ان مرد جي زال سان انهيءَ ڇوڪر جا وارث زنا ڪندا جنهن کي جرڳو ڪندڙ چڱا مڙس اکين سان ڏسي پڪ ڪندا ته سندن فيصلي تي عمل ٿيو آهي. ۽ پوءِ ائين ٿيو جيئن هنن چيو هو.
- سو متان وساريو ته هن وقت عوام لاءِ هڪ پاسي باهه ته ٻئي پاسي پٽ آ، ان ڪري انگريزن جي رائج ڪيل مغربي قانون هيٺ جوڙيل سرڪاري جرڳن يعني عدالتن ۽ خانگي جرڳن جي وچ ۾ ڪو گڏيل عدالتي نظام ئي مسئلي جو حل ثابت ٿي سگهي ٿو!!

خميس 29 جون 2006ع

متان وساريو تہ

- انگريزن سنڌ ۾ سنڌي ۽ اڻ سنڌي طرح پنهنجي 300 ورهيہ حڪومت دوران وڏن وڏيرن، بااثر زميندارن ۽ طاقتور جاگيردارن کي ڪمزور ڪرڻ ۽ پنهنجي اثر ۾ آڻڻ وارين ڪوششن ۾ ناڪام ٿي کين جاگيرون عطا ڪيون ۽ "سَر"، "خانصاحب" ۽ "خانبهادر" جي لقبن ساڻ نوازيو.
- سر چارلس نيپيئر 1843ع ۾ سنڌ فتح ڪرڻ شرط جيڪي پهريان قدم کنيا انهن ۾ هن سنڌي مسلمانن ۽ سنڌي هندن جا وفد گهرائي کين وارننگ ڏيندي چيو تہ "منهنجي حڪومت ۾ جيڪڏهن ڪنهن عورت کي "ڪاري" ڪري قتل ڪيو ويو يا ڪنهن عورت کي چتا تي چاڙهي ساڙي ماريو ويو تہ مان ان خاندان جي مردن کي بيهاري گوليون هڻي نابود ڪري ڇڏيندس."
- پوءِ انگريز حڪمران جيئن چيو تيئن ڪري ڏيکاريو. جنهن ڪري "ڪاري" ۽ "ستي" واريون ٻئي سماجي بيماريون سنڌ مان ڪافي حد تائين گهٽجي ويون.
- پر پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ انهن براين ۾ نمايان واڌ آئي آهي. هاڻي تہ وڏو وڏيرو، بااثر زميندار ۽ طاقتور جاگيردار پنهنجي سِرپاڻ حڪومت ۾ آهن ۽ ملڪ هلائي رهيا آهن ۽ جهنگل جا بادشاهہ لڳا پيا آهن ان ڪري سندن مرضي آهي جيڪو وڻين سو ڪن.
- البت وقت گذرڻ سان گڏ سنڌي سماج ۾ مڊل ڪلاس پڻ پيدا ٿي رهيو آهي جيڪو هيٺئين طبقي کي مٿي کڻڻ ۽ مٿئين طبقي کي هيٺ ڪرڻ وارين ڪوشش ۾ ڪڏهن ڪڏهن پاڻ "سئنڊوچ" ٿيو وڃي.
- پر هاڻي جڏهن ملڪي عدليہ جاگيرداري ۽ ڏاڍ جو نوٽيس ورتو آهي تڏهن سول سوسائٽي جي مڊل ڪلاس مردن ۽ عورتن کي اڳتي وڌي سماج ۾ ڪو ماڻهپو آڻڻ لاءِ پاڻ پتوڙڻ گهرجي.
- ان لاءِ کين سمجهڻ گهرجي تہ هي ڪم رات وچ ۾ هڪ ڌڪ سان ٿي نہ سگهندو. ان لاءِ ڊگهي جدوجهد جي ضرورت آهي ۽ سماجي ماهر ڊاڪٽرن هن سماجي بيماري جا ٻہ علاج تجويز ڪيا آهن: (1) تعليم ۽ (2) شهري ماحول (Urbanisation).
- عام سنڌي ماڻهوءَ کي وڏيرڪي نظام مان نڪرڻ لاءِ، زميندار جي سڄي ڏاڍ کان آجو ٿيڻ لاءِ ۽ جاگيردار جي دٻ دٻاءَ کان نجات حاصل ڪرڻ لاءِ

تعليم گهرجي. پر اها تعليم مردن کان وڌيڪ عورتن لاءِ ضروري آهي.

- ان سماجي مرض جو پيو علاج ڳوٺن کي شهرن ۾ تبديل ڪرڻ ۾ آهي. اسان ۾ اوهان پنهنجين اکين سان ڏٺو آهي ته سنڌ جي ڪن وڏين حويلين ۾ رهندڙ اهڙيون عورتون جن جي گهرن متان نَر ڪانو نه اڏامندو آهي سي ڪراچي جي طارق روڊ، ڪلفٽن ۽ ڊفينس سوسائٽي جي وڏن اسٽورن تي بنا برقعي جي شاپنگ ڪنديون آهن. شهري ماحول ان طرح ڳوٺاڻي ڪلچر کي تبديل ڪري ڇڏي ٿو.
- سو متان وساريو ته انگريزن سنڌ ۾ "زوري تعليم" جي جيڪا روايت وڌي هئي ان کي پيهر رائج ڪرڻ جي ضرورت آهي ڇاڪاڻ ته جيستائين هر سنڌي نياڻي تعليم يافته نه ٿي ٿئي تيستائين سنڌ جي ترقي جو خواب اڌورو رهندو.

جمعو 30 جون 2006ع

متان وساريو تہ ·

- پاڪستان ان ڏينهن ٽٽي چڪو هو جنهن ڏينهن سال 1954ع ۾ گڏيل پاڪستان جي مرڪزي حڪومت ”ون يونٽ“ نالي واري اسڪيم ٺاهي انتظامي طور ملڪ کي ٻن يونٽن يعني ”اوڀر پاڪستان“ ۽ ”اولهہ پاڪستان“ ۾ ورهائي ڇڏيو هو.
- ان ڪانپوءِ جيئن ئي 14 آڪٽوبر 1955ع کان ون يونٽ لاڳو ڪيو ويو تيئن ئي اولهہ پاڪستان جي مرڪزي حڪومت پاران ملڪ ٽوڙڻ واري جدوجهد شروع ڪئي وئي.
- اتڪل ٽي سال پوءِ 18 آڪٽوبر 1958ع تي فيلڊ مارشل محمد ايوب خان جيئن ئي اسڪندر مرزا جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪري سڄي ملڪ ۾ مارشل لا هنئي تہ جمهوريت پسند بنگالي برتي پيا ۽ پنجابين پاڪستان جي عظيم تر مفاد ۾ ملڪ ٽوڙڻ واري جدوجهد کي تيز ڪرڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو.
- ان ڪانپوءِ وارا 15 سال پاڪستان جي مظلوم قومن طرفان بنگالين جي اڳواڻيءَ ۾ اڻٽني ون يونٽ تحريڪ جي اڻ وسرندڙ تاريخ آهي جنهن جو هر هڪ لمحو، ڏينهن، هفتو، مهينو ۽ سال نيوز بريڪنگ (News Breaking) هئا.
- سنڌ جو نالو وٺڻ چڻ ڪاريهر تي پير پوڻ هو. شيخ اياز جي اهڙن شعرن، ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي انڊر گرائونڊ پمفليٽن، جي ايم سيد جي تقريرن، قاضي فيض محمد (جيڪو مجيب جي پارٽي جو نائب صدر هو) جي جدوجهد، جام ساقي جي ڪميونسٽ جدوجهد ۽ شمشيرالحيدري توڙي تنوير عباسي جي اڳواڻيءَ ۾ هلندڙ سنڌي ادبي سنگت هٽي وجي هنڌ ڪيو.
- 28 نومبر 1969ع تي جنرل يحيٰ خان ون يونٽ ٽوڙڻ جو اعلان ڪيو. جنهن تي عمل 1 جولاءِ (يعني اڄوڪي ڏينهن) سال 1970ع ۾ ٿيو. پر تيستائين دير ٿي چڪي هئي. صوبا بحال ٿيا. بنگالين، سنڌين، بلوچن ۽ پٺاڻن جي جدوجهد رنگ لاتو. پنجابي ۽ مهاجر ڪٽي هئا. ان بابت ڪانئن هاڻي بہ پڇي سگهجي ٿو.
- 1970ع ۾ عام چونڊون ٿيون جنهن جا نتيجا پاڪستان حڪومت تسليم نہ ڪيا. ڇاڪاڻ تہ بنگالي رهنما مجيب الرحمان اڪثريت سان

ڪٿي آيو هو ۽ جنرل يحيٰ خان هڪ بيان ۾ ڪيس پاڪستان جو مستقبل جو وزيراعظم بہ ڪوٺيو هو.

- پوءِ تہ جنگ شروع ٿي وئي. مجيب جا 6 نقطا ميدان ۾ آيا. بنگالين کي پراڻا سور ياد آيا، جڏهن 1948 ع ۾ قائداعظم اردوءَ کي پاڪستان جي قومي زبان قرار ڏنو جڏهن تہ بنگالي ملڪ اندر اڪثريت ۾ هئا.
- 26 مارچ 1971 ع تي اوڀر پاڪستان ۾ فوجي ايڪشن ٿيو. جنهن ۾ 3 ملين (يعني 30 لک) ماڻهن جو قتل عام ٿيو. پنجابين چيو تہ اهي پاڪستان دشمن بنگالي عورتن ۾ محب وطن پاڪستاني ٻج پوکيندا. وغيره وغيره ۽ پوءِ نيٺ جنرل نيازي جنرل اروڙا آڏو هٿيار ڦٽا ڪيا.
- دنيا جي وڏي ۾ وڏي اسلامي سلطنت ٽٽي تباهہ ٿي وئي ۽ اولهہ پاڪستان ۾ نعرا گونجڻ لڳا تہ "خدا کا شکر هي کہ پاڪستان بَچ گيا!!"
- 16 ڊسمبر 1971 ع تي بنگلاديش آزاد ٿيو. 20 ڊسمبر 1971ع تي ڀٽي صاحب بچيل پاڪستان جون واڳون سنڀاليون. هن وڏي قابليت ۽ جدوجهد سان 90 هزار فوجي بہ ڇڏايا ۽ هڪ لک ايڪڙ زمين تان بہ هندستان جو قبضو ڇڏايو ۽ پوءِ 4 اپريل 1979ع تي ايشيا جي ان عظيم چونڊيل سنڌي وزيراعظم کي راولپنڊي جي لڪپت جيل ۾ تارا مسيح هٿان ڦاسي ڏئي قتل ڪيو ويو.
- سو متان وساريو تہ جن جي ذات کي زت جو ذائقو لڳل آهي تن جي اقتداري اَڃ نوابشاهہ جي سنڌيَ تاڌل پيڻ سان لهڻ مشڪل آهي!!

چنڇر پهرين جولاءِ 2006ع

متان وساريو تہ

- ”تياڻي ست قرآن آ“.
- ان حساب سان ٿل واري جرڳي جي چڱن/مَنن مڙسن 35 پاڪ ڪتاب هڪ خون جي چٽيءَ ۾ ڏنا هئا.
- پاڪستان ۾ هڪ قانون پاس ڪيل آهي (Blasphemy Law) جنهن مطابق اسلام سان تعلق رکندڙ ڪنهن بہ مقدس شيءِ، جاءِ يا ڪردار جي توهين تي موت جي سزا ڏني ويندي آهي.
- ان قانون جي ضد ۾ سنڌي ٻوليءَ جي هڪ روزاني اخبار ويچاري ”الک“ نيٽ بند تي وڃي هئي.
- ”تياڻي ست قرآن“ واري چوڻي سنڌو تهذيب واري تمدن جي ڏهہ هزار ورهيہ پراڻي نشاني آهي. مهين جي دڙي واري دور ۾ اسلام اڃا ايجاد نہ ٿيو هو پر ماڻهو ساڳيا مهذب، مڻيادار ۽ تهذيب يافتہ هئا، ان ڪري اهي ”مذر گاڊيس“ جي پوڄا ڪندا هئا.
- ”مذر گاڊيس“ بہ انگريزي لفظ آهن. جيڪڏهن چئجي تہ ”تياڻي ست قرآن“، انهن ٻن انگريزي لفظن جو سنڌي ترجمو آهي تہ ان ڳالهہ ڪي هرويرو غلط چئي نہ سگهبو.
- پنج ارب سال عمر رکندڙ هن ڌرتيءَ تي اٽڪل 20 لک سالن ڪان رهندڙ اڄوڪي شڪل واري انسان ارتقائي طور ڪيترا پيرا اهڙا ڪم ڪيا آهن جو مٽي ڳوهي ان مان مورتي ٺاهي، ان جي آڏو مٿو ٽيڪي، ان کي پوڄي، وري ان کي ڀڃي پورا پورا ڪري ڇڏيو آهي.
- پنهنجي سماجي حيوانگي واري ارتقائي ترقي دوران مرد، عورت جي پوڄا بہ ڪئي آهي ۽ وري گجر، موريءَ جيان ان جو ڪنڌ بہ لٽي ڇڏيو آهي.
- سو متان وساريو تہ اهڙي سفاڪ ڪردار جي باوجود اڄ بہ ان مرد لاءِ عورت ”مذر گاڊيس“ آهي، جيڪو وڻ جي جنهن ٿاريءَ تي وينو آهي ان کي هوريان هوريان ٺي سهي پر ڪپي رهيو آهي!!
- 

آچر 2 جولاءِ 2006ع

متان وساريو تہ

- ”ڏنو“ پٽ ”ڇتي“ جو پاڪستان اندر سيني کان وڏيڪ طاقتور، اثر رسوخ رکندڙ ۽ هلنديءَ وارو ڪردار آهي.
- جتي ڪنهن جي بہ نہ هَلي، اتي هن جي هلندي ۽ جتي هن جي نہ هلندي تہ سمجهي ڇڏيو تہ اتي ڪنهن جو بہ ڪم نہ ٿيندو.
- نيڪ نمازين کان وٺي حاجي ۽ قاضي تائين، اٺڙين کان وٺي ٽي سئو پنجهٽڙين تائين، نوابن کان وٺي مرشدن تائين، صدرن کان وٺي وزيراعظمن تائين، اسيمبليءَ کان وٺي وڏيري جي اوطاق تائين ۽ کهاڙيءَ کان وٺي رائيفل تائين هن ٺي همراهہ جو ڌاڪو هلندو آهي.
- جن غريبن جي هن تائين پهچ نہ هوندي آهي سي بيزار ٿي چوندا آهن تہ ”حاڪمين ۽ حڪيمين ۾ خدا نہ ڪنهن جو ڪم وجهي“.
- ۽ جن جي هن سان ياري دوستي هوندي آهي تن جا هٿ ڏگها ٿيندا آهن، ايترا ڏگها جو دنيا جي ڪنهن بہ ڪنڊ ڪڙڇ تائين پهچي وڃن. ورلڊ بئنڪ ۽ آءِ ايم ايف، بين الاقوامي مافيائون، آمريڪا، چين، هندستان، يورپ، آفريقا ۽ ايشيا هن جي ساڄي يا کابي کيسي ۾ پيا هوندا آهن.
- سنڌ جي ٻهراڙين ۾ جڏهن بہ ڪو غريب غربو پوليس يا ٻئي ڪنهن هنڌ بہ ٽنگو ڦاسي پوندو ۽ مسئلي جي حل لاءِ چڱي مڙس، پيريا ڪنهن ڪاموري ڏي ويندو تہ کيس اهائي صلاح ڏني ويندي تہ ”ابا! ”ڏنو“ پٽ ”ڇتي“ جو!!!“
- سو متان وساريو تہ سنڌ مان ڪيترا اشراف سنڌي ڇاٽي واٽي، پنهنجي راز خوشيءَ سان پنهنجو وطن ترڪ ڪري، سنڌ ڇڏي، مهاجر ۽ شرنارٿي بڻجي ڪن اهڙن ملڪن ۾ وڃي آباد ٿيا آهن جتي جي ماڻهن کي اها خبر ئي ڪانهي تہ ”ڏنو“ پٽ ”ڇتي“ جو ڇا ٿيندو آهي؟؟

سومر 3 جولاءِ 2006ع

متان وساريو تہ

- سنڌوءَ درياءَ جي شڪل وڻ جهڙي آهي.
- وڻ جي چوٽيءَ تي جَهرُ ٿيندو آهي ۽ پنن توڙي ٽارين جا جهڳٽا ٿيندا آهن. ان ڪانپوءِ وڻ کي ٿُڙُ ٿيندو آهي ۽ آخر ۾ پاڙون ٿينديون اٿس.
- سنڌو درياءَ جي چوٽي وارو جَهر يا جهڳٽو مانسرور ڍنڍ آهي جا چين لڳ تبت جي علائقي ۾ ڪئلاش جبل وٽ پاڻيءَ سان ڀريل چڻ تہ هڪ پيالو آسمان ۾ ٽنگيل آهي جيڪو سمنڊ جي سطح کان 18 هزار فٽ بلنديءَ تي آهي.
- آسمان ۾ ٽنگيل انهيءَ پيالي ۾ برف جي جبلن مان گرمي سبب رجي پاڻي ڀرجي ٿو وڃي. برف جي انهن جبلن کي "گليشيئر" چئبو آهي.
- مانسرور ڍنڍ ڀرجي وڃڻ ڪانپوءِ جيڪو پاڻي اٿلي هيٺ وهي ٿو سو ندين ٿاهي مختلف طرفن ڏانهن وهڻ شروع ڪري ٿو. اهي سيئي نديون هندستان، پاڪستان ۽ نيپال وغيره ڏانهن رخ رکن ٿيون.
- سنڌو درياءَ هڪ نالي ٿاهي جڏهن وهڪرو شروع ڪري ٿو تہ اهو (وڻ وانگي) سندس ٿُڙُ آهي.
- ۽ پوءِ پنهنجي پڇاڙ ۾ چاڙهون چاڙهون تي، 17 ڪاريون ٿاهي جڏهن سمنڊ سان ملي ٿو تہ اهي ننڍيون ناليون جن کي انگريزي ۾ "ڪريڪ" چون ٿا، سي ان درياهي وڻ جون پاڙون آهن.
- سنڌو درياءَ ڀهريون دفعو ٺٽي ضلعي جي ڳاڙهي شهر لڳ "جنگي سَر" پتڻ وٽ هڪ مان بہ شاخون ڪيدي ٿو ۽ اتان انڊس ڊيلٽا جي شروعات ٿئي ٿي.
- سنڌوءَ جو ڊيلٽائي علائقو ڪراچي کان رڻ ڪڇ تائين پنج هزار چورس ميل آهي جنهن ۾ 17 ڪاريون آهن. الهندي ڪاري ڪورنگي ڪريڪ ۽ اڀرندي ڪاري سِير ڪريڪ آهي. سمنڊ سان لڳندڙ انڊس ڊيلٽا جو منهن 200 ميل آهي.
- اڄ ڪلهہ هن درياهي وڻ جي پاڙن کي بيماري لڳي آهي جنهن ڪري خطرو آهي تہ هي سڄو وڻ سڪي نہ وڃي.
- قدرتي ماحول جي تباهيءَ واري ان بيماري جو ڪارڻ درياهہ جي پڇاڙ ۾ لٽ واري درياهي مٺي پاڻي جي کوٽ آهي.
- سو متان وساريو تہ پنجاب هن درياهي وڻ جي جنهن ٽاريءَ تي ويٺو آهي

متان وساريو

تنهن کي هوريان هوريان وڍي رهيو آهي ۽ سنڌ کي چئي رهيو آهي ته ”هم تو ڊوبينگي صنم، تم ڪو ڀي لي ڊوبينگي“.

اڳارو 4 جولاءِ 2006ع

متان وساريو تہ

- اڄ ڪان 29 ورهيہ اڳ سال 1977ع جي 5 جولاءِ تي جنرل ضياءالحق پاڪستان جي پهرين چونديل وزيراعظم محترم ذوالفقار علي ڀٽي جي پ پ حڪومت جو تختو ان بنياد تي اونڌو ڪيو هو تہ 1977ع وارين چوندن ۾ ڌانڌلين ٿيڻ جو الزام هڻي پي اين اي (PNA) نالي ملن واري اتحاد جيڪا تحريڪ شروع ڪئي هئي ان سان ملڪ ۾ انتشار وڌي رهيو هو جنهن کي صرف مارشل لا ئي ختم ڪري سگهي پئي.
- پر حقيقت اها هئي تہ اهو رڳو بهانو هو جڏهن تہ ڀٽي صاحب پي اين اي اڳواڻن مفتي محمود ۽ پروفيسر غفور وغيره سان 4 جولاءِ 1977ع تي سياسي مذاڪرات ذريعي صلح صفائي جو ٺاهہ ڪري ڇڏيو هو. جنهن تي 5 جولاءِ واري صبح جو صحيحون ڪرڻيون هيون.
- سو ڳالهہ ڀٽائيءَ واري سر ليلا چنيسر جي ان بيت واري هئي جنهن ۾ پاڻ چيو اٿس تہ "چنيسر جي چت ۾ ڪِي جو اڳ هيو. تئان پوءِ ٿيو. مٺئي سندو مامرو".
- سچي ڳالهہ اها هئي تہ 5 جولاءِ 1977ع تي ئي 4 اپريل 1979ع وارو فيصلو ٿي چڪو هو. وچ وارو عرصو يعني هڪ سال، ڇهہ مهينا ۽ نَو ڏينهن ان ايجنڊا تي عمل ڪرڻ لاءِ ڊراما بازي خاطر گذاريو ويو.
- هي سڄو مامرو هينري ڪسينجر جي ان ڌمڪي جي روشنيءَ ۾ ٿيو هو تہ جيڪڏهن ڀٽي صاحب پاڪستان کي ائٽم بم ڏنو تہ پوءِ هن جو حشر خراب ٿيندو.
- ان ڪانپوءِ 1978ع ۾ جڏهن افغانستان ۾ ڪميونسٽن اقتدار تي قبضو ڪيو ۽ ان نظام کي پختگي ڏيڻ لاءِ روس جي ريڊ آرمي ڪابل ۾ داخل ٿي تہ پوءِ اهو طئي ٿي ويو تہ "افغان جهاد واري آمريڪي ڊيوٽي" ڀٽو ڏئي نہ سگهندو ۽ اهو ڪم صرف جنرل ضياءُ ڪري سگهي ٿو جنهن لاءِ هيروئن جو واپار. ڪلاشنڪوف ڪلچر، اوجهڙي ڪئمپ واري ڪريشن ۽ سنڌ ۾ 15 لک افغاني مهاجرن کي آڻڻ اسلام کي زندهہ رکڻ لاءِ ضروري سمجهيو ويو.
- 4 اپريل 1979ع ڪانپوءِ هي خوني ڊرامو هڪ ڊگهي سيريل ۾ تبديل ٿي ويو. 1981ع ۾ پرو چانڊيو سکر جيل ٽوڙي ٻاهر نڪتو ۽ سنڌ جي جهنگلن ۾ ڌاڙيلن جا اڏا ٺهڻ لڳا جن کي افغان جهاد لاءِ مليل آمريڪي

هٿيار دستياب ٿيڻ لڳا.

- 1983ع ۾ الله تعاليٰ سنڌين کي شهيد ڀٽي جي قتل جو پلانڊ وڻڻ لاءِ سونهري موقعو فراهم ڪيو ۽ سنڌ ۾ سياسي توڙي هٿياربند مزاحمتي تحريڪ جي هڪ نئين تاريخ لکي وئي جنهن تي اڄا تائين ڪو سريلو ڪتاب مارڪيٽ ۾ نه آيو آهي.
- 1984ع ۾ ايم ڪيوايم (مهاجر قومي موومينٽ) وجود ۾ آندي وئي، ڌاڙيوالي زورورتو، فوجي آپريشن ٿيا ۽ 1985ع ۾ غير سياسي بنيادن تي چونڊون ٿيون جن ۾ محمد خان جوڻيجو وزيراعظم ٿيو ۽ مارشل لا هٽائي وئي.
- 1986ع ۾ سنڌ اندر ڌاڙيلن خلاف فوج هڪ وڏو آپريشن ڪيو، جنهن جنگ ۾ ٻنهي طرفن کان جهجها لاش ڪريا.
- 1988ع ۾ هن خوني ڊرامي جي ڊراپ سين نظر آئي. 17 آگسٽ تي ايشيا جي ماڊل ڊڪٽيٽر جنرل ضياءَ جهاز جي حادثي ۾ نابود ٿي ويو، ساڻس گڏ آمريڪي سفير ۽ افغان جهاد ۾ سرگرم ڪيترائي پاڪستاني جنرل گڏ هئا.
- 30 سيپٽمبر تي حيدرآباد ۾ سوين مهاجرن جو قتل عام ٿيو ۽ ٻئي ڏينهن يعني 1 آڪٽوبر تي ڪراچي ۾ 150 کان وڌيڪ سنڌي ماڻهن کي ڳولي ڳولي گوليون هڻي قتل ڪيو ويو.
- جنرل ضياءَ جي مرڻ کانپوءِ ۽ صدر اسحاق خان 1988ع واريون چونڊون ڪرايون جن ذريعي شهيد ڀٽي جي نياڻي اقتدار ۾ آئي.
- **سو متان وساريو ته** 5 جولاءِ 1977ع واري خوني ڊرامي جو رت ڪابل ندي ذريعي اٽڪ وٽان سنڌو درياءَ ۾ داخل ٿي پنجاب ۽ سرحد مان ٿيندو سنڌ کي ريٽو ڪري عربي سمنڊ کي وڃي ڳاڙهو ڪيو.

اربع 5 جولاءِ 2006ع

متان وساريو تہ

- سنڌ جون سرحدون مختلف دورن ۾ بدلجنديون رهيون آهن.
- سنڌو تهذيب جي مهين جي دڙي واري دور ۾ چين لڳ تبت واري علائقي کان وٺي سنڌي يا عربي سمنڊ تائين واري سموري علائقي کي "سنڌ" چوندا هئا. چاڪاڻ تہ جتان سنڌو درياءُ وهندو هو سا سنڌ هوندي هئي.
- ويدن، مها ڀارت ۽ ٻين هندو ڌرمي ڪتابن ۾ "سنڌو ديش" جي جاگرافي هاڻوڪي پنجاب جي اولهہ ۽ صوبي سرحد جي اپرندي پاسي واري علائقي کي چيو ويندو هو. ان زماني ۾ هاڻوڪي سنڌ وارو علائقو سمنڊ جي پاڻيءَ هيٺ هو.
- سنسڪرت ٻوليءَ ۾ "سينڌو" لوڻ کي بہ چئبو آهي ۽ گهوڙي کي پڻ ان نالي سان سڃاتو ويندو آهي. ان لحاظ کان "سينڌو گهوڙو" معنيٰ سنڌو ديش جو گهوڙو ۽ سينڌو لوڻ معنيٰ هاڻوڪي پنجاب جي ميانوالي ضلعي ۾ ڪالاباغ ڊيم شهر جي اولهہ ۾ سليمان جبل جي قطار مان نڪرندڙ ڳاڙهسرو لوڻ آهي جيڪو جانورن جي بيماري ۾ ڪم اچي ٿو.
- ان لحاظ کان اڳي سنڌ جي جاگرافي اولهہ-ڏکڻ پنجاب تائين پکڙيل هئي. وري ڪنهن زماني ۾ بلوچستان جي اتر ۽ اوپر واري علائقي کي پڻ سنڌ ڪوٺيو ويندو هو ۽ ڪيچ توڙي پيچ پڻ سنڌ ۾ هوندا هئا.
- اها وسيع سنڌ سڪڙجي ۽ سوڙهي ٿي هاڻي وچي اپاوڙي کان ڪيٽي بندر تائين بچي آهي.
- هڪ ترڪيءَ چيو تہ "سنڌ وڃان ٿو!". پڇو مانس تہ سنڌ ڪٿان شروع ٿئي ٿي تہ چيائين "نئون ڪوٽ" کان. هڪڙي جابلو ماڻهوءَ چيو تہ "سنڌ وڃان ٿو" پڇو مانس تہ سنڌ ڪٿان شروع ٿئي ٿي تہ چيائين "لال باغ" کان يعني سيوهڻ کان.
- سو متان وساريو تہ جناح پور جا حامي جوان چون ٿا تہ اپاوڙي کان ڪيٽي بندر تائين واري علائقي مان ميرپور خاص، نوابشاهہ، ڪوٽڙي، پراڻو حيدرآباد شهر ۽ سکر ڪڍي ڇڏيو تہ باقي سنڌ وڃي بچندي!!
- 

خميس 6 جولاءِ 2006ع

مٽان وساريو ته

- ايشيا ۽ يورپ جي تهذيب ۾ اهو فرق آهي ته مختاران مائيءَ سان اسان ڇا ڪيو ۽ يورپ جي ڪائونسل هن کي انساني حقن لاءِ قرباني ڏيڻ جي عيوض اهو اعليٰ انعام ڏئي رهي آهي جيڪو هر سال دنيا جي رڳو ٻن ماڻهن کي ملندو آهي.
- اهو اعزاز 3 نومبر تي پرتگال جي گادي واري هنڌ لزبن ۾ (جنهن کي انٽيليڪچوئل ورلڊ جو گاديءَ وارو هنڌ سڏيو ويندو آهي) ملڪ جو صدر دنيا جي انتهائي معتبر ماڻهن جي سامهون پاڪستاني عورت کي ڏيندو.
- 11 سيپٽمبر 2001ع، جنهن کي نائين اليون (11/9) چيو ويندو آهي، جنهن ڏينهن تي القاعده طرفان آمريڪا تي حملي ڪانپوءِ آمريڪا جي افغانستان ۽ پوءِ عراق تي جوابي چڙهائي دوران اسان جي اخبارن ۾ بحث هليو هو ته مسلم دنيا ۽ يورپ وچ ۾ ڪو تهذيبن جو ٽڪراءُ ناهي سو غلط تصور هو.
- اها حقيقت آهي ته ايشيا ۽ يورپ، اسلام ۽ عيسائيت وغيره تهذيبن جي ٽڪراءَ جون علامتون آهن. هو شاهوڪار ۽ اسان غريب آهيون. هو تعليم يافته ۽ اسان گهٽ پڙهيل آهيون. هنن سائنس جي شعبي ۾ ترقي ڪئي آهي ۽ اسان اڃا تائين سڳي ڌاڳي ۽ دعا ڦيڻي تي هلي رهيا آهيون. هنن وٽ ڪاري ـ ڪارو قتل جو ڪو تصور ناهي ۽ نه هو نقلي دوائون ٺاهيندا آهن ۽ نه ساڳي سئي دوا سان پري گهڻن مريضن کي هڻندا آهن.
- اسان جي حڪمرانن آمريڪا، يورپ، آسٽريليا، ڪئناڊا، سائوٿ آفريقا ۽ سنگاپور توڙي دبئي گهمي ڏٺي آهي ۽ اتي جي ماحول کان متاثر به ٿيا آهن پر پاڪستان کي انهن ملڪن جهڙو ناهڻ کان قاصر آهن ڇاڪاڻ ته ان لاءِ جيڪا بجيٽ گهرجي سا هنن جي ذاتي خرچن ۾ پوري آهي.
- سو مٽان وساريو ته 10 ڊسمبر 1948ع تي گڏيل قومن انساني حقن وارو جيڪو عالمي پڌرنامو منظور ڪيو آهي جنهن جي 25 هين فقري ۾ لکيل آهي ته "دنيا جو هر ٻار احترام جي لائق آهي ڀلي ته اهو شاديءَ جي نتيجي ۾ پيدا ٿيو هجي يا نه". ان تي دنيا جا چند ملڪ عمل نه ڪندا آهن، انهن ۾ اسان جو ملڪ پڻ شامل آهي.

جمعو 7 جولاءِ 2006ع

متان وساريو تہ

- انگريزن جي دؤر ۾ 5 جولاءِ 1919ع تي هڪ سنڌي اخبار نالي ”هندواسي“ ۽ ان جي ايڊيٽر جيٺمل پرسرام گلراجاڻي تي بغاوت جو ڪيس هلايو ويو هو.
- ڪيس هلائيندڙ جج جو نالو ايچ ٽي سورلي هو. جج صاحب سرڪاري وڪيل کان پڇيو تہ، ”جوابدار ايڊيٽر جيڪا بغاوت ڪئي آهي سا خبرن، مضمونن يا ايڊيٽوريل ۾ آهي؟“
- سرڪاري وڪيل چيو تہ: ”بغاوت ايڊيٽوريل ۾ آهي“. جج پڇيو تہ، ”بغاوت ايڊيٽوريل جي ڪهڙي حصي ۾ آهي؟“ جواب آيو. ”آخر ۾“ جج پڇيو تہ، ”اهي ڪهڙا لفظ آهن جن ۾ بغاوت آهي؟“ جواب آيو. ”هڪ چئن سٽن جو بيت آهي، جنهن ۾ بغاوت آهي“.
- جج چيو. ”بيت پڙهي ٻڌايو“. بيت هيو ”اڱيان اُڏين وَڻ، پوين سِرَ سنباهيا، ڪاٽ تہ پوين قبول ۾، مَچڻ پانئين گھتِ، مَتا مَهاين جا، پيا نہ پسين پٽ، ڪلاڙڪي هٽ ٿو ڪسڻ جو ڪوپ وهي“
- جج پڇيو. ”هي ڪهڙي شاعر جو بيت آهي؟“ جواب آيو ”شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو“ جج پڇيو. ”شاعر جيئرو آهي يا مري ويو آهي؟“ جواب آيو. ”169 سال ٿيا آهن جو گذاري ويو آهي“.
- جج صاحب چار ڪميٽيون قائم ڪيون تہ ڪورٽ کي بيت جي معنيٰ سمجھائي وڃي. انهن ڪميٽين جا مرزا قليچ بيگ، راءِ بهادر ديوان بولچند ڏيارام، ديوان ليلارام وطن مل ۽ نبي بخش ايم حسين سربراهہ هئا.
- ڪميٽين بغاوت پيدا ڪندڙ بيت جي سمجھاڻي ڪورٽ جي حوالي ڪئي. جج صاحب انصاف ڪري ايڊيٽر کي ٻہ سال جيل جي سزا ڏئي اڳ ۾ حيدرآباد ۽ پوءِ پوني جيل موڪلي ڇڏيو ۽ سرڪاري وڪيل کي سڏي چيو تہ، ”مونکي هڪ سنڌي استاد گھرائي ڏيو، جيڪو مون کي سنڌي سيکاري تہ جيئن مان هن شاعر (شاهہ عبداللطيف ڀٽائي) کي پڙهي سگھان“.
- ڊاڪٽر سورلي اهڙي طرح سنڌي سکي، ڀٽائيءَ کي پڙهيو ۽ هن جي شاعريءَ تي 1938ع ۾ انگريزيءَ ۾ ڪتاب لکيو ”شاهہ عبداللطيف آف ڀٽ“ جنهن تي 1940ع ۾ ڪيس پي ايچ ڊي واري ڊگري ملي. جنهن

ڪري هو سنڌي ادب جو اسڪالر ٿي ويو ۽ ان معيار جو انگريزيءَ ۾ ڪتاب هن مهل تائين ڪنهن به نہ لکيو آهي.

- سو متان وساريو تہ سنڌي اخبار "هندواسي" جي ايڊيٽر ڄيٺمل پرسرام، جنهن کي پٺائيءَ جي بيت لکڻ ڪري بغاوت جي ڪيس ۾ ٻہ سال سزا ملي هئي، ان جي ڪالهہ 7 جولاءِ تي ورسي هئي، سال 1948ع ۾ بمبئيءَ ۾ ان وفات ڪئي هئي.

ڇنڇر 8 جولاءِ 2006ع

متان وساريو تہ

- سنڌ جي منڇر ڍنڍ کي مِٺي پاڻيءَ جو سمونڊ ڪوٺيندا آهن. ڇاڪاڻ تہ جڏهن پاڻيءَ سان ڍنڍ پرجي ويندي آهي تڏهن ان جي پکيڙ 200 چورس ميل تي ويندي آهي.
- سنڌ، پاڪستان ۽ ايشيا جي هن وڏي ڍنڍ کي نئين گاج سميت کيٽريون ٽي ننڍيون وڏيون جابلو نديون پاڻيءَ سان پرينديون آهن ۽ وڏي ٻوڏ دوران سنڌو درياءَ جو پاڻي پڻ هن ڍنڍ ۾ ايندو آهي ۽ وري جيڪڏهن جبل واري پاسي کان ان ۾ برساتن سبب گهڻو پاڻي ايندو آهي تہ واڌارو پاڻي اوير ۾ وهندڙ سنڌو درياءَ ۾ نيڪال ٿيندو آهي. منڇر ۽ درياءَ کي ڳنڍڻ لاءِ اڙل ۽ دانِستر نالي ٻہ واهہ موجود آهن.
- هن ڍنڍ تي هزارين ايڪڙ زمين آباد ٿئي ٿي ۽ لکين ماڻهن جو گذران ٿئي ٿو. مهاڻن جي سنڌو درياءَ کانپوءِ وڏي ۾ وڏي آبادي منڇر ڍنڍ تي آهي.
- سنڌ جي هن عظيم تاريخي ڍنڍ جي تباهي تڏهن کان شروع ٿي آهي جڏهن کان آر بي او ڊي (رائيٽ بئنڪ آئوٽ فال ڊرين) تعمير ٿي جنهن جو مقصد ڏکڻ پنجاب، اوپرندو بلوچستان ۽ اترين سنڌ وارن علائقن جي سم وارو پاڻي ميٺڙي چونڊي سنڌو درياءَ جي ساڄي ڪناري کان وهائي سمونڊ ۾ اڇلائڻ آهي.
- سنڌو درياءَ جي کاٻي ڪناري تي اهڙي ڪم لاءِ ايل بي او ڊي (ليفٽ آئوٽ فال ڊرين) تعمير ڪئي وئي آهي جنهن ابتو وهي بدين ضلعي جي زرخيز زمينن کي برباد ڪري ڇڏيو آهي.
- آر بي او ڊي واري اسڪيم هيٺ واسطيدار اختيارين سپ کان وڏو ڪرائيم اهو ڪيو جو سنڌو درياءَ مان نڪرندڙ الهندو نارو، جيڪو سوڪهڙي جي موسم ۾ اوير کان اولهہ وهي اڳ ۾ حمل ڍنڍ ۽ پوءِ منڇر ڍنڍ کي درياهي مٺي پاڻيءَ سان پريندو هو، ان کي سم ناليءَ ۾ تبديل ڪري ڇڏيائون.
- ايم اين وِي ڊِي (مين نارا وئلي ڊرين) واري نئين مالي سان انهيءَ الهندي ناري ڏکڻ پنجاب، اپرندو بلوچستان ۽ اترين سنڌ جو زهريلو پاڻي ڪٺي اڳ ۾ حمل ڍنڍ کي برباد ڪيو ۽ پوءِ منڇر ڍنڍ ۾ تباهي آندي.
- منڇر جا مهاڻا نہ رڳو ڍنڍ مان مڇي ماريندا هئا پر پَنِ مان ٻوري، پيڻ مان ناپو، لوڙهہ، ڪوڙي، ٻوٽي ۽ ڪمَ پڻ ڪائيندا هئا. پيڻ جي ڏانڊي تان ڪل

لاهي اندران ڪوٽيءَ نالي گورو ڪائيندا هئا، ڪمَ جي اندران سرنهن جي داڻن جهڙا داڻا ڪيدي چانورن سان رڌي ڪائيندا هئا ۽ ان کان علاوه ڪيترين قدرتي سايون ڀاڄيون خود بخود ڍنڍ ۾ پيدا ٿينديون هيون جيڪي هو رڌي ڪائيندا هئا.

- آر بي او ڊي جي زهريلي پاڻي پوڻ سان مڇيون مري ويون، ناپا، لوڙهه، پورِي، ڪوٽيون، پوٽيون، ڪمَ ۽ سايون ڀاڄيون ختم ٿي ويون ۽ باقي وڃي "ڏيَو" نالي مڇي بچي جيڪا ڏهه رپيا ڪلو به نه وڪامي.
- ان جو نتيجو اهو نڪتو ته منڇر تان مهاڻا لڏپلاڻ ڪري هليا ويا ڇاڪاڻ ته مٿي پاڻيءَ واري سمونڊ ۾ زهريلو پاڻي ڇوليون هڻي رهيو هو.
- سو متان وساريو ته نه صرف سنڌ ۾ ترقيءَ جي رفتار ڪيل آهي پر ان جي جاءِ تي تباهي جي تيز رفتاري سبب ماڻهو حمل، منڇر، اندس ڊيلٽا، ٿر ۽ ٻين ڪيترين جاين تان گهر ٽڙ ڇڏيو لڏيندا پيا وڃن بلڪل ائين جيئن ٻڌائي ڇيو هو "رُنا رَوهِ وڃن، ڪنهن هيٺائيءَ کان هنجڙا".

آچر 9 جولاءِ 2006ع

متان وساريو تہ

- سنڌ جي جبلن ۾ ماڻھو قبرستانن اندر رکو قبرون ٺي نہ ٺاھيندا آھن پر پٿرن جا ھڪڙا ڍير بہ ٺاھيندا آھن جن تي اھڙن ماڻھن جا نالا رکندا آھن جيڪي ڏوھاري، دوکيباز چغل يا بدڪردار ھوندا آھن. پٿرن جي اھڙن ڍيرن کي ”لعنتي“ ڪوٺيندا آھن.
- پوءِ جيڪو بہ ماڻھو ان قبرستان وٽان گذرندو آھي سو ان لعنتي ماڻھوءَ تي ملامت ڪندي ھن جي نالي ۾ نھيل پٿرن جي ڍير تي ھڪ ٻيو بہ پٿر رکي ويندو آھي. اھڙي طرح اھو ڍير وقت گذرڻ سان اوچو ٿيندو ويندو آھي.
- جن ماڻھن جي نالن پويان قبرستانن ۾ ”لعنتي“ نالي پٿرن جا ڍير ٺاھيا ويندا آھن سي يا تہ ڪنھن ڌارئي دشمن جي مفاد ۾ مقامي ماڻھن خلاف جاسوسي ڪندا آھن، يا ڪنھن پريمي جوڙي خلاف سازشون ڪندا آھن يا اھڙي دوکيبازي ڪندا آھن جيڪا سنڌي روايتن مطابق شرمناڪ حرڪت تصور ڪئي ويندي آھي.
- اھا سماجي روايت سنڌ جي ڳوٺاڻي ماحول ۾ عام ماڻھن کي سماجي برائين کان پاسو ڪرڻ جي تلقين ڪندي ھئي.
- ھي روايت انگريزن جي دور کان اڳ سنڌ ۾ رائج ھئي جڏھن اجا سماجي ڏوھن کي مغربي طرز جي قانونن سان ٻنجو ڏيڻ جو رواج نہ پيو ھو.
- سو متان وساريو تہ سنڌي تھذيب اھڙن ڪيترن روايتن سبب پنھنجي جاءِ تي ھڪ مڪمل نظام حيات ھئي جڏھن ڪولمبس اجا آمريڪا جو کنڊ ڳولي نہ لڌو ھو ۽ يورپ اونداھي دور ۾ رھندو ھو.

سومر 10 جولاءِ 2006ع

متان وساريو ته

- اڄ "انساني آباديءَ" جو عالمي ڏينهن آهي.
- دنيا جي سڀني ملڪن گڏجي "گڏيل قومن" (United Nations) نالي جيڪو عالمي ادارو ٺاهيو آهي، انَ هِنَ ڏينهن ملهائڻ جي ضرورت ان ڪري محسوس ڪئي آهي ڇاڪاڻ ته ڌرتي جي گولي مٿان انسانن جي آبادي ايتري وڌي وئي آهي جو ڌرتي تي موجود منو پاڻي ۽ انَ توڙي ٻيون شيون انسان جي ضرورت پوري ڪري نه ٿيون سگهن.
- ان ڪري سموري دنيا جا ملڪ گڏجي ڌرتي تي رهندڙ سڀني ماڻهن کي هٿ ٻڌي التجا ڪري رهيا آهن ته خدا واسطي ٻار ڳهٽ پيدا ڪريو ته جيئن ڌرتي تي موجود قدرتي وسيلا نه رڳو انسان جي ضرورت پوري ڪري سگهن پر غربت کي ختم ڪري انسان کي آسودو، عزت وارو ۽ مڃي ماني وارو پڻ بڻائي سگهن.
- انسان جي آسودگيءَ جي معنيٰ اها آهي ته ڪو به انسان ٻين کان پني نه کائي، جنهن لاءِ ٻڌائي ڇيو هو ته: "پنڻ جي پورهئي مان ڪنهن نه پريا پَلَ_ مانجهي سي اَمل، هَرَ جنين جي هٿ ۾".
- انسان جي عزت ان ۾ آهي ته هو پنهنجا ٻار وڪڻي پيٽ نه پاليءَ عورت پنهنجي عصمت وڪڻي ٻار نه پالي. ان ڪري ٻار ايترا هجن جن کي کارائي پياري سگهجي، پڙهائي سگهجي ۽ وڏا ٿين ته ڪين گهرَ وٺي ڏئي پرڻائي ڇڏجي.
- اسان وٽ ته "انڌير نگري، چرپٽ راجا_ ٽڪي سير ڀاڄي، ٽڪي سير کاڄا" وارو نظام آهي ان ڪري انساني آبادي جي حالت اها آهي جو سنڌ ۾ هڪ چوٽي مطابق "ڄڻيندين وڃن ڊنگهرن تي اڇلينديون". ان جو نتيجو غربت، ڏوهه، چوريون، ڌاڙا، خون، نشو پتو، بيروزگاري، جهالت، بيماري ۽ ننڍي عمر ۾ موت جي صورت ۾ نڪري ٿو.
- دنيا ۾ چين وڏي ترقي ڪئي آهي، ان جي آبادي جڏهن هڪ ارب کان چڙهي وئي ته حڪومت فيصلو ڪيو ته ساليانو آباديءَ ۾ واڌ ٻڙي هئڻ گهرجي. ان تي برابر عمل ٿيو ۽ هن وقت چين ۾ هر سال صرف ايترا ٻار پيدا ٿين ٿا جيترا ڪراڙا يا ٻيا ماڻهو مرن ٿا.
- مثال طور ڏنو وڃي ته ڪراچي شهر 1729ع ۾ مڇيرن جو ننڍڙو ڳوٺ هو. 1947ع ۾ هن شهر جي آبادي 55 لک هئي. هن وقت 20 لک

غيرقانوني افغاني هن شهر ۾ رهن ٿا. برمي، بنگالي ۽ بهاري جن جا گهر ڳٽپ ۾ ناهن تن جو تعداد اڻ ڳاڻيل آهي. مجموعي طور شهر جي آبادي هڪ ڪروڙ ڏهه لک کن آهي ۽ ان جو نتيجو اهو آهي ته دنيا جي سيني وڏن شهرن ۾ ڪراچي گندي ۾ گندو شهر قرار ڏنو ويو آهي جتي هر ٽيون ماڻهو ڪچي آباديءَ ۾ رهي ٿو ۽ ڏوهه جهنگلي ٻوٽن کان به گهڻا ٿين ٿا.

- سو متان وساريو ته دنيا ۾ هڪ ”مالٿس ٿيوري“ (فلسفو) مشهور آهي جنهن ۾ چيل آهي ته جيڪڏهن انسان پنهنجي آبادي ۽ ڌرتي جي وسيلن وچ ۾ توازن قائم نه رکيو ته پوءِ اهو ڪم قدرت ڪندي ۽ اهڙيون آفتون، زلزلا، طوفان، وبائي بيماريون، ٻوڏون ۽ ڏڪار ايندا جو ڪروڙين ماڻهو مري ويندا ۽ انساني آبادي توڙي ڌرتي جي وسيلن وچ ۾ حساب سڌو ٿي ويندو.

اڱارو 11 جولاءِ 2006ع

متان وساريو تہ

- ڪجھہ وقت اڳ پاڪستان جي وزيراعظم شوڪت عزيز هڪ ٻاهرين ملڪ جي دوري تان واپسي تي اچي چيو هو تہ "هڪ ڳوٺ، هڪ وکر" جي بنياد تي پاڪستان مثالي اقتصادي ترقي ڪري سگهي ٿو.
- هن اهو بہ چيو هو تہ اهڙو خيال ڪيس انهيءَ پرڏيهي ملڪ جي دوري دوران ساڳي بنياد تي اتي حاصل ڪيل اقتصادي ترقي ڏسي آيو هو.
- اصل مقصد اهو هو تہ پاڪستان جي چئني صوبن ۽ انهن جي ضلعن توڙي تعلقن ۾ موجود لکين ڳوٺن مان تلاش ڪري هر ڳوٺ مان ڪو هڪڙو وکر چونڊيو وڃي جنهن کي ملڪ اندر ۽ ٻاهر وکرو ڪري ملڪي آمدنيءَ ۾ اضافو ڪري سگهجي ٿو ۽ اهڙي وکر جي پيداوار ڪندڙ مقامي ماڻهن جي ذاتي آمدني ۾ پڻ واڌارو ڪري سگهجي ٿو.
- مثال سنڌ جي شهر نيرڙهي مان اسيل کجور، ان جا ڏنگ، ڇوهارا، ڪتل ۽ آڏيا وغيره، ٿر جي عمرڪوٽ ضلعي ۾ ڪنريءَ مان ڳاڙها مرچ، لاڙڪاڻي جا زيتون، لاڙ جا ڳاڙها چانور ۽ ڳاڙهن چانورن جي ماني، ٿر جي ٻاجهري ۽ چانهيون، نگرپارڪر جو گرينائيٽ ۽ چيني مٽي، ڪيرٿر جو ڪير جهڙو اڇو پٿر جيڪو سنگ مرمر کان بہ سهڻو آهي، هالن جون پيهون، جبل جي پيش جا تڏا، ڊيلٽا جي مٽي ۽ ڪاري پاٽيءَ جي مڇي، گانگٽ ۽ اَڪ، منڇر جون ڪوٽيون، پوٽيون، ٻوري ۽ پکي، ڪاڇي جي بنا پاڻ جي پيدا ٿيندڙ اڃڙي جوئر، گدرا ۽ ٻيا فصل، ڪڇي جي بنا پاڻ واري ڪٽڪ، گنهڙ جا سگداسي چانور، سنڌڙي جا انب ۽ سنڌ جو پلو ۽ اجرڪ وغيره ملڪي ۽ غير ملڪي برآمدات ۾ بي تحاشا اضافو ڪري سگهي ٿو ۽ سنڌ ۾ مثالي معاشي ترقي ۽ آسودگي ٿي سگهي ٿي.
- سنڌ جي هر ڳوٺ ۾ ڪونہ ڪو خاص هنر موجود آهي. ڊکڻ، لوهار، موچي، ڪنير، جنڊي ۽ ڪاشيءَ جا ڪاريگر، ڀرت جون ڪاريگر عورتون، ڪاون وارين سنڌي ٽوپين ناهڻ واريون عورتون ۽ مرد، جبل، ڪاڇي، ڪڇي، منڇر ۽ ڊيلٽا ۾ رهندڙ سنڌي ڪيترا حيرتناڪ وکر اپائي رهيا آهن جن بابت دنيا جي عالمي مارڪيٽ کي ڪا ڄاڻ ناهي ۽ نہ وري پاڪستان جي مقامي مارڪيٽ کي ان جو علم آهي.
- ڪن معاشي ماهرن جو اهو بہ چوڻ آهي تہ سنڌ جي مثالي ترقي لاءِ سنڌو درياءَ ۾ جهاز راني کولي وڃي جيئن ڏکڻ ۾ ساموندي ڪناري کان وٺي

اتر ۾ ڪالاباغ شهر ۽ اٽڪ تائين ننديا ٻيڙا وڪر ڪٽي وڻج واپار ڪن. انگريزن جي راڄ کان اڳ جڏهن سنڌو جهاز راني لاءِ کليل هئي تہ سنڌ، پنجاب ۽ سرحد جو هر ڳوٺ درياهي بندر بڻيل هوندو هو ۽ واپاري سنڌ جي ڪچي مان مکڻ جون ٻيڙيون ڀري ڪٽي ايندا هئا ۽ بيلچن سان مکڻ ڪڍي وڪرو ڪندا هئا.

- سو متان وساريو تہ جيڪڏهن پاڪستان سرڪار، سنڌ صوبي کي سنڌو درياءَ مان پنهنجي جائز حصي جو درياهي پاڻي ئي وقت سر وهائي ڏئي تہ هوند سنڌ ۾ غربت نالي ڪا بہ شيءِ نظر نہ اچي!!

اربع 12 جولاءِ 2006ع

متان وساريو تہ

- اڄ کان 176 سال اڳ انگريزن پهريون دفعو سنڌ گزيٽيئر لکڻ جي شروعات ڪئي جڏهن 1828ع ۾ والٽر هئملٽن کان "ايسٽ انڊيا گزيٽيئر" لکرائي وئي، جنهن ۾ مختصر ئي سهي پر سنڌ جو چڱو خاصو ذڪر هو.
- ان کان پوءِ 1844ع ۾ ڪئپٽن ائڊورڊ ٿارن ٽن، سنڌ، بلوچستان، پنجاب ۽ افغانستان تي هڪ تفصيلي گزيٽيئر تيار ڪئي. هي ڪم انگريزن پاران سنڌ فتح ڪرڻ جي ٻئي سال ۾ مڪمل ڪيو ويو.
- ڏهہ سال پوءِ 1854ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپني گورنمينٽ جي حدن اندر ايندڙ هندستان جي علائقن تي هڪ تفصيلي گزيٽيئر تيار ڪرائي وئي جنهن ۾ ٻين علائقن سان گڏ سنڌ جي آبادي، جاگرافي ۽ ٻين پهلوئن تي جديد معلومات مهيا ڪئي وئي.
- ساڳي سال يعني 1854ع ۾ "رپورٽ آن ائڊمنسٽريشن آف سنڌ"، تيار ڪئي وئي جيڪا ڪمشنرس پريس، ڪراچي مان ڇپائي پڌري ڪئي وئي ۽ اُن ۾ سنڌ فتح ڪرڻ کانپوءِ وارن ٻارهن سالن بابت سرڪاري انگ اکر جمع ڪري ڇاپيا ويا.
- 1857ع ۾ "سنڌ ڊائريڪٽري" نالي هڪ ڪتاب ڇپايو ويو جنهن ۾ سنڌ بابت تازا انگ اکر هئا. اهڙو ٻيو ڪتاب پنجن سالن کانپوءِ 1862ع ۾ جارج بيز کان لکايو ويو، جنهن جو ٽائيٽل پڻ "سنڌ ڊائريڪٽري" هو.
- پر پهرين مڪمل سنڌ گزيٽيئر مسٽر اي-ڊبليو هيوز 1874ع ۾ لکي تيار ڪئي جنهن جو عنوان هو "گزيٽيئر آف دي پراونس آف سنڌ" هن سنڌ گزيٽيئر ۾ 1856ع ۽ 1872ع واري آدمشماري کي استعمال ڪيو ويو هو.
- هيءَ گزيٽيئر انگريز راڄ جي ڪجهہ قابل آفيسرن جهڙوڪ هيڊل، ڪارلس، پوسٽانس (۽ هن جي ليڪڪ زال)، جان جيڪب، گول سمڊ، اسٽئڪ، برٽن، ووڊ، جيمس ۽ سرلي وِس پيلي وغيره پاران محنت سان لکيل سنڌ بابت رپورٽن جي نتيجي ۾ عمل ۾ آئي.
- سر ائوان جيمس، ڪمشنر اِن سنڌ (1900-1891ع) سنڌ گزيٽيئر جي سلسلي ۾ قديم آثارن تي خاص ڪم ڪيو.

- 1904ع جي 15 نومبر تي مسٽر ڊِي-اَي برين ڊن (بين جامن آدمس برين ڊن) کي سنڌ جي ڇهن ضلعن جي گزيٽيئر لکڻ لاءِ مقرر ڪيو ويو. هن کي بمبئي جي آدمشماري واري صوبائي آفيسر سنڌ بابت انگ اکر مهيا ڪري ڏنا. هن هرضلعي تي ٻہ جلد تيار ڪيا. هڪ جلد ۾ تاريخ، جاگرافي هوءِ ٻئي ۾ انگ اکر ڏنائين. تاريخ وارو جلد دائمي نوعيت جو هوءِ انگن اکرن وارو جلد هر سال تازو ڪيو ويندو هو.
- پر بدقسمتيءَ سان مسٽر برين ڊن بيمار ٿي پيو ۽ هن کي يورپ موڪليو ويو. هن جي جاءِ تي مسٽر ايٽڪن کي مقرر ڪيو ويو جنهن ڇهن ضلعن جي جاءِ تي ستن ضلعن جون گزيٽون 1919ع ۾ لکي تيار ڪيون. ستون ضلعو نوابشاهہ هو جيڪو 1912ع ۾ ٺاهيو ويو.
- اهڙي طرح ڪراچي، حيدرآباد ۽ نوابشاهہ وارن ضلعن تي 1920ع ۾ جڏهن تہ سکر، لاڙڪاڻي، ٿرپارڪر ۽ اپر سنڌ فرنٽيئر ڊسٽرڪٽ (هاڻوڪي جيڪب آباد) تي 1919ع ۾ گزيٽيئرون قلمبند ڪيون ويون.
- مسٽر هيوز ڪانپوءِ ڊاڪٽر ايچ ٽي سورلي بهترين سنڌ گزيٽيئر لکي جنهن تي هن 27 آڪٽوبر 1957ع تي ڪم شروع ڪيو ۽ 3 ڊسمبر 1959ع تي مڪمل ڪيو. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ اها گزيٽيئر نَوَ سال پوءِ 1968ع ۾ ڇاپي وئي. هي ون يونٽ جو زمانو هو ان ڪري انهيءَ گزيٽيئر جو عنوان هو: ”گزيٽيئر آف ويسٽ پاڪستان- دي فارمر پراونس آف سنڌ، انڪلوڊنگ خيرپور اسٽيٽ“. 862 صفحن واري هيءَ گزيٽيئر ڊاڪٽر سورلي جنهن پيار سان لکي آهي ان جو اندازو ان مان تي سگهي ٿو تہ هن پهرين صفحي تي پنهنجي هٿ سان مهين جي دڙي واري ڪِنگ پريسٽ جو پينسل اسڪيچ ٺاهي ڇپيو آهي.
- انگريزن جي دور کانپوءِ 1975ع ۾ پهريون دفعو شهيد ڀٽي جي حڪومت ۾ بورڊ آف روينيو پاران سنڌ جي ضلعن تي گزيٽيئر لکڻ جو ڪم شروع ڪيو ويو جيڪو بينظير حڪومت ۾ 1993ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ وٽان ڇپائي پڌرو ڪيو ويو.
- ان وچ ۾ 1978ع ۾ جڏهن مرحوم علي احمد بروهي سنڌ اطلاعات

ڪاتي جو سيڪريٽري ٿيو تڏهن هن "سنڌ انئيوئل" نالي هڪ ڪتاب ڇپرايو جنهن ۾ سنڌ بابت ڪجهه انگ اکر مهيا ڪيا ويا. بروهي صاحب جي ذاتي دلچسپي سبب سنڌ اطلاعات ڪاتي جي فلم واري شعبي پهريون ڀيرو سنڌ جي جبلن، ڍنڍن ۽ رڻ پٽن تي فلمون ٺاهي تيار ڪيون جن مان ڪجهه فلمون هن وقت به پي ٽي وي وٽ موجود آهن.

- 2003ع ۾ سنڌ سرڪار جي اطلاعات ڪاتي جي سيڪريٽري مُنظمر مهتاب اڪبر راشديءَ ٻن مصنفن کان سنڌ گزيٽيئر لکرائي جنهن جو عنوان هو "سنڌ _اپ ڊيٽ 2003ع" پر اها گزيٽيئر اڃا تائين ڇپجي نه سگهي آهي.
- جڏهن کان ملڪ ۾ ضلعي حڪومتن جو نظام لاڳو ڪيو ويو آهي تڏهن کان لاڙڪاڻو پوري پاڪستان جو واحد ضلعو آهي جنهن لاڙڪاڻو گزيٽيئر ڇاپي آهي جنهن ۾ انگ اکر سال 2003ع تائين جا داخل ڪيا ويا آهن. هي ضلعو 1901ع ۾ ٺاهيو ويو هو.
- سو متان وساريو ته انگريز سنڌ ۾ حملي آور ٿي آيا هئا، پر سنڌيءَ ۾ سچ چيو اٿن ته "نادان دوست کان داناءُ دشمن ڀلو آ".

خميس 13 جولاءِ 2006

متان وساريو تہ

- ڪارل مارڪس (1818_1883ع) جي ڄمڻ کان هڪ سئو سال اڳ سنڌ ۾ هاري انقلاب برپا ڪندڙ صوفي شاھ عنايت کيَ 1718ع ۾ شهيد ڪيو ويو هو.
- دنيا جي پهرين سوشلسٽ انقلاب جي باني لينن، پئرس ڪميون (1871ع) کي عالمي سوشلسٽ انقلاب جي پيڙھ جو پٿر قرار ڏنو هو جڏهن تہ هارين واري جهوڪ ڪميون، پئرس ڪميون کان 154 سال اڳ ساڳي حڪمت عملي هيٺ قائم ڪئي وئي هئي تہ "جو کيڙي، سو کائي".
- شاھ شهيد سنڌ ۽ هند جي جاگيرداريَ نظام کي هارين جي جهوڪ ڪميون ذريعي 1717ع ۾ ڏوڏي ڇڏيو هو جنهن ڪري سنڌ ۽ هند جون فوجون ڇهہ مهينا لاڳيتو سنڌ ۾ هارين جي بغاوت کي ڪچلڻ لاءِ حملا ڪنديون رهيون پر پوءِ بہ ڪين فتح حاصل نہ ٿي ۽ شاھ عنايت کي ڏوڪو ڏئي شهيد ڪيو ويو.
- ميران پور واري جنگ جي ميدان ۾ هارين جي اجتماعي قبرن جا اڄ بہ ست نشان موجود آهن جن تي "گنج شهيدان" لکيل آهي.
- روس جو سوشلسٽ انقلاب جهوڪ ڪميون کان ٻہ صديون پوءِ آيو پر جواهر لال نهروءَ توڙي لينن هاري انقلاب بابت پنهنجين لکڻين ۾ جهوڪ ڪميون جو ذڪر نہ ڪيو آهي ڇاڪاڻ تہ اسان دنيا جي هن عظيم واقعي تي ڪنهن بين الاقوامي ٻوليءَ ۾ اڄ تائين ڪجهہ بہ نہ لکيو آهي.
- ميران پور واري جنگ جي ميدان تي ڇهہ مهينا جاري رهندڙ ان هٿياربند جدوجهد دوران پهريون دفعو گوريلا جنگ جو تجربو ڪيو ويو هو ۽ دشمن کي راتاها ڏنا ويا.
- اڄ بہ جڏهن جهجها مينهن پوندا آهن تہ جهوڪ واري جنگ جي ميدان جي مٿاڇري تي ماڻهن جا هڏا ظاهر ٿيندا آهن جن کي جهنگلي جانور رڙڪيندا رهندا آهن.
- "حق موجود" واري نعري سان گونجندڙ جهوڪ جو ميلو هر سال صفر مهيني ۾ ٽنائي جي ميلي پوري ٽيڻ کان هڪدم پوءِ يعني 17، 18 ۽ 19 چنڊ جي تاريخ تي لڳندو آهي جنهن دوران گادي نشين ٻلال جي پڙيءَ تي ويهي سماع ٻڌندو آهي. ٻلال هاري انقلاب جي علامت

سمجهي ويندي آهي.

- صوفي شاهه عنايت جي شهادت واري تاريخ 17 آهي، ان ڪري هر مهيني ان تاريخ تي سندس درگاهه تي سماع ۽ اجتماع ٿيندو آهي ۽ سندس شهادت گاهه تي مريد ويندا آهن.
- سنڌ جي تاريخ جي هن انوکي واقعي ۽ دنيا جي هن تاريخ ساز انقلاب جي موقعي تي نه سنڌ حڪومت موڪل ڪندي آهي ۽ نه ٺٽي جي ضلعي حڪومت ڪو خاص پروگرام ترتيب ڏيندي آهي ۽ نه پي ٽي وي ڪا فلم ڏيکاريندي آهي.
- دنيا جي ايڏي وڏي واقعي بابت سنڌ جي صرف ٽن ڪتابن ۾ ذڪر ملي ٿو جن مان هڪ اهم ڪتاب جهوڪ جي درگاهه سان لاڳاپيل صوفي حضور بخش جو سنڌيءَ ۾ لکيل آهي جنهن جو عنوان ”صوفي شاهه عنايت شهيد“ آهي. ٻيو مواد پير حسام الدين راشدي ۽ ڊاڪٽر نواز علي شوق جي لکڻين مان ملي ٿو جڏهن ته اردو ٻوليءَ ۾ ان تي مرحوم سبط حسين هڪ ننڍڙو ڪتاب لکيو آهي. پير حسام الدين راشدي شاهه شهيد کي سنڌ جو پهريون سوشلسٽ صوفي سڏيو آهي.
- هن وقت جهوڪ ۾ شاهه شهيد جو روضو ۽ درگاهه جي گادي نشينن جا بنگلا ته بهتر حالت ۾ آهن پر ”شهادت گاهه“، ”گنج شهيدان“ ۽ ميرانپور جي جنگ واري ميدان جي سار لهڻ وارو ڪو ڪونهي.
- سنڌ ۾ اسان وٽ هن موضوع تي نه ڪا ڊاڪيومينٽري آهي، نه انگريزي ۾ ڪو ڪتاب آهي ۽ نه انٽرنيٽ تي ڪو خصوصي ويب سائيٽ آهي. هڪڙو ويب سائيٽ جهوڪ جي گادي نشين جي نالي تي انٽرنيٽ تي موجود آهي ۽ ان ۾ شاهه شهيد جي زندگيءَ بابت ڪجهه مواد ضرور آهي پر ان موضوع تي الڳ ويب سائيٽ جي ضرورت آهي.
- سو متان وساريو ته جڏهن جهوڪ واري جنگ جاري هئي ان وقت پٺائي جي جواني هئي، هن 28 ورهيه عمر ۾ جهوڪ تي ڪيترائي بيت لکيا ۽ هڪ بيت ۾ چيو اٿس ته ”ڏَڙُ ڍونديان، سِر نه لهان، سِر ڍونديان ڏَڙُ نانهه، هٿ ڪَرايون آڱريون ويون ڪپجي ڪانهن، وحدت جي وهانءِ، جي ويا، سي وڍيا“.

جمعو 14 جولاءِ 2006ع

متان وساريو ته

- سرير جي صحت صحيح رکڻ لاءِ طبي ماهر صلاح ڏيندا آهن ته ”کائو گهٽ ۽ ورزش وڌيڪ ڪريو“.
- پر اسان کائيندا گهڻو آهيون ۽ ورزش گهٽ ڪندا آهيون.
- بيماري شهري ماڻهن کي وڌيڪ ۽ ٻهراڙي جي ڳوٺاڻن کي گهٽ ٿئي ٿي، شايد ان ڪري جو ڳوٺاڻا ماڻهو پنهنجي روزاني زندگيءَ ۾ ورزش يا ڪم ڪار گهڻو ٿا ڪن ۽ شهري ماڻهو ٻيهڪ گهٽي ٿا ڪن.
- قدرتي ماحول ۽ آبهوا جي لحاظ کان به ٻهراڙيون شهري علائقن کان بهتر آهن. اها ٻي ڳالهه آهي ته ڪنهن کي واڳڻ وائي ته ڪنهن کي بصر بعدي.
- البت ٻهراڙين ۾ ”انڌيري نگري ۽ چرپٽ راجا“ وارو نظام آهي، ان ڪري اتي ماهر ڊاڪٽرن جي جاءِ تي نيم حڪيم ۽ نيم حڪيمن کان وڌيڪ سگهي ڏاڍي وارا ۽ ڪاني ڪرامت وارا پهتل شخص وينا آهن جن جي ڦوڪ ڏيڻ سان هيپاٽائيٽس بي وارو اهو وائرس به مري وڃي ٿو جنهن کي ناس ڪرڻ ۾ سڄي دنيا جا طبي سائنسدان اڃا تائين ڪامياب ٿي نه سگهيا آهن.
- سنڌ جي ڳوٺن ۾ ماڻهو بيمار ٿين ٿي ڪونه، پر جي ٿين ته پوءِ انهن جو بچڻ محال هوندو آهي ڇاڪاڻ ته اتي علاج جون سهولتون گهٽ هونديون آهن، نيم حڪيم ساڳي سئي سڄو سال هلائيندا آهن ۽ غلط سئي سان ڪو مري ويندو ته چوندا عمر ايتري هئس.
- سنڌ جي شهرن ۾ هر ماڻهو بيمار آهي، سڄي عمر علاج هلي ٿو ۽ پوءِ ليکي لٿي پٿي سخيءَ ۽ موذيءَ جو ٻارهين مهيني ليکو هڪ جيترو.
- سنڌ کي انگريز ”گرمي ۽ ڌوڙ واري سرزمين“ (Land of Heat and Dust) ڪوٺيندا هئا. اهو ئي سبب آهي جو سنڌ ۾ ٽي بي وڌيڪ آهي. سنڌ جون ٻيون روايتي بيماريون مليريا ۽ گڙدن جي خرابي آهي.
- پر هاڻي دنيا ترقي ڪئي آهي ان ڪري هيپاٽائيٽس سي ۽ بي به جام آهي، مٺن پيشابن واري ذيابيطس ۾ به ڪا گهٽتائي ڪانهي ۽ چلم، حقو، پن جي ٻيڙي توڙي سگريٽ پيئڻ ڪري دل جا دورا به ڏاڍا ڏڦ پئجي رهيا آهن. باقي ڪسر ٺرو، هيروئن، آفيم، ڀنگ، شراب، چرس ۽ تماڪ وارو پان پوري ڪري رهيا آهن.

- چيني ٻوليءَ ۾ هڪ چوڻي آهي تہ ”ماڻهو پنهنجي قبر پنهنجن ڏندن سان کوٽيندو آهي“.
- جن انگريزن مهين جي دڙي ۾ کوٽائي ڪئي هئي ۽ لڌل انساني هڏاون پڃرن جو اڀياس ڪيو هو انهن جو چوڻ هو تہ سنڌو تهذيب جي ڪجهہ ماڻهن کي پٺيءَ جي ڪنڌي جي مٿئين حصي ۾ هڏن جي سور واري بيماري ”آرٿرائيٽس“ هوندي هئي ۽ ٻي ڏندن جي بيماري عام هئي.
- سو متان وساريو تہ پنائيءَ سنڌي ماڻهن جي جسماني ۽ روحاني بيمارين جو هڪ ئي علاج هڪ بيت ۾ تجويز ڪيو آهي تہ ”ڪِي سمهہ، ڪِي جاڳ، ڪاءِ اڏوروأن، تہ جا مورت تنهنجي مَنِ، تنهن مشاهدو ماڻئين“.

ڇنڇر 15 جولاءِ 2006ع

متان وساريو تہ

- ڪراچي جو هڪ پڙهيل ڪڙهيل نوجوان تر گهمڻ ويو. اتي تر جي واري ڏسي، پٽون، چوُنرا، ڏهن ترايون ۽ ڇهہ ڇهہ سو فٽ اونها پاڻيءَ جا کوهہ توڙي غريب مارو ماڻهو ڏسي کين مشورو ڏنائين تہ اوهان ڪراچي لڏي هلو. اتي ڪمائي هلو ڪائو. هتي رڃ ۾ اوهان کي ڪهڙو مزو تو اچي؟
- ان تي تر جي هڪ پڙهيل ڪڙهيل نوجوان کيس چيو تہ مون ڪراچي جو شهر ڏٺو آهي. سچي تر جي جملي تاڻن تي پوري سال ۾ ورلي ڪا قتل جي ايف آءِ آر داخل ٿيندي آهي، جڏهن تہ ڪراچيءَ ۾ هڪ ڏينهن اندر ڇويهہ ڇويهہ انساني لاش ڳوٺين ۾ سبي رودن تي اڇلايا ويا آهن.
- ڪراچيءَ جي ڪلفٽن ۽ ڊفينس جهڙن شاهوڪار علائقن ۾ پاڻيءَ جو ڏڪار رهي ٿو. جنهن ڪري ٽئنڪرن جو پاڻي خريد ڪيو ويندو آهي، پر هتي تر جي کوهن جي تري ۾ هميشہ پاڻي موجود آهي، اڌ رات جو بہ ڪڍي استعمال ڪري سگهو ٿا.
- ڪراچي ۽ سنڌ جي ٻين علائقن ۾ ياجي رڌڻ مهل ٽماٽو استعمال ڪيو ويندو آهي، پر اهو بڪين ۾ پٿري بہ پيدا ڪري وجهندو آهي، چاڪاڻ تہ ان ۾ ڪئلشيم بہ آهي. ان جي مقابلي ۾ تر جو ڇيڙ ڪتو بہ ٿئي، وٿامن سي بہ جام اٿس ۽ بڪين ۾ پٿري بہ نہ ڪري.
- تر ۾ وسڪارا ٿين ۽ برساتون پون تہ تر ڪشمير ٿي پوي ۽ اهڙي هوا لڳي جو مئل جيوَ بہ چڙ جيئرا ٿي پون. ان جي مقابلي ۾ ڪراچي ۾ وڏا مينهن پئجي وڃن تہ مهينو رودن تي گندو پاڻي بيهي وڃي.
- ڪراچي جي ڪنهن دوست کي چئبو ”ملين نہ ٿو“ تہ چوندو ”ڏاڍو مصروف آهيان“، جڏهن تہ رود تي ٽريفڪ جام هئڻ ڪري ڪلاڪن جا ڪلاڪ هڪ جاءِ تي ماڻهو ڦاٿو پيو هوندو آهي. ان جي مقابلي ۾ تر ۾ اٺ تي، گهوڙي تي، پنڌ يا ڪيڪڙي تي چڙهي سفر ڪيو تہ اوهان آڏو سيئي رستا کليل هوندا ۽ جڏهن شام يا رات ٿيندي تہ ڪچهريون ڪنديون ٿي ڪو نہ.
- ڪراچيءَ ۾ اوهان کي رات جو آسمان ۾ نہ تارا ڏسڻ ۾ ايندا ۽ نہ چنڊ جي روشني زمين تائين پهچندي. ان جي مقابلي ۾ تر جي آسمان ۽ اڻٽيهين اونداهي رات جو پڻ تارا هيٺ زمين تي گس ڏيکاريندا ۽ ٽين چوٿين تاريخ جي چنڊ جي چاندوڪي اوهان کي چٽي نظر ايندي.

متان وساريو

- سو متان وساريو ته پنائي چيو هو ته "ماڙيءَ چڙهي ڏٺام پکا پنهوارن جا_ هڪ اڳيئي سهٽا، ويتر مينهن اٿانِ_ کهڙا ڏوهه ڪيام، جو ٿر مارو آءُ ماڙئين؟؟

آچر 16 جولاءِ 2006ع

متان وساريو تہ

- اڄ سنڌي صحافت جي شهيد فقير محمد لاشاريءَ جي ورسي آهي.
- موت جون ڪي اهڙيون بہ خبرون ملنديون آهن جن تي شڪ شبهہ نہ هئڻ جي باوجود اعتبار نہ ايندو آهي. فقير لاشاري، ڊاڪٽر اسماعيل اوڍيجو ۽ جڳديش ملاڻي جي حادثاتي لاڏاڻي جي خبر ان نوعيت جي هئي.
- پيارن ماڻهن جون ورسيون ملهائڻ ايئن آهي جيئن ناسور جي اڻ ڇٽل ڦٽ جو ڪرنڊ رهڙي ۽ روڙي لاهي ڇڏجي ۽ روح کي رتورت ڪري ڇڏجي.
- جيڪڏهن موت برحق آهي تہ اها بہ حقيقت آهي تہ ڪن ماڻهن جي موت کي قبول ڪرڻ ماڻهوءَ جي وس ۾ نہ هوندو آهي، ڇاڪاڻ تہ سائنسي طور موت انسان جي بايوڪيميڪل انجڻ جي خراب ٿي بند ٿيڻ واري ڪيفيت جو نالو ضرور آهي پر عشق بہ تہ سائنس آهي. آخر پيار جي جذبي پويان بہ تہ ڪي اليڪٽرو مئگنيٽڪ ۽ ٻيا سائنسي عوامل ڪارفرما هوندا آهن.
- فقير لاشاريءَ سان ڪنهن جو ذاتي لڳاءُ پنهنجي جاءِ تي پر هن جو اڻ مندائتو موت سنڌي ادب ۽ صحافت لاءِ وڏو ڌڪ هو.
- پٺائيءَ تي لکندي ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ ازرا پائونڊ جو هڪ قول درج ڪيو هو تہ اٺ ڪتابن جا لکڻ کان بهتر آهي تہ لفظن جي مدد سان زندگيءَ ۾ صرف هڪڙو حسين چٽ (Image) تخليق ڪيو وڃي.
- فقير اهڙا الائي تہ ڪيترا چٽ چٽيا هئا پنهنجين لکڻين ۾ جڏهن هو روزانہ عوامي آواز ۽ روزانہ جاڳو جو ايڊيٽر هو ۽ ريڊئي پاڪستان جي رسالي لاءِ ليک لکندو هو ۽ ادبي ميڙن ۾ سنڌ ۽ سنڌي سماج جي مسئلن ۽ مامرن تي لکيل ۽ اڻ لکيل تقريرون ڪندو هو.
- سڄي دنيا جي صحافتي ڪلچر جي اها مڃيل حقيقت آهي تہ پرنٽ ميڊيا ۾ ڪنهن اخبار ۾ جيڪا لکڻي گهٽ ۾ گهٽ پڙهي ويندي آهي اهو ان اخبار جو ايڊيٽوريل هوندو آهي. پر جڏهن فقير لاشاري سنڌي اخبارن ۾ ايڊيٽوريل لکيا تہ عام ماڻهن ۽ پڙهندڙن اهي مڙهائي پنهنجن گهرن ۾ رکي ڇڏيا. ان جو ڪارڻ اهو هو تہ ايڊيٽوريل ۾ اخباري ادارو حڪومت سان مخاطب ٿيندو آهي جڏهن تہ فقير پنهنجن ايڊيٽوريلن ۾ سڌو سنئون سنڌي عوام سان مخاطب ٿيندو هو.
- سو فقير لاشاري جيڪڏهن هيئنر تائين اسان سان گڏ هجي ها تہ هوند

متان وساريو

سنڌي ٻولي، ادب ۽ صحافت ۾ انوکا واڌارا اچن ها. ان ڪري هن جي جدائي نہ رڳو ذاتي هاڃو ثابت ٿي آهي پر سنڌ جو قومي سانحو پڻ.

- اها ٻي ڳالهہ آهي تہ ڪئناڊا جي مارڪسسٽ مصنف ڊائسن ڪارٽر سچ چيو آهي تہ "THERE IS NO WOUND THAT LIFE CANNOT HEAL." يعني اهڙو ڪو بہ زخم ڪونهي جيڪو زندگي ڇٽائي نہ سگهي يا اهڙو ڪو بہ گهاءُ ڪونهي جيڪو جيون ڀري نہ سگهي. برابر حياتي من ڪي آيل جهيرن تي ملم پٽي رکڻ جو ڪم ڪندي آهي.
- پر ڪڏهن ڪڏهن ايئن بہ ٿيندو آهي جيئن ايم ـ جي اڪبر لکيو هو تہ "TIME DOES NOT NECESSARILY HEAL IN INDIA." يعني "ضروري ناهي تہ وقت هندستان جي ورهاڱي واري ڦٽ کي ڇٽائي سگهي".
- سو متان وساريو تہ اهو ضروري ناهي تہ وقت فقير لاشاريءَ جي وڇوڙي واري سور کي وسارڻ ۾ مددگار ثابت ٿئي.

"اندرايءُ اهنج، سانديج سڪائون ڪري". ڀٽائي.

سومر 17 جولاءِ 2006ع

. متان وساريو تہ

- انٽرنيٽ اچ ڪلهہ هر مرض جو علاج ٿي پئي آهي!
- چون ٿا تہ هندستان جي هڪ ڳوٺ ۾ هڪ پيرسن جون اکيون اٿي پيون، سو هو گهران نڪري هڪڙي حڪيم ڪان دوا وٺڻ لاءِ روانو ٿيو.
- ڏسي تہ جتي ڪچي جاءِ ۾ حڪيم جو دواخانو هوسا جاءِ آهي ٿي ڪانہ، ۽ اتي شيشي جي درن سان نئين جاءِ ٺهي پئي آهي.
- هن دروازو کڙڪايو تہ حڪيم بدران هڪ نوجوان ڇوڪري نڪري آئي. پيرسن ان ڇوڪريءَ کي ٻڌايو تہ جواني جي زماني کان وٺي هو هڪ حڪيم ڪان دوا وٺندو هو جنهن جو دواخانو هتي ڪچي جاءِ ۾ هوندو هو.
- ڇوڪريءَ پيرسن کي ٻڌايو تہ اهو زمانو گذري چڪو آهي، اهو حڪيم هتان هليو ويو آهي ۽ هن نئين جاءِ ۾ ڪمپيوٽر جو دڪان کلي ويو آهي.
- بهرحال ڪمپيوٽر تي انٽرنيٽ جو ڪاروبار ڪندڙ ان ڇوڪريءَ پيرسن کي اندر سڏي وهاريو ۽ هندستان جي وڏي ۾ وڏي.اکين جي سرجن جو ويب سائيٽ کولي هن کي پيرسن جي اکين جي تڪليف بابت ڄاڻ ڏني.
- ملڪ جي وڏي ۾ وڏي اکين واري ڊاڪٽر ڪمپيوٽر جي ڪئميرا ذريعي پيرسن جي اکين کي تپاسيو ۽ چيٽنگ ذريعي هن کان وڌيڪ ضروري حال احوال وٺي هڪ نسخو لکيو جنهن ۾ هن جي اکين جي علاج لاءِ دوائون لکيل هيون.
- ڪمپيوٽر جي دڪان واريءَ ڇوڪريءَ ملڪ جي وڏي ۾ وڏي اکين جي ڊاڪٽر جو لکيل نسخو پرنٽ ڪري اهو پنو پيرسن جي هٿ ۾ ڏنو. پيرسن جيڪو نيم حڪيم ڪان دوا وٺڻ آيو هو سو ماهر ڊاڪٽر جو علاج وٺي گهر موٽي ويو.
- سو متان وساريو تہ ڪمپيوٽر ٽيڪنالاجيءَ ۾ اهڙي ترقي سنڌ ۽ پاڪستان ۾ بہ ٿي سگهي ٿي ۽ هتان جا غريب ماڻهو بہ دنيا جي سائنسي ترقيءَ مان لاڀ ماڻي سگهن ٿا. اهو سڀ ڪجهہ ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟ اچو تہ ان تي سوچيون!!

اڱارو 18 جولاءِ 2006ع

متان وساريو تہ

- ڊاڪٽر اسماعيل اوڊيجو سنڌ پيپلز پارٽي جي ذهين ترين مڊل ڪلاسي ليڊرن مان هڪ هو.
- 1983ع جي ايم آر ڊي تحريڪ دوران جڏهن هن سان سکر جيل ۾ ملاقات ٿي تہ ان وقت هو محترمہ بينظير ڀٽي جي فرمائش تي ڀٽو ازم تي ٿيسز لکي رهيو هو.
- هو سيئين وصفين سهڻو ماڻهو هوندو هو. هن جي ڳالهائڻ ۽ اٿڻ ويهڻ جي اسٽائيل بيحد حسين هوندي هئي، بدين جي ماتلي واري علائقي سان تعلق رکڻ ڪري ٻوليءَ جو لاڙي لهجو هوندو هوس، ڪاپي هٿ سان لکندو هو ان ڪري "ڪاپڙي" سڏبو هو ۽ ٻوڪ چرچا اهڙا ڪندو هو جو ٻڌي ماڻهو دنگ رهجي ويندو هو.
- سکر جيل ۾ سيني قيدين سان ياري دوستي نباهيندڙ ڊاڪٽر اوڊيجو تنهن زماني ۾ انڊر گرائونڊ ڪميونسٽ پارٽي جي ڪرشماتي ليڊر ڪامريڊ جام ساقيءَ سان ڏاڍو گهرو هوندو هو. جڏهن تہ يوسف جکراڻي ۽ پ پ جي مير هزار خان بجاراڻي، آفتاب شعبان ميراڻي، منظور مارفاڻي ڪان علاوه ٻين پارٽين جي ليڊرن ۽ ڪارڪنن جو پڻ گهاٽو دوست هوندو هو.
- جيل مان نڪرڻ ڪانپوءِ ٻي ٻيءَ جي ٻهرين دور حڪومت ۾ چئن وزارتن (ناٽو، سياسي معاملا، يوٿ افيئرس ۽ سوشل ويلفيئر) جو مالڪ ٿيو. پنهنجي آفيس ۾ ويٺو هو تہ ڪامريڊ جام ساقي ۽ ٻيا ڪجهہ دوست گڏجي وٽس چانهہ پيئڻ وياسين. هن گهنٽي وڄائي ۽ بيري کي چيو تہ ڪامريڊ آيا آهن، چانهہ ٺاهہ پر ڪوپ ۽ ساسرين جون ڪناريون ڀڃي ڪٽي اڇجان جو هي ڪميونسٽ اعليٰ نسل جي ٿانون ۾ ڪائڻ پيئڻ پسند نہ ڪندا آهن.
- جام ساقيءَ کي جيل ۾ چوندو هو تہ تون شگر جو مريض آهين، تنهنجي شهادت لاهور جي شاهي قلعي ۾ تہ ٿي نہ سگهي پر هاڻي چانورن کائڻ سبب ضرور ٿيندي.
- پاڻ جيل ۾ آيو تہ چيائين، "يار! چڱو ٿيو جو جيل ۾ وڌائون، پوئتي ماتليءَ ۾ اسپتال سگريٽن جا پئسا بہ مس ڪيندي هئي. هتي فتحياب علي خان جي زال آسٽريليا جا چيزتي ڪٽي اچي جيڪي ڪائون ٿا ۽

ولائتي سگريٽ پيون ٿا. جيل ٽنڊ ڪانپوءِ سکر جيل ڄامشوري جي انٽرنيشنل هاسٽل تي پيو آهي خدا ڪري سدائين ائين ۽ اتي ئي هجون!!"

- سو متان وساريو ته "ڪڏهن ڳاڙها گهوٽ، ڪڏهن مڙهه مقام ۾ ـ سندو واريءَ ڪوٽ، اڏي اڏبو ڪيترو؟" "جَرَتي ڦوٽو جيئن، لهر لڳندي اڏ ٽٽي، تون پڻ آهين تيئن، دنيا ۾ ڪوڏينهڙو". "فاني ڙي فاني، جنهن دنيا سان تو دوستي". پڙهائي.

اربع 19 جولاءِ 2006ع

متان وساريو تہ

- حڪومت، عوام جي ٽئڪسن تي هلندي آهي جنهن جي معنيٰ اها آهي تہ حڪومت کي پگهار عوام ڏيندو آهي ۽ ان لحاظ کان مالڪ عوام ۽ ملازم حڪومت هوندي آهي.
- اها آئيني ۽ قانوني پوزيشن آهي، عملي صورتحال البتہ ان جي ابتڙ آهي.
- بهرحال جيئن تہ سنڌ حڪومت، سنڌ جي عوام جي پگهار تي هلي ٿي ان ڪري پگهار ڏيندڙ عوام حڪومت جا ڪي فرض مقرر ڪيا آهن. سڀ کان اول حڪومت جو فرض آهي عوام جي زندگي، عزت ۽ ملڪيت Life, Honour and Propertyجي حفاظت ڪرڻ. ان کان پوءِ باقي بين شعبن ۾ حڪومت کي عوام جي خدمت ڪرڻي آهي جيڪي سياسي، سماجي، ثقافتي، لساني، ادبي ۽ ماحولياتي وغيره آهن.
- سنڌ حڪومت، سنڌي عوام جي تعليم، ثقافت، ادب ۽ صحت وغيره لاءِ صوبائي کاتا کوليا آهن ۽ ٻولي، ادب ۽ ثقافت لاءِ سنڌي ادبي بورڊ، سنڌي لئنگويج اٿارٽي، سنڌ الاجي، ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز، سنڌ ميوزيم ۽ سنڌ ٽيڪسٽ بورڊ وغيره جهڙا ادارا قائم ڪيا آهن جن جو ڪنٽرول مختلف سرڪاري ۽ نيم سرڪاري ادارن وٽ آهن.
- ڪالهہ سنڌ حڪومت هڪ خبر مطابق سنڌي ادبي بورڊ جو سيڪريٽري انعام شيخ بدران اعجاز منگي کي مقرر ڪيو آهي.
- ادارا هلائڻ لاءِ ڪو بہ هڪ ماڻهو ڪافي ناهي هوندو. اهو بہ ضروري ناهي تہ ڪو صوبائي وزير جنهن کاتي جو سربراهہ آهي ان شعبي ۾ مهارت رکندڙ هجي. هتي حڪومتون سياستدان ۽ سياسي پارٽيون ناهين ٽيون جيڪي اثر رسوخ تي وزارتون وٺن ٿيون. ان حوالي سان تازو وڏي وزير جو بيان بہ ڇپيو آهي تہ فلاڻي کاتي ۾ گهٽ ماڻهن جون اکيون آهن پر مان اهو پاڻ وٽ رکندس.
- سو بين کاتن لاءِ بيون حڪمت عمليون ٿي سگهن ٿيون پر سنڌي ٻولي، ادب ۽ ثقافت وارن شعبن کي هلائڻ لاءِ بهتر صلاح اها ٿي سگهي ٿي تہ سينئر ۽ جونيئر ليکڪن ۽ اديبن جي ”سپريم ڪائونسل“ ناهي انهن جي سفارشن تي سنڌي ادبي بورڊ، سنڌي لئنگويج اٿارٽي، سنڌي ٽيڪسٽ بڪ بورڊ، سنڌ الاجي، سنڌ ميوزيم ۽ ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز

ڪي هلايو وڃي ڇاڪاڻ تہ اهوئي جمهوري ۽ ماهرانہ طرز عمل ٿي سگهي ٿو.

- سيڪريٽري جو فرض هجڻ گهرجي تہ اهو اديبن جي سپريم ڪائونسل جي سفارشن تي عمل ڪري ۽ اديب جي حيثيت ۾ پنهنجي ذاتي سفارش درج ڪرائي.
- سو متان وساريو تہ ادبي بورڊ لاءِ انعام شيخ بہ اڪين تي تہ اعجاز منگي بہ اکين تي پر اڳتي هلي سيڪريٽري جي تقرريءَ جو اختيار بہ جيڪڏهن اديبن جي تجويز ڪيل سپريم ڪائونسل کي ڏنو وڃي ۽ دلچسپي رکندڙ اديب واري ڦيري سان سيڪريٽري ٿي خدمت ڪندا رهن تہ شايد Good Governance وارو مقصد بہ بهتر طور تي ادا ٿي سگهي!!

خميس 20 جولاءِ 2006ع

مٿان وساريو ته

- سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي عظيم شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائي جو يومِ ولادت يا جنم ڏينهن 27 جولاءِ تي ڀٽ شاهه تي ملهايو ويو.
- اهڙو اعلان ڀٽائي درگاهه جي گادي نشين سيد نثار حسين شاهه ڪيو آهي ۽ چيو اٿس ته اهو پروگرام "شاهه لطيف فائونڊيشن" پاران ترتيب ڏنو ويندو.
- گذريل سال ڀٽائي صاحب جو جنم ڏينهن ڀٽائيءَ درگاهه جي گادي نشينن 6 آگسٽ (2005ع) تي ڀٽ شاهه تي ملهايو هو. البته اها چنڊ جي تاريخ 2 رجب ڪري ملهائي ويندي آهي.
- هوڏانهن هند جو سنڌي اسڪالر ٻلديو مٽلاڻي جيڪو ممبئي يونيورسٽي جي سنڌي ڊپارٽمينٽ جو سربراهه آهي ۽ جنهن "شاهه ۽ سچل جو تقابلي اڀياس" جي عنوان تي ٿيسز لکي پي ايچ ڊي ورتي آهي ان جو چوڻ آهي ته ڀٽائي صاحب جي ولادت 14 صفر يا ڪي ڏينهن اڳ پوءِ ٿي آهي.
- عام طور چيو ويچي ٿو ته ڀٽائي صاحب 14 صفر 1102 هجري مطابق 1689ع تي جنم ورتو ۽ 14 صفر 1165 هجري مطابق 1752ع تي وفات ڪئي. جڏهن ته سندس عمر ايتري (63 سال) هئي جيتري اسلام جي پيغمبر جي هئي.
- ان سلسلي ۾ بدرابڙي جي تحقيق مختلف آهي. هن ڪمپيوٽر جي مدد سان اسلامي ڪئلينڊر ۽ عيسوي سن کي ڀيٽي دعويٰ ڪئي آهي ته ڀٽائي صاحب جو جنم 15 نومبر 1690ع ۽ وفات 1 جنوري 1750ع آهي. ان حساب سان ڀٽائي صاحب جي عمر 16 ڏينهن، هڪ مهينو ۽ 59 سال هئي.
- سنڌ جي تاريخ جو اهو الميو هاٽي صديون پراڻو ٿي چڪو آهي ته اسان کي پنهنجي وطن سنڌ ۽ مادري زبان سنڌي ٻوليءَ جي وڏي ۾ وڏي شاعر جي جنم جي جاءِ، جنم جو ڏينهن، وفات جي تاريخ ۽ زندگيءَ جو حال احوال يعني بايوگرافيءَ جي ڪابه خبر ڪانهي. مير عبدالحسين سانگي جي "لطائف لطيفي" ڪتاب کان علاوه اسان وٽ ٻيو ڪوبه ڪتاب ڪونهي جنهن ۾ شاهه لطيف جي بايوگرافي يعني زندگي جو احوال لکيل هجي. فارسي ٻوليءَ ۾ اهو ڪتاب سانگيءَ 1888ع ۾ ڀٽ تي ويهي لکيو هو.

- سو اڇو تہ ھاڻي اھو روئڻ بند ڪري اھو سوچيون تہ پيئائي صاحب جنھن بہ تاريخ تي جنم ورتو ھو پر اسان پنھنجي ماضي، حال ۽ مستقبل جو جنم ڏينھن ان تاريخ تي ملھايون ٿا جيڪا پيئائي درگاھ جي گادي نشين پڏري ڪئي آھي پر سوال اھو آھي تہ سنڌ جي سياسي ۽ ثقافتي وحدت الوجود ۽ سنڌ جو انئسائيڪلو پيڊيا رسالي ۾ رقم ڪندڙ عظيم شاعر جي جنم ڏينھن کي اسان ڪيئن ڪري ملھائينداسين؟
- پيئائي درگاھ جي گادي نشينن ۽ ”شاھ لطيف فائونڊيشن“ کان علاوه ڇا ھي اھم ڏينھن پاڪستان جي وفاقي حڪومت نہ ملھائيندي جيڪا اڄ ڪلھ مذھبي تنگ نظريي ۽ فرقيوارانہ دھشتگرديءَ خلاف جنگ ڪري رھي آھي. ڇا ڪيس اھا خبر ناھي تہ پيئائي جو صوفي ازم وارو مذھبي فلسفو ملائيت واري دھشتگردي جي اينٽي ٿيسز (توڙ جواب يا علاج) آھي؟
- ڇا اسلامي دنيا جي ھن عظيم فيلسوف جي جنم ڏينھن تي سنڌ حڪومت ڪو پروگرام نہ رٿيو آھي، سنڌ اسيمبلي شاھ لطيف جي جنم ڏينھن تي ڪو مبارڪباد جو پيغام جاري ڪيو آھي، سنڌ ثقافت کاتي، ڀٽ شاھ ثقافتي مرڪز، شاھ لطيف چيئر ڪراچي يونيورسٽي، سنڌالاجي، سنڌي لئنگويج اٿارٽي، سنڌي ادبي بورڊ، سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ، وفاقي لوڪ ورثا ۽ ڪراچي جي سٽي ڊسٽرڪٽ گورنمينٽ توڙي سنڌ جي ٻين ضلعن جي ڊسٽرڪٽ گورنمينٽس ھن موقعي تي پنھنجي پنھنجي پاران ڪو پروگرام تيار نہ ڪيو آھي؟؟
- ڇا اھو سنڌ الاجي کي ٻڌائڻ ضروري آھي تہ شاھ جو رسالو سنڌ الاجي آھي؟ ڇا سنڌي لئنگويج اٿارٽيءَ کي خبر ناھي تہ سنڌي ٻوليءَ جي لسانيات جو گرامر پيئائي لکي ويو آھي؟ ڇا سنڌي ادبي بورڊ نہ ٿو ڄاڻي تہ شاھ جو رسالو سنڌي ادب جو وڏي ۾ وڏو ڪتاب آھي؟
- سو متان وساريو تہ پلي تہ حڪومتون ۽ ڪامورا شاھ لطيف کي وساري ڇڏين پر سنڌ جو عوام پنھنجي عظيم شاعر کي 27 جولاءِ تي ضرور ياد ڪندو ۽ ان ڏينھن سج لٿي کان سج اڀرڻ تائين پيئائي جا راڳي فقير شاھ جو ڪلام تنبوري جون تارون ڇيڙي ڳائيندا. عام ماڻھو سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ کان موٽر گاڏيون بڪ ڪري ڀٽ شاھ تي ايندا جتي ميلو لڳندو ۽ ڀٽ سڄي رات جاڳندي!!!

ساري رات سبحان، جاڳي جن ياد ڪيو.

ان جي عبداللطيف چئي، مٿيءَ لڏو مان،
ڪوڙين ڪن سلام، اچيو آسڻ اِن جي.
جمعو 21 جولاءِ 2006ع

متان وساريو تہ

- نئن گاج ننڍي کنڊ جي وڏي ۾ وڏي جابلو ندي آهي جيڪا ايران جي اپرندي سرحد لڳ الهندي بلوچستان جي ڪنهن جابلو علائقي مان نڪري، سڄو بلوچستان لتاڙي، سنڌ جي دادو ضلعي جي جوهي تعلقي ۾ کيرٿر وارن جبلن کي ڪرٽ جان ڪپي ٻاهر نڪري ٿي ۽ منڇر ڍنڍ ۾ ڇوڙ ڪري ٿي.
- هن نئن جو بلوچستان ۾ نالو "ڪولاچي نئن" آهي ۽ جڏهن سنڌ ۾ داخل ٿئي ٿي تہ اتي ان جو نالو "گاج نئن" آهي چاڪاڻ تہ اتاهين کان هيٺ لهڻ ڪري هن جابلو نديءَ جو پاڻي گجگوڙون ڪندو سنڌ ۾ داخل ٿيندو آهي.
- سنڌ ۾ وڏي ۾ وڏي ندي "سنڌو" آهي ۽ ٻيو نمبر وڏي ندي گاج آهي جنهن هڪ سال دوران اٺ لک ڪيوسڪ پاڻي سنڌ ۾ آندو هو. اڄ ڪلهہ سنڌو درياءَ ۾ جي اٺ لک ڪيوسڪ پاڻي اچي تہ هوند وچولي درجي جي ٻوڏ اچي وڃي.
- ڪو زمانو هو جو سنڌ جي هيءَ وڏي ۾ وڏي جابلو ندي جوهي تعلقي ۾ ڪاسبي ڳوٺ لڳ گاج بنگلن وٽان پنهنجي ڏاٽ سان نڪري دادو شهر کي ٻوڙي سڌو سنڌو درياءَ ۾ ڇوڙ ڪندي هئي. ان زماني ۾ ڪوٽڙي بئراج بہ ڪونہ هوندو هو. ان ڪري اهو سمورو پاڻي درياءَ جي پڇاڙ ۾ انڊس ڊيلٽا کي آباد ڪري سمونڊ ۾ وڃي ڇوڙ ڪندو هو.
- هي اهو زمانو هو جڏهن 1830ع کان اڳ سنڌو درياءَ جي پڇڙيءَ ۾ 150 ايم اي ايف پاڻي ويندو هو. هاڻي سموري انڊس رِوَرِ سسٽم ۾ ايترو پاڻي (150 MAF) ڪونهي. سنڌ جو ڇوڙ آهي تہ جملي پاڻي 104 MAF آهي ۽ پنجاب 114 MAF جي دعويٰ ڪري ٿو.
- سنڌ جي پڇڙيءَ کي پاڻي جو پهريون راتاهو ان وقت آيو جڏهن انگريزن نئن گاج جي منهن آڏو "تِير پت" ڏني. ان پت جو صحيح نالو "يرٽ پت" آهي چاڪاڻ تہ اها پت "تيرٽ قبي" نالي هڪ ماڳ کان ڏنل آهي جيڪو گاج بنگلن وٽ نئن جي الهندي ڪناري تي هاڻي بہ موجود آهي.
- نئن گاج جو جيڪو بہ پاڻي اپرندي ايران ۽ الهندي بلوچستان کان وهي سنڌ ۾ اچي ٿو ان کي تيرٽ پت سان روڪي ان مان نَو ڪئنال ڪڍيا ويا آهن جيڪي ڪاڇي جي وسيع علائقي ۾ لغاري، شاهاڻين ۽ ٻين

زميندارن جون زمينون آباد ڪن ٿا ۽ پوءِ جيڪو ٿورو گهڻو پاڻي بچي ٿو سو منڇر ڍنڍ ۾ اچي ٿو پوي.

- انگريز نئن گاج واري پاڻيءَ جي ورهاست بابت دستاويز ڇڏي ويا آهن جن ۾ ڪارو واهه، نئون واهه، سڪ نئن، پنج لوهو، نئن گاج، سڄڻ جي پٽي، آر ڊي 21 وارو پائيپ، آر ڊي 17.5 ۽ پٽ گل محمد واهه مان ڪيترا ڪيوسڪ پاڻي وهندو ۽ ان تي ڪيترا ايڪڙ آبادي ٿيندي ان جا مڪمل تفصيل موجود آهن.
- ان ڪري نئن گاج کي سنڌ جي ٻي سنڌو ندي سڏيو ويندو آهي ۽ تيرٿ پٽ کي ٻيو سکر بئراج ڪوٺيو ويندو آهي. سکر بئراج کي ست ڪئنال آهن، نئن گاج کي نَوَ واهه آهن. پر هنن واهن کي دروازا ڪونهن ان ڪري 1995ع ۾ وڏيون برساتيون پيون ته تيرٿ پٽ ٽُٽي لڙهي وئي.
- وڏي ٻوڏ ۾ تيرٿ پٽ جو پڇڻ ۽ سکر بئراج جو 31 هون دروازو ٽٽڻ (1983ع ۾) جو سبب ساڳيو هو. شڪار جا شوقين سنڌي ڪارتوسن جي ڇرن ٺاهڻ لاءِ تيرٿ پٽ ۽ سکر بئراج جي دروازي ۾ مضبوطي لاءِ وڌل شيهو چورائي ويا هئا جنهن ڪري سڄي سنڌ ۾ قيامت ايندي ايندي رهجي وئي هئي!
- سو متان وساريو ته تيرٿ پٽ مان انگريزن جي ڪڍيل واهن کي دروازا وجهڻ بدران واپڊا "نئن گاج ڊيم" ٺاهڻ جي نالي ۾ اربين رپين جو هڪ نئون داءُ هنيو آهي جنهن جو افتتاح فيبروري 2005ع ۾ ٿي چڪو آهي. هاڻي ڏسڻو اهو آهي ته ڪنهن سال جبلن تي وڏين برساتن پوڻ ڪري ان داءَ جي نتيجي ۾ ڇَڪو ٿو لڳي يا ٽِري ٿي پَوي!!

ڇنڇر 22 جولاءِ 2006ع

متان وساريو تہ

- اتر سنڌ جون هر ڪاتل زرعي زمينون سڪي ٺوٺ ٿي ويون آهن، پاڻي ڪونهي، سارين جو پيجارو سڙي رهيو آهي. رونبا اڃان تائين ٿي نہ سگهيا آهن ۽ جيڪو ٿورو گهڻو پاڻي رائيس ڪئنال ۾ اچي ٿو تہ ڪنهن نہ ڪنهن جاءِ تان واهہ ڪي ڪنڌ پوي ٿو ۽ اهو پاڻي ءَ چڪو بہ ذيان ٿي وڃي ٿو.
- سنڌ زرعي ملڪ آهي، ان ۾ بہ فصل ٿين، ربيع ۾ ڪڻڪ ۽ خريف ۾ چانور ۽ ڪپهہ. پنهي مان ڪو بہ هڪ فصل تباهہ ٿئي تہ اڌ ڏڪار ۽ جي پئي فصل نہ ٿين تہ سڄو ڏڪار.
- تر ۾ اڳئي ڏڪار جهڙي صورتحال آهي، چوماسي جي منڊ هڻڻ جي باوجود وسڪارا نہ ٿيا آهن. ڪاڇو باراني علائقو آهي ۽ برساتن بنا ويران پيو آهي، بئراج وارن علائقن جي واهن ۾ پاڻي ڪونهي، درياهہ سانوڻي ءَ ۾ بہ نہ پريو آهي. ڪچي ۾ مال جي جوءِ تباهہ ٿي وئي آهي، جبل تہ هونئن ئي بري رهيا آهن جو مينهن نہ وسيا آهن.
- 1976ع ۾ تربيلا ڊيم ٺاهڻ وقت سنڌ کي ڏنا پوزيون ڏنيون ويون هيون تہ ڊيم ۾ سنڌو درياهہ جو پاڻي جمع ڪري پوءِ ضرورت وقت اوهان کي فصلن لاءِ پاڻي ڏيندا سين.
- هاڻي چون ٿا تہ ڪالاباغ ڊيم تي راضي ٿيو نہ تہ سنڌ کي پاڻي ملي نہ سگهندو، ڇاڪاڻ تہ جي پاڻي جمع نہ ٿيندو تہ ضرورت وقت ڪٿان ڏيندا سين.
- سو متانۡ وساريو تہ جڏهن ٿل ڪئنال ٺاهڻ جو وقت آيو تہ سنڌ سان وات ٽڪاڻي بہ نہ ڪئي وئي، بلڪل ايئن جيئن ون يونٽ دوران اولهہ پاڪستان گورنمينٽ اوڀر پاڪستان کان پڇڻ بنا بنگال جي سٽي جو سودو ڪري ڇڏيندي هئي.

آچر 23 جولاءِ 2006ع

متان وساريو تہ

- دنيا جنھن کي پنھنجو عالمي ورثو تي سمجھي ان مھين جي دڙي جو نالو بہ اجا اسان صحيح لکي نہ تا سگھون.
- اسان ھن تھذيبي ماڳ کي ”موئن جو دڙو“ يعني مئل ماڻھن جو دڙو تا کوٺيون. سوال اھو آھي تہ جيڪڏھن ھي ماڳ ”مئل ماڻھن جو دڙو“ آھي تہ پوءِ دنيا ۾ اھي ڪھڙا قديم دڙا آھن جن ۾ ”جيئرا ماڻھو“ پوريل آھن.
- تہ پوءِ ڪاھوءَ جو دڙو، جھڪر جو دڙو، چوئل جو دڙو ۽ سنڌ جا ٻيا سوين دڙا بہ ”مئن جا دڙا“ چو نہ تا سڏجن؟
- لاڙڪاڻي ضلعي جي پراڻي لب درياءَ تعلقي ۾ سنڌو درياءَ جي ڪناري تي موجود سنڌو تھذيب جي ھن قديم دڙي جو ڪو خاص نالو ضرور آھي. اھو ڪھڙو نالو آھي؟!
- دنيا ۾ ھر جاءِ تي ائين ٿيندو آھي تہ ڪٿي بہ ڪو قديم دڙو نظر ايندو آھي تہ ان کي کوٽيندڙ ماھران جي اوسي پاسي ۾ وسندڙ ڳوٺن ۾ رھندڙ ماڻھن کان معلوم ڪندا آھن تہ ھن دڙي کي اوھان مقامي ماڻھو ڇا سڏيندا آھيو؟ اھو ئي صحيح نالو ھوندو آھي ڇاڪاڻ تہ صدين کان سيني بہ سيني اھو ھلندو ايندو آھي.
- سو 1922ع ۾ انگريزن جڏھن ھن دڙي جي اوسي پاسي ۾ ڳوٺ ٻلھڙيجي، حسن واھڻ، بگي ۽ ٻنديءَ مان معلوم ڪيو ھوندو تہ اتي جي ماڻھن کين ٻڌايو ھوندو تہ اھو ”مھين جو دڙو“ آھي. اسان چوندا آھيون ”مھون“ ھتان بہ ڪلوميٽر آھي، وڃون ٿا ”مھين“ تي وغيره وغيره.
- اھو ٻڌي انگريزن ان نالي کي انگريزيءَ ۾ ”Mohen Jo Daro“ لکيو ھوندو. ان مان ”موھن“ لفظ جي معنيٰ وٺڻ نہ گھرجي ڇاڪاڻ تہ موھن (Mohan) انگريزيءَ ۾ ٻئي طريقي سان لکيو ويندو آھي.
- سو متان وساريو تہ ھن دڙي کي ڳولي لھندڙ ھندو، بنگالي ماھر کان وٺي جملي يورپي ماھران کي ”مھين جو دڙو“ ڪوٺيندا آھن ۽ پاڪستان جا مسلمان آرڪيالاجسٽ ان کي ”موئن جو دڙو“ سڏيندا آھن.

سومر 24 جولاءِ 2006ع

متان وساريو تہ

- ڏکڻ ايشيا جي ڪنهن بہ ملڪ ۾ ڪوئلي جا ايترا وڏا ذخيرا نہ آهن جيترا سنڌ جي ٿرواري ريگستان ۾ آهن جن جو اندازو 200 ارب ٽن پڌايو وڃي ٿو.
- ٿر ۾ ڪوئلي کان علاوه گرينائيٽ جو ٿهيل سچو ڪارونجهر جبل موجود آهي جنهن جو گهيرو 36 ڪلوميٽر ۽ اوچائي 1000 فٽ آهي. ڪارونجهر مان نڪرندڙ گرينائيٽ جو چورس فٽ ٽائيل (يا سِرَ) جي ڪراچي مارڪيٽ ۾ قيمت گهٽ ۾ گهٽ هڪ هزار رپيا آهي. گرينائيٽ وارو پٿر سختيءَ ۾ هيري کان پوءِ نمبر تي اوچو پٿر تصور ڪيو ويندو آهي.
- ٿر ۾ ڪوئلي ۽ گرينائيٽ جهڙين قيمتي معدني شين سان گڏ چائنا ڪِلي يا چيني مٽي پڻ موجود آهي جيڪا هڪ اندازي مطابق هڪ سئو ڪلوميٽرن واري پٽيءَ ۾ جهجهي مقدار ۾ کوٽي ڪڍي سگهجي ٿي.
- ان جي باوجود گذريل ٽن سالن کان ٿر ۾ ڏڪار آهي. ڏهن ۽ پندرنهن لکن جي وچ تي انساني آبادي واري هن علائقي ۾ پنجيتاليهہ لک جانور آهن. چوپائي مال جي اها آبادي سڄي سنڌ ۾ سڀ کان وڌيڪ آهي.
- هن وقت جڏهن ٿر ۾ ڏڪار آهي تہ مال جو چارو کوهي ۽ انساني آبادي لاءِ کاڌ خوراڪ جي ڪمي آهي. اهڙي صورتحال ڏڪار خلاف 2006ع کي عالمي سال ڪري 17 جون تي ملهائڻ جي موقعي تي ٿي آهي.
- چوماسي جي وسڪارن جي اچا هاڻي شروعات ٿي آهي ۽ ڏسڻو اهو آهي تہ وسڪارا ڪيترا ٿا پون، ڇا هن سال فصل بہ ٿي سگهندا يا رڳو گاهہ پٽي جو بندوبست ٿيندو.
- پاڪستان ٽين دنيا جو هڪ غريب ملڪ آهي. سنڌ، پاڪستان جو ٻيو نمبر غريب صوبو آهي ۽ ٿر سنڌ جو غريب ترين علائقو تصور ڪيو وڃي ٿو. انهيءَ ٿر ريگستان ۾ ڪوئلو، گرينائيٽ ۽ چيني مٽي (جنهن مان چيني ٿانوَ بہ ٺهن، سيمينٽ ٺاهڻ ۾ بہ ڪم اچي ۽ ٻين ڪيميائي شين ٺاهڻ لاءِ بہ ڪارگر آهي) هئڻ جي باوجود ڏڪار رهي، سو ان ڳالهہ جو ثبوت آهي تہ سنڌ کي پنهنجي معدني وسيلن جي ملڪيت جو فائدو نہ ٿو ڏنو وڃي.
- اسان جي فرشتن جهڙن حڪمرانن جي لڳ ڀڳ ڪانداريندڙ تقريرن جي

باوجود اين ايف سي ايوارڊ جي ورڇ "آمدني" جي بنياد تي ٿي نہ سگھي ۽ پنجاب جي چوڻ تي ان جو بنياد "آبادي" رکيو ويو.

- ڪالهوڪي هڪ خبر مطابق صوبائي معدني وسيلن واري وزارت جي سيڪريٽري حميد آخوند چيو آهي تہ "واپڊا، سنڌ ڪان ڪوئلي جي ملڪيت کسڻ گهري ٿو" هن جو اهو بہ چوڻ آهي تہ ٿر ۾ ڪوئلي جي پيداوار وٺڻ وارو ڪم واپڊا ۽ انويسٽمينٽ بورڊ ڪرڻ نہ ٿا ڏين، جڏهن تہ آئين مطابق ڪوئلو صوبائي معاملو آهي ۽ ان حوالي سان سنڌ حڪومت جو فيصلو آخري هجڻ گهرجي.
- سو متان وساريو تہ بلوچستان ۾ "اڄ" جيڪي ڪجهہ ٿي رهيو آهي ان جو بنياد "ڪالهہ" واري صورتحال تي آهي جيڪا صفا سنڌ جهڙي هئي.

اڱارو 25 جولاءِ 2006ع

متان وساريو تہ

- ويسر هڪ اهڙي دماغي بيماريءَ جو نالو آهي جنهن ۾ انسان جي يادداشت ختم ٿي ويندي آهي.
- انسان جي يادداشت ختم ٿيڻ جا ڪيترائي ڪارڻ ٿي سگهن ٿا. مثال ڪنهن روڊ حادثي ۾ دماغ کي پهتل ڪو اندروني زخم؛ يا وري ڪو اهڙو نفسياتي مونجهارو جنهن تي انسان سوچي سوچي ٿڪجي پئي ۽ ان سوچ ڪانسواءِ ان جي دماغ مان ٻيون مڙئي سوچون ميسارجي وڃن.
- بهرحال، ڪنهن بہ سبب ڪري جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ يا قوم جو حافظو ختم ٿي وڃي تہ ان ماڻهو يا قوم کي معذور يا اپاهج سڏيو ويندو آهي.
- پر ڪڏهن ڪڏهن ايئن بہ ٿيندو آهي تہ ڪي شئيون وسارڻ سان بہ نہ وسرنديون آهن ۽ ڪي ڳالهيون ڪوشش ڪرڻ جي باوجود ياد نہ اينديون آهن: "ڪي اوڏا ئي ڏور تہ ڪي ڏور بہ اوڏا سپرين. ڪي چڙهن نہ چت تي، ڪي وسرن نہ مور۔ جيئن مينهن ڪنڌيءَ پور، تيئن دوست وراڪو دل کي" ۔ ڀٽائي.
- ۽ وري انسان جي زندگيءَ ۾ ڪي اهڙيون بہ ڳالهيون اينديون آهن جن کي انسان چاٽي واٽي وسارڻ گهرندو آهي چاڪاڻ تہ انهن کي ياد ڪرڻ سان ڪيس ذهني تڪليف محسوس ٿيندي آهي. انهن کي ٻڌڻ سان چڻ تہ ان جي ڪنن ۾ شيهو رجائي اوتيو ويندو آهي ۽ انهن جي اچارڻ سان هن جي زبان سڙندي آهي ۽ اهڙي ڪنهن منظر کي ڏسڻ سان هن جون اکيون ٽڪاءِ ڏئي ڦاٽي پونديون آهن.
- سو متان وساريو تہ شايد اهڙي ئي ڪنهن پسمنظر ۾ ڀٽائيءَ چيو هو تہ "وائي وجيم شال، ڪنن سين ڪيمَ سڻان، جي پلو ڪري پالَ تہ اکين سين انڌو ٿيان!!".

اربع 26 جولاءِ 2006ع

متان وساريو ته

- ڀٽائي صاحب جو ڏاڏو شاهه ڪريم بلڙي وارو جيڪو سورهين صدي عيسوي جو عظيم سنڌي شاعر هو، اُن جي ڪچهريءَ مان هن جو هڪ پڙ پوٽو جيئڻ ٿي اٿي پٺي ڏئي گهر روانو ٿيندو هو ته شاهه ڪريم هن جي ادب ۾ اٿي بيهندو هو ايستائين جيستائين هو اکين کان اوجهل ٿي ويندو هو.
- جڏهن شاهه ڪريم اٿي بيهندو هو ته هن جي ڪچهري ۾ ويٺل مريدن سميت سڀئي ماڻهو اٿي بيهندا هئا. هڪ ڏينهن سندس مريدن ڪانئس پڇيو ته مرشد! اوهان پنهنجي ڀين پڙ پوٽن جي احترام ۾ ته ڪونه اٿي بيهندا آهيو، هِنَ لاءِ ڇو ٿا اٿي بيهو؟ ته وراڻيائين "هن مان هڪ پٽ جو اولاد پيدا ٿيندو_ مان ان جي احترام ۾ اٿي بيهندو آهيان!!
- شاهه ڪريم جو اهو پڙ پوٽو شاهه حبيب هو ۽ جنهن جي احترام ۾ بلڙيءَ واري شاهه ڪريم جهڙو عظيم سنڌي ڪلاسيڪل شاعر ۽ صوفي بزرگ اٿي بيهندو هو سو سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جو عظيم شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ هو.
- سنڌ جي ان ماضيءَ، حال ۽ مستقبل جو يومِ ولادت اڄ ان وقت شروع ٿيندو جڏهن ٻهرين رجب وارو ڏينهن سج لهڻ مهل پورو ٿيندو ۽ رجب جي ٽي تاريخ جو وارُ جهڙو سنهڙو چنڊ آسمان جي اڀرندي سطح تي اڀري ايندو؛ ۽ ڪنهن کي نظر ايندو ته ڪنهن کي نظر نه به ايندو.
- اهڙي طرح ڀٽائي صاحب جو 325 هون جنم ڏينهن ڀٽائي درگاهه جي گادي نشينن پاران اڄ 27 جولاءِ تي روايتي انداز سان ملهايو ويندو.
- اسان سنڌي روايتي طور مڙني بزرگن جا رڳو عرسَ (ورسيون) ڪندا آهيون جيڪي سندن وفات جا ڏينهن هوندا آهن پر انهن شخصيتن جا جنم ڏينهن ورلي ملهائيندا آهيون. اها رسم ايشيا، هند، سنڌ ۽ پنجاب ۾ هڪجهڙي آهي.
- پر ڊاڪٽر ايڇ ٽي سورلي پنهنجي جڳ مشهور ڪتاب "شاهه لطيف آف ڀٽ" ۾ ٻين تفصيلن کان علاوه ڀٽائي صاحب تي جيڪو اهم باب لکيو آهي ان جو عنوان آهي BIRTH OF A CLASSIC (هڪ ڪلاسيڪل شاعر جو جنم).
- سو متان وساريو ته سنڌ ۽ هند سميت مذهبي جنونيت جي ماريل هن

متان وساريو

ڌرتي جي گولي کي هن عظيم ڪلاسيڪل سنڌي شاعر جو جنم ڏينهن مبارڪ هجي.

خميس 27 جولاءِ 2006ع.

متان وساريو تہ

- ”سياري سورٺ ڀلو، آر اونهاري گجراھہ۔
- ورساڙي ڪڇڙو ڀلو، سنڌڙي ٻارهو ماھہ“.
- يعني سياري جي مند ۾ جهوناڳڙهہ جو علائقو ڀلو، اونهاري ۾ گجرات، وسڪاري جي موسم ۾ ڪڇ (يا ڪاڇو) ڀلو، جڏهن تہ سنڌ جي موسم سڄو سال سٺي رهي ٿي.
- جڏهن سنڌ جي موسم سڄو سال فرحت بخش هوندي هئي تڏهن سنڌ ۾ قدرتي ماحول جي حالت ايتري ابتر ۽ خراب نہ هوندي هئي جيئن اڄ آهي.
- تڏهن مينهن جهجها پوندا هئا، هر سال وسوڳ ٿيندي هئي، ڪوهستان، ڪاڇو، ڪڇ، ٿر ۽ انڊس ڊيلٽا آباد هوندا هئا ۽ سنڌو درياءَ ۾ سڄو سال پاڻي وهندو هو.
- هاڻي جبل ٻرن ٿا پيا، اتي پيش ڪانسواءِ ماڻهن کي روزگار ڪونهي، مال جو چارو گُٽي ويو آهي، ڪاڇي واري باراني پٽي ۾ برساتون پنجن سالن ۾ هڪ دفعو مَسَ ٿيون پون، درياهي ڪچو درياھہ وانگي سڪي ٺوٺ ٿي ويو آهي ۽ ڪچي ۾ رهندڙ ماڻهو ڪير پڪي تان گهرائي پيئن ٿا. باقي ڪسر اڏوهي پوري ڪئي آهي جيڪا آرءَ جي ڪري پيدا ٿيندي آهي جنهن ڪري وڻٽڻ جو فصل برباد ٿي رهيو آهي.
- ٿر ۾ ڏڪار آهي، درياءَ جي پڇاڙ واري انڊس ڊيلٽا جو علائقو جيڪو پنج هزار چورس ميل پکيڙ ۾ آهي ۽ جتي 27 لک انسان رهن ٿا اتان ماهيگيرن جي لڏپلاڻ شروع ٿي وئي آهي ڇاڪاڻ تہ مٺي پاڻيءَ جي ڏڪار ڪري 70 سيڪڙو مڇي جو شڪار گهٽجي ويو آهي ۽ تمر جا باغ ٽين پتي بہ مس وڃي بچيا آهن.
- پنجاب جي حڪومت پڪرار کي کهاڙي ڪٽي جهنگ ۾ وڃڻ نہ ٿي ڏئي تہ متان وڻ ڪپي، جڏهن تہ سنڌ ۾ سرڪاري ڪامورا ڪئنالن جي ڪَڙُن تان 70 سال پراڻا وڻ ڪٽائي پنهنجن بنگلن جو فرنيچر ٺهرائي رهيا آهن.
- باقي ڪسر سنڌوءَ تي ڊيمن ۽ بئراجن ڪڍي آهي جنهن ڪري سم ۽ ڪلر جو آزار پيدا ٿيو آهي جنهن کي سنڌوءَ جي کابي ڪناري تي ايل بي او ڊي ۽ ساڄي ڪناري تي آر بي او ڊي خوفناڪ حد تائين وڌائي

چڙيو آهي.

- سنڌ جي ساموندي پٽيءَ تي، ڪراچي ۾ توڙي ٺٽي ۽ بدين ضلعي جي ڳوٺن ۽ شهرن ۾ اڳي مواقف موسم هوندي هئي، پر هاڻي اتي به گرمي وڌي وئي آهي. ڪراچي ۾ جولاءِ ۽ آگسٽ وارن ٻن مهينن دوران سڄو ڏينهن ٻوندون پوندي هيون، هاڻي اتي 45 ڊگريون گرمي ۽ اتر سنڌ ۾ 52 ڊگريون گرمي هلي رهي آهي.
- پر متان وساريو ته ان جي باوجود سنڌ جي موسم اڄ به سڄو سال وٽندڙ رهي ٿي جيڪڏهن گرمي وارا مهينا اپريل، مئي ۽ جون ڪتي جي قبر ۽ گورک توڙي بدي جبل تي گذارجن، جولاءِ آگسٽ ڪراچيءَ ۾، سيپٽمبر ۽ آڪٽوبر ٺٽي ۾ ۽ نومبر کان مارچ وارا پنج مهينا اتر سنڌ ۾ وڃي رهجي ته سڄو سال ماڻهو گرميءَ کان بچي سگهي ٿو.

جمعو 28 جولاءِ 2006ع

متان وساريو تہ

- ادب جو اهو الميو آهي تہ ان ۾ گارين وارا لطيفا ۽ اگهاڙن لفظن واريون چوٽيون توڙي اهڙا اصطلاح ۽ محاورا ڇپجي نہ ٿا سگهن جيڪي ٻي صورت ۾ اعليٰ ادبي معيار رکن ٿا.
- سنڌي لوڪ ادب جي اهڙين صنفن ۾ تجنيس حرفي ۽ ڪيتريون شاعراڻيون خوبيون موجود آهن جن ۾ تشبيهون، استعارا ۽ اظهار جا نوان رنگ ڍنگ شامل آهن.
- ادب جو اهو حصو ان ڪري ڇپجي نہ ٿو سگهي ڇاڪاڻ تہ اهو انهيءَ اخلاق ڪان ڪريل آهي جيڪو اسان پاڻ ٺاهيو آهي، ۽ جنهن جا مختلف معيار مختلف علائقن ۾ مختلف آهن.
- فحش لطيفا ۽ اگهاڙن لفظن واريون چوٽيون، گاريون ۽ اصطلاح مردن جا الڳ ۽ عورتن جا الڳ هوندا آهن. اها عجيب ٻهروپي آهي تہ خانگي ڪچهرين جو اهو سينگار اسان ڇپڻ نہ ٿا گهرون.
- اهڙيون صنفون پلي ڇپجي نہ سگهن پر عام ماڻهن کي ڪيترن ڇپيل شاعرن جي ڪلام کان وڌيڪ ياد هونديون آهن. ان جو هڪڙو مثال "وريل وَڪو" شاعر آهي جنهن جي اگهاڙن لفظن واري شاعري سينا بہ سينا هلندي اچي.
- هن بحث مان سيڪس تي لکيل اهي ڪهاڻيون ۽ جديد ادب جون اهڙيون ڪي ٻيون لکڻيون شامل ناهن پر ڪلاسيڪل لوڪ ادب ۽ عوامي گفتار شامل آهي جنهن ۾ اعليٰ شاعراڻيون خوبيون تہ آهن پر ڪي اگهاڙا لفظ بہ آهن جيڪي ڇپائي هيٺ آڻي نہ ٿا سگهجن.
- اسان جي ملڪ ۾ اهڙين لکڻين متان سرڪار طرفان پابندين جي پڻ تلوار لٽڪيل آهي ۽ ان حوالي سان گذريل سالن ۾ جيڪي پريس آرڊيننس جاري ڪيل آهن انهن جي ڪتي وپائي پئي آهي.
- سو متان وساريو تہ سنڌي ٻوليءَ ۾ فحش لطيفا ٺاهڻ وارا چرچائي ٻوليءَ جي مهارت، ادب ۽ لسانيات جي لحاظ کان ڪنهن بہ صورت ۾ اسان جي وڏن شاعرن کان گهٽ ناهن.

ڇنڇر 29 جولاءِ 2006ع

متان وساريو تہ .

- هڪ ڏينهن تاڪ منجهند جو جيئن ئي اڪبر بادشاهہ شڪار تان موٽيو تہ هن جي راڳ ٻڌڻ تي دل ٿي ۽ حڪم فرمايائين تہ راڳ جو بندوبست ڪيو وڃي.
- بادشاهہ سلامت جي حڪم جي هڪدم تعميل ٿي وئي. هڪ ڳَويو پنهنجن "تانَ پورن" ۽ ٻين سازن سميت اچي حاضر ٿيو پر طبلو وڄائيندڙ استاد جواب ڏنو چي "دماغ اوهان جو خراب ٿيو آهي يا بادشاهہ سلامت جو۔ تاڪ منجهند جو ڪا راڳ جي مهل آهي....مان طبلو نہ وڄائيندس".
- بادشاهہ سلامت ڪي جڏهن طبلائي استاد واري رپورٽ پهچائي وئي تہ هن حڪم ڪيو تہ بادشاهي حڪم موٽائيندڙ جي سزا موت آهي!! سو طبلائيءَ کي هاٿين جي پيرن هيٺان چيپائي ختم ڪيو وڃي.
- حڪم مطابق هڪدم هاٿي ڪاهجي آيا. انهن جي قطار آڏو طبلائي استاد کي زمين تي وهاري هاٿين کي اڳتي وڌڻ جو اشارو ڏيڻ کان اڳ موت جي سزا ماڻيندڙ کان سندس آخري وصيت جو پڇيو ويو. هن چيو تہ "مونکي طبلو آڻي ڏيو".
- هن ڪي طبلي جي جوڙي آڻي ڏني وئي، جنهن تي هن "راڳ ڳڻيش" جي ڌن وڄائي۔ "ڳڻيش" هاٿيءَ کي چوندا آهن. ڌن پوري ٿيڻ کانپوءِ جلادن جڏهن هاٿين کي اڳتي وڌڻ جو اشارو ڏنو تہ خبر پئي تہ سيني هاٿين جو جسم سنُ ٿي چڪو هو جنهن ڪري اهي اڳتي وڌي نہ سگهيا.
- جڏهن بادشاهہ سلامت کي اها رپورٽ پهچائي وئي تہ هن فرمايو تہ "طبلائي جو ياڳ پلو آهي سو هن جي جان بخش ڪجي ٿي".
- سو راڳ، موسيقي يا سنگيت ڪي ايتري طاقت آهي. اهوئي سبب هو جو سنڌ جي راءِ ڏياچ راڳ تي سِر ڏئي ڇڏيو هو ۽ اهوئي سبب آهي جو راڳ کي هندو ڌرم ۾ عبادت جو درجو مليل آهي ۽ پتائي صاحب، هڪ چواڻي مطابق، جڏهن هڪ بزرگ وٽ مريد ٿيڻ ويو تہ پير صاحب چيس تہ راڳ اسان جي طريقت ۾ حرام آهي. اهو چڏ تہ پوءِ توکي مريد ڪيون. ان تي پتائي صاحب چيو تہ "مان وڻ مثل آهيان۔ راڳ جيڪڏهن گندو پاڻي بہ آهي، تڏهن بہ وڻ لاءِ زندگي آهي".
- ان کانپوءِ پتائي صاحب وري ڪو بہ مرشد نہ ورتو ۽ چيائين تہ "سو نہ آڳهہ اهڙو جهڙي محبت مَن". يعني عشق جهڙو اڳواڻ ڪونهي. "عشق ساڻ

اُتاءِ، پير پڙيان جي پار ڏي“.

- پر اسان وٽ راڳ جو ايترو قدر آهي جو پهرين رجب تي لطيف سرڪار جي يوم ولادت جي موقعي تي ڀٽائي صاحب جي روضي جي اڱڻ ۾ تمراٽي فقير جڏهن شاهه جو رسالو دنبوري تي ڳائي رهيا هئا ته وٽن لائوڊ اسپيڪر جي سهولت موجود نه هئي. ان ڪري شاهه جو راڳ صرف انهن ماڻهن ٻڌو جيڪي سندن چوڌاري ويٺا هئا. باقي هزارين ماڻهو ان نعمت کان محروم رهجي ويا. فقيرن آڏو جڏهن لائوڊ اسپيڪرن جو مائيڪ هوندو آهي ته سچو پٽ شاهه تنبوري جي تارن سان ٻرندو آهي.
- سو متان وساريو ته سنڌ، هند ۽ دنيا جي عظيم شاعرن جي سرتاج لطيف سرڪار فرمايو آهي ته ”سَوَ سرن پائي جي تند برابر توريان- ته اَئَلَ اوڏانهين تئي، جت ٻيجل ٻرائي- هي سڪٽو سِرُ آهي، سِرَ ۾ سَجڻُ نانهه ڪي“.

آچر 30 جولاءِ 2006ع

متان وساريو تہ

- سنڌ جي لوڪ ڏاهپ (Folk Wisdom) مطابق برسات کي ”رحمت“ سمجهيو ويندو آهي، پر اسان جي پريس مينهن وسڻ جون خبرون اهڙي انداز سان ڏئي ٿي جو لڳي ٿو تہ اها تہ زحمت آهي.
- ڌرتي تي پاڻيءَ جو بنيادي ذريعو برسات آهي، نہ درياءُ آهي ۽ نہ زيرِ زمين جر جو پاڻي. جڏهن مينهن وسي ٿو تڏهن ئي جَر جو پاڻي جمع ٿئي ٿو ۽ درياءَ بہ وهڻ لڳن ٿا.
- هيءَ ڌرتي جيڪا ٽي حصا پاڻي ۽ هڪ حصو خشڪي آهي ان جي پاڻي واري حصي تان گرمي سبب ٻاڦ ٺهي فضا ۾ وڃي ٿي جتان پاڻي ۾ تبديل ٿي مينهن جي صورت ۾ واپس ڌرتي تي وسي ٿي اهڙي طرح فطرت جي طبعي لقاءَ جو سائنسي چڪر گول ڦري مڪمل ٿئي ٿو. برف جا جبل Glaciers بہ ان ٻاڦ مان ٺهن ٿا.
- برسات سڀ کان اڳ اتاهن جبلن جي چوٽين تي پوي ٿي، جتان جاٻلو ندين، ڍنڍن، ڍورن، ڪنبن، چشمن ۽ ٻين مختلف وهڪرن ذريعي ميداني علائقن ۾ پاڻي جي صورت ۾ اچي ٿي. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ پيئڻ جي پاڻي جي کوٽ سڀ کان وڌيڪ اتاهن جبلن جي چوٽين تي رهندڙ ماڻهن وٽ آهي.
- ان ڪري هيٺ ميداني علائقن ۾ قائم حڪومت جو اخلاقي فرض ٿئي ٿو تہ اها اتاهن جبلن جي چوٽين تان هيٺ لهي آيل اڌارو پاڻي جبلن تي مٿي وينل ماڻهن کي موٽائي ڏئي، ان لاءِ بجلي جي مدد وٺي يا تيل تي هلندڙ مشينن جو سهارو حاصل ڪري.
- جيئن سنڌ جو پاڻي منجهہ پساهہ آهي تيئن ڌرتي تي رهندڙ سيني ماڻهن، چرند پرند، جيتن جڻن ۽ فطرتي ماحول جي ذري ذري جو پساهہ پڻ پاڻي ۾ آهي.
- برساتون ڏڪار ختم ڪن ٿيون جن ۾ وڏو جاني ۽ مالي نقصان ٿئي ٿو ۽ مال مري وڃي ٿو؛ وسڪارن ڪانپوءِ فصل ٿين ٿا ۽ ڌرتي تي رهندڙ ماڻهن جي جياپي لاءِ ضروري کاڌ خوراڪ حاصل ٿئي ٿي؛ مينهن پوڻ ڪري ڪيتراوائرس مري وڃن ٿا جيڪي هونئن وبائي بيماريون پئدا ڪن ٿا جن ۾ انسانن جو قتل عام ٿئي ٿو. ۽ اهڙي طرح آسمان مان رحمت جڏهن زمين تي اچي ٿي تہ ”مئل بہ جيئرا ٿي پون ٿا“.

متان وساريو

- پر اسان جون اخبارون ۽ ٽي وي چينل ايئن خبر ڏيندا ته فلاڻي هنڌ برسات پئي ته اتي ٻه ماڻهو مري ويا، گهرن جون ڇتيون اڏامي ويون، بجلي بند ٿي وئي وغيره وغيره. اهي برابر عوامي مسئلا آهن پر انهن جو ڪارڻ حڪومتي بدانتظامي آهي ۽ نه برسات.
- سو اهو پاڙائڻ متان وساريو ته "سارنگ سار لهيج، الهه لڳ اجين جي- پاڻي پوڄ پنن ۾، ارزان آڻ ڪريج- وطن وسائيج، ته سگهارن سک ٿئي" - پيئائي.

سومر 31 جولاءِ 2006ع

متان وساريو تہ

- پاڪستان کان ٻاهر پرڏيهہ ۾ سنڌ جي سنڌين جون ٽي وڏيون تنظيمون آهن جيڪي سنڌ ۽ سنڌين جي حقن لاءِ حال سارو پاڻ پتوڙي رهيون آهن.
- هڪ آهي ”سنڌي ائسوسيئشن آف نارٿ آمريڪا“ (سانا) جنهن جو اقبال ترين ۽ سَني پنهور ڪانپوءِ سربراهہ عزيز ناريجو آهي. ٻي تنظيم آهي ”ورلڊ سنڌي ڪانگريس“ (ڊبليو ايس سِي) جنهن جو دفتر لنڊن ۾ آهي ۽ ڊاڪٽر منور هاليپوٽي ڪانپوءِ ان جو سربراهہ صغير شيخ آهي ۽ ٽين تنظيم آهي ”ورلڊ سنڌي انسٽيٽيوٽ“ (ڊبليو ايس آءِ) جنهن جو اڳواڻ سهيل انصاري کان پوءِ زاهد مخدوم آهي جڏهن تہ ان جو روح روان منور لغاري آهي جيڪو تنظيم جو ايگزيڪيوٽو ڊائريڪٽر آهي.
- هي ٽئي تنظيمون آمريڪا ۽ انگلستان جي قانون هيٺ رجسٽرڊ ٿيل آهن ۽ غير نفعي بخش جماعتون آهن (يعني نفعو ڪمائيندڙ واپاري تنظيمون ناهن) ۽ گڏيل قومن جي انساني حقن واري عالمي پڌرنامي جي روشنيءَ ۾ سنڌي ماڻهن، مردن، عورتن ۽ ٻارن وغيره جي انساني حقن لاءِ پتوڙيندڙيون آهن ۽ اصولي طور غير سياسي تنظيمون آهن.
- گڏيل قومن جي جنرل اسيمبليءَ 10 ڊسمبر 1948ع تي انساني حقن جو عالمي پڌرنامو جاري ڪيو هو، جنهن تي اصولي طور سڄي دنيا جا اهي سمورا ملڪ متفق آهن جيڪي گڏيل قومن (UNO) جا ميمبر آهن.
- انساني حقن جي هن عالمي پڌرنامي جي 25 هين فقري ۾ لکيل آهي تہ ”دنيا جا سمورا ٻار احترام جي قابل آهن ڀلي تہ انهن مان ڪو شادي جي نتيجي ۾ پيدا ٿيو هجي يا نہ“. اهڙي طرح عورت جي مڪمل ۽ حقيقي آزادي پڻ هيومن رائيٽس جي ان چارٽر ۾ موجود آهي ۽ ان سان گڏ مظلوم قومن ۽ ڏيهي لوڪن (يعني غير ڌارين) جي حقن جي حفاظت جو جوڳو بندوبست آهي.
- پرڏيهي سنڌين جون اهي ٽيئي تنظيمون هلائيندڙ سنڌ جا سنڌي يا تہ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ سانگي پرڏيهہ ويا آهن، يا اتي روزگار جي تلاش ۾ وڃي نڪتا آهن يا وري جلاوطن آهن.
- هڪ پراڻي اندازي مطابق پاڪستان کان ٻاهر پرڏيهہ ۾ رهندڙ پنجابي ماڻهن جو تعداد اٽڪل پنج لک، مهاجر ٽي لک ۽ سنڌي 30 هزار کن

آهن. انهن سيني ماڻهن ۾ شاگرد، ملازم ۽ سياسي جلاوطن شامل آهن. ايم ڪيو ايم جو سربراهه الطاف حسين پڻ سياسي جلاوطن آهي ۽ لنڊن ۾ رهي ٿو جڏهن ته بينظير ڀٽو ۽ نواز شريف پڻ سياسي جلاوطن آهن.

- پاڪستان مان ٻاهر ويل سيني ماڻهن جون آمريڪا، انگلستان، ڪئناڊا، آسٽريليا ۽ ٻين ملڪن ۾ تنظيمون آهن جن ۾ ڪشميري، پنجابي، بلوچ ۽ مهاجر وغيره شامل آهن ۽ سندن تنظيمن ۾ هندستان سميت سڄي دنيا ۾ رهندڙ ساڳي ٻولي ڳالهائيندڙ ماڻهو شامل آهن.
- ۽ اهي سڀ تنظيمون گڏيل قومن جي انساني حقن واري عالمي پڌرنامي جي روشنيءَ ۾ پنهنجن ماڻهن جي حقن لاءِ جدوجهد ڪنديون رهنديون آهن جن ۾ مظاهرا ۽ جلسا جلوس شامل آهن جن جي پرڏيهه ۾ کُليل آزادي آهي. اهوئي سبب آهي جو سنڌي تنظيمون سنڌي عوام جي حق خودارادیت جو مطالبو ڪنديون آهن جنهن جو ذڪر گڏيل قومن جي انساني حقن واري چارٽر ۾ موجود آهي.
- پر متان وساريو ته پاڪستان سرڪار ورلڊ سنڌي ڪانگريس ۽ ورلڊ سنڌي انسٽيٽيوٽ تي اڄ ڪلهه ڏاڍو ڪاوڙيل آهي ۽ ڊبليو ايس آءِ جي ويب سائيٽ تي ته پاڪستان ۾ بندش وجهي ڇڏي آهي. جائي چوندا آهن ته "ڀَرِيءَ ٻيڙيءَ ۾ واٽيو ڳورو".

اڳارو پهرين آگسٽ 2006ع

متان وساريو ته

- 27 جولاءِ 2006ع تي هندستان کان چوماسي جي آيل برساتن ٿر کي پڄائي، بدين ۽ ٺٽي واري ساموندي پٽي وسائي، ڪراچيءَ کي ٻائڙ ٻوڙ ڪري ڏکڻ_اوپر بلوچستان جي ٿوٽ جبلن کي آلو ڪري ۽ وري اتر_اوپر رخ ڦيرائي سنڌ جي جبلن، ڪاڇي ۽ ميداني علائقن ۾ ڏڪار کي ڏور ڪري سڪار جو سمو پيدا ڪري ڇڏيو آهي.
- خاص ڪري سنڌ جي جبلن ۾ مينهوڳيءَ واري رحمت ڪانپوءِ بحث هلي رهيو آهي ته هي جيڪو ندين وانگي پاڻي وهي رهيو آهي ڇو نه ان کي بند ٻڌي جمع ڪجي ته جيئن انسانن ۽ جانورن کي پيئڻ لاءِ به پاڻي ملي ۽ فصل پوکي کائڻ لاءِ ان به اُپائي سگهجي!
- سنڌ جي جبلن کي جن ماڻهن گهمي ڦري ڏٺو آهي انهن کي خبر آهي ته تاريخ کان اڳ واري دور ۾ پڻ اتي رهندڙ ماڻهن مينهن جي پاڻيءَ کي بند ٻڌي جهليو ۽ جمع ڪيو هو. پٿر جي دور وارن انهن بندن يا ڊيمن کي "گبر بند" سڏيو ويندو هو، بعد ۾ انهن کي "گوربنديون" پڻ ڪوٺيو ويو.
- ڪيرٿر جابلو سلسلي جي دادو ضلعي وارن جبلن ۾ "ٻنڌڻي" يا "ٻانڌڻي" نالي گبربند ٽيهه ميل ڊگهو آهي جنهن کي سنڌ جي جبل واري جهان جو وڏي ۾ وڏو ڊيم سڏجي ته غلط نه ٿيندو.
- پر ساڳي ڪيرٿر جبل ۾ عام لوڪن وٽ انهن گبربندن ۽ گوربندين بابت جيڪي ڏند ڪٿائون مشهور آهن انهن مطابق ڊيم زماني ۾ هن جبل اندر ڪافر رهندا هئا جن جا "ڪافر ڪوٽ" اڃا کنڊرن جي صورت ۾ موجود آهن. اهي ڪافر گبر بند ٻڌي ۽ گوربنديون تعمير ڪري پاڻي روڪيندا هئا جنهن ڪري هيٺ رهندڙ ماڻهن Lower Riparian کي پاڻي نه ملندو هو ۽ اهي ڏڪار وگهي بيمارين ۾ مبتلا ٿي موت جو ٻڪ ٿي ويندا هئا.
- پوءِ قدرت زلزلا آڻيندي هئي، زمين ڌٻندي هئي ۽ اهي گبربند ۽ گوربنديون ڀڄي ڀور ٿي پونديون هيون ۽ پاڻي لهوارو وهڻ لڳندو هو جنهن ڪري هيٺين آبادگارن کي پڻ اَن اُپائڻ جو موقعو ملندو هو.
- هندو ڌرم ۾ اِندَر ڀڳوان، جنهن جو هٿيار آسمان ۾ تجلا ڏيندڙ وِڄ يا کنوڻ آهي، ان جو پڻ اهو ڪم هوندو هو ته اهو قلعا ٽوڙيندو هو ۽ پاڻي جمع ڪرڻ وارا بند ڀڃندو هو.

- بند ٻڌي، ڊيم ٺاهي ۽ بئراج تعمير ڪري پاڻي کي پنهنجي ذاتي، قبائلي يا قومي مقصدن لاءِ جمع ڪرڻ واري ذهني بيماري ۽ غيرانساني هبچ رڳو پنجاب يا اسلام آباد جي حڪمرانن ۾ ئي ناهي پر اها وحشي جبلت بين الاقوامي نوعيت جي آهي. اهو ڪم هندستان به ڪري ٿو ته آمريڪا به ڪري ٿو، چين ۽ روس به ڪن ٿا ته انڊونيشيا ۽ جپان به ڪري ٿو.
- هونئن پاڻي مان فائدو وٺڻ ڏوهه ناهي پر پاڻي کي متيان آبادگار Upper Riparian اهڙي طريقي سان روڪين جو هيٺيان آبادگار Lower Riparian تباهه ٿي وڃن، سا حرڪت انساني تهذيب جي خلاف آهي.
- سو متان وساريو ته سنڌي فلسفي يا ڏاهپ (Sindhi Wisdom) مطابق اهو سچ آهي ته جيڪو پاڻيءَ جي روڪ ڪري ٿو سو ڪافر آهي!!!

اربع 2 آگسٽ 2006ع

متان وساريو تہ

- سچي ٿر ۾ پڪا روڊ ٺهي ويا پر مارئي جي ڪوهہ تائين اڃا روڊ نہ پهتو آهي.
- مارئي جيڪا ٿر جي سڃاڻپ آهي، جيڪا محب الوطني جي علامت آهي، جيڪا ست ۽ سِيل جي ديوي آهي، جيڪا سنڌ جي سيتا آهي.
- 2006ع واري چوماسي دوران پيل برساتن ڪانپوءِ سچي سنڌ پاڻيءَ سان تڀ ٿي وئي آهي سواءِ ڪراڙ ڍنڍ جي جنهن سان سنڌ جي عظيم شاعر شاهہ لطيف جون يادون سلهاڙيل آهن ۽ جيڪا اڄ بہ سڪي پئي آهي.
- سنڌ ۾ بيشمار بزرگن ۽ درويشن جا ميلا لڳن ٿا، مارئي، سهڻي ۽ نوريءَ جو ميلو لڳي ٿو پر سسئي جو ميلو نہ ٿو لڳي.
- سسئي جي مزار بلوچستان جي ضلعي لسٻيلي، تعلقي سونمياڻي ۽ ديهہ "سَنگهر پَٺيوُن" ۾ آهي جتي سنڌ مان ماڻهو وڃي ميلو لڳائين ٿا، چاڪاڻ تہ مقامي بلوچ آبادي ان ميلي ۾ ايتري دلچسپي نہ ٿي وٺي. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ مقام ماڻهو سسئي جي وڏي عزت ڪن ٿا ۽ هن کي "جيجان" ڪوٺين ٿا.
- بهرحال لڳي ٿو تہ سسئي سان جيڪو جيئري ٿيو مئي بہ اهو ٿي ٿي رهيو آهي.
- سسئي جو ميلو ڀنيور ۾ بہ لڳائي سگهجي ٿو جتي سيوهڻ کان سنڌو درياءَ ۽ ان جي گهارو ڪريڪ ذريعي لڙهي آئي. نپني ۽ وڏي ٿي. ڀنيور لڳ گهگهر ندي جي ڪناري تي سسئي جو باغ هو جنهن ۾ سسئي جي پنهونءَ سان ملاقات ٿي هئي. پنهون مشڪ عطر جو واپاري ٿي سنڌ ۾ آيو هو ۽ محمد ڪتي جنهن سسئي نالي نئين چاول ٻار کي درياءَ مان ڪڍي پاليو هو. ان اهو باغ سسئي کي ڏاج ۾ ڏنو هو.
- سنڌ ۾ تہ مورڙئي ميربحر جو بہ ميلو نہ لڳندو آهي. مورڙيو جيڪو ٻڍائيءَ جو واحد مرد هيرو يا سورمو آهي، جڏهن تہ شاهہ جي رسالي ۾ باقي رڳو سورميون آهن.
- مورڙئي جو ميلو ان ڪري بہ نہ ٿو لڳي چاڪاڻ تہ هن جي تربت ماڙيپور ايئربيس (پاڪستان ايئرفورس جو ماڙيپور وارو اڏو) جي حدن اندر آهي، جتي عام ماڻهن کي اچڻ وڃڻ جي اجازت ناهي.

- ميلو تہ روپلي. ڪولهيءَ جو پڻ لڳڻ گهرجي جنهن کي ٽر فتح ڪرڻ وقت انگريزن ڦاسي ڏئي شهيد ڪري ڇڏيو هو. روپلو ڪولهي جهونجهار هو جنهن جي ڦاسي واري جاءِ جي نشاندهي جنهن سئو سالن واري عمر جي مِهرو ڪولهي پنهنجي نانيءَ جي حوالي سان ڪئي هئي سو ننگرپارڪر جي نوازعلي ڪوسي مطابق ڪجهہ وقت ٿيو گذاري ويو آهي. سرڳواسي مِهرو ڪولهي ٻڌايو هو تہ انگريزن جي فوجي عملدار ڪرنل ٽَروَٽِ هن (روپلي) کي گورڌڙو نديءَ جي ڪناري تي هڪ ٻبرجي وڻ ۾ ٽنگي ڦاهي چاڙهيو هو.
- سو متان وساريو تہ سنڌ جي تاريخ، جاگرافي، تهذيب، ڪلچر، ائنٿراپالاجي، ٻوليءَ ۽ ادب کي محفوظ ڪرڻ لاءِ ڪشتو ڪٽي سرڪار جي در تان پنڻ کان سواءِ ٻيو بہ ڪو وسيلو آهي جيڪو سنڌ جي سول سوسائٽي جيڪر اختيار ڪري، ان تي سوچڻ وقت جي اهم ضرورت آهي.

اربع 2 آگسٽ 2006ع

متان وساريو تہ

- چوڻ وارا ايئن بہ چون ٿا تہ ٿر ۾ جهجهي برسات پوڻ ڪري ننگرپارڪر وٽ ڪارونجهر جبل جي ڪجهہ ندين تي جيڪي ننڍا ڊيم ٺاهيا ويا هئا سي پيچي پيا آهن جنهن ڪري پاڻي وهي پرسان واري رڻ ڪڇ ۾ زيان ٿي ويو آهي.
- ڪارونجهر جبل تي جڏهن وسڪارا ٿيندا آهن تڏهن اٺ وڏيون ۽ چار ننڍيون نديون وهي هلنديون آهن ۽ انهن پارنهن ئي ندين جو پاڻي مِلي جلي وچي رڻ ڪڇ ۾ پوندو آهي.
- پنجاب جو چوڻ آهي تہ ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ ان ڪري بہ ضروري آهي ڇاڪاڻ تہ ٻي صورت ۾ سنڌو درياءَ جو پاڻي سمنڊ ۾ وهي زيان ٿي وڃي ٿو.
- افغانستان جو چوڻ آهي تہ جي ممڪن ٿي سگهي تہ ڪابل نديءَ تي ڪو ڊيم ٺاهجي ڇاڪاڻ تہ ٻي صورت ۾ ان جو پاڻي اٽڪ وٽ اباسين (سنڌوءَ) سان ملي پاڪستان ۾ وهي زيان ٿي وڃي ٿو.
- بلوچستان جي خواهش آهي تہ ڪولاچي نئن يا نئن گاج تي بلوچستان جي علائقي ۾ ڪو ڊيم ٺاهجي ورنہ ان جو پاڻي سنڌ ۾ وهي زيان ٿي وڃي ٿو.
- پر قدرتي ماحول جي پرگهور لهندڙ ڏيهي ۽ پرڏيهي تنظيمن ۽ هرعقلمند ماڻهو جو اهو چوڻ آهي پاڻي جي نهر ندي يا نالي، واهہ يا درياءُ فطري طور تي جتان ڪان وهڻ لڳو آهي ۽ جتي چوڙ ڪري ٿو ان وچ ۾ ڪا بہ رڪاوٽ هجڻ نہ گهرجي.
- ان جي معنيٰ اها ٿي تہ ڪارونجهر جبل جو پاڻي رڻ ڪڇ ۾ وڃڻ گهرجي، سنڌو درياءَ جو پاڻي سمنڊ ۾ وهڻ ضروري آهي. ڪابل نديءَ جو پاڻي ۽ لٽ انڊس ڊيلٽا ۽ سمنڊ تائين اچڻ فطري ڳالهہ آهي ۽ نئن گاج جو ڇوڙ منڇر ڍنڍ ۽ سنڌو درياءَ ۾ ٿيڻ لازمي آهي.
- جي ايئن نہ ٿو ٿئي تہ پوءِ اهو بين الاقوامي قانون ۽ عالمي دستور جي ڀڃڪڙي آهي ۽ اهڙو گناهہ آهي جنهن ڪي بنياد بڻائي انصاف واري عالمي عدالت واسطيدار ملڪ ڪي ڏکڻ قومن جي پاس ڪيل قانون مطابق سزا ڏيئي سگهي ٿي.
- رڻ ڪڇ ڪي عام ماڻهو لوڻ جو سمونڊ. ويران بريٽ ۽ ڪنهن نہ ڪم جو

علائقو سمجهندا آهن، پر جيڪڏهن گهمي ڏسن ته ڪين خبر پوي ته ان لوٽياڻي بريٽ اندر ”منا پيٽ“ تين تا جتي تر جي ڳوٺن جون ڳايون ۽ ڳڏهه ساوا گاهه ڪائڻ ۽ منو پاڻي پيئڻ ويندڙيون آهن ۽ واٽ تي بگهڙ انهن مان ڪيترا ڍور ۽ جانور ماري وجهندا آهن.

- تازو بين الاقوامي ماحولياتي ادارن رڻ ڪڇ ۽ اندس ڊيلٽا توڙي ٿر ڪي رامسر ڪنوينشن ۾ آڻي ان جي ماحوليات جو تحفظ ڪرڻ جو پروگرام ٺاهيو آهي. هنن جو خيال آهي ته مٺي پاڻي جي ضرورت جيتري ماڻهوءَ کي آهي ايتري سمونڊ ڪي به آهي، رڻ ڪڇ کي به آهي ۽ ٿر واري ريگستان کي به آهي.
- سو متان وساريو ته پاڻيءَ جي وهڪري آڏو جيڪي ماڻهو رنڊڪون وجهن ٿا سي نه رڳو ڪافر آهن پر ڌرتي جا دشمن به آهن چاڪاڻ ته اهي زمين جي قدرتي ماحول کي برباد ڪن ٿا.

خميس 3 آگسٽ 2006ع.

متان وساريو ته

- هڪڙي بادشاهه پنهنجي ڏاهي وزير کي حڪم ڪيو ته ڌرتيءَ مان ڦٽندڙ جملي ٻج هڪ ئي وقت ڪٺي اچي منهنجي آڏو رک!
- وزير منجهي پيو ته هزارين لکين ٻج هڪ ئي وقت ڪيڏانهن ايندا جو بادشاهه سلامت کي پيش ڪري سگهندس؟
- وزير کي منجهيل، سوچ ۾ گم ۽ گوماتيل ڏسي بادشاهه جي ڪنواري ڌيءَ جيڪا ڏاڍي ذهين هئي تنهن ڪانئس ماجرا پڇيءَ سندس مسئلو حل ڪري ڇڏيو ۽ چيائينس ته بابا آڏو پاڻيءَ جو گلاس ڀري وجي رک ۽ ٻڌائينس ته ڌرتي تي پاڻي هاربو ته ان ۾ اندر جيڪي به ٻج موجود هوندا سي سڀ ڦٽي ٻاهر نڪري پوندا.
- سو سنڌ ۾ چوماسي جي هلندڙ مينهن دوران جتي ڪٿي ڌرتي ڦاٽي پئي آهي ۽ ننڍا وڏا ساوا سلا نڪري ظاهر ٿي پيا آهن جن جا ٻج زمين ۾ اڳيئي دفن ٿيل آهن چاڪاڻ ته هر ٻوٽو پڇي راس ٿيڻ ڪانپوءِ پنهنجو ٻج ڇاٽيندو آهي جيڪو ڌرتيءَ ۾ جذب ٿي ويندو آهي ۽ مينهن پوڻ سان ڦٽي پوندو آهي.
- ٻوٽا ۽ وڻ به ماڻهن ۽ جانورن وانگي جاندار جيوَ آهن. اهي ڪاڏو ڪائين تا ۽ وڏا ٿين تا. وري جي ڪپجن تا ته سڪي ٺوٺ ٿي وڃن تا ۽ ڇڻ ته مري وڃن تا. ٻڌائيءَ چيو: "ڏُريان ٿي ڏار، جي وڍي وڻ ٻُدا ڪيا_ تِن سڪن ڪهڙي سارَ ته اُتا مِينهن ملير ۾".
- ڪيترا ساوا وڻ جڏهن موريءَ مَڃ وڍيا ويندا آهن ته انهن جي ٿُڙ مان ڳاڙهي رنگ جي رس به وهي نڪرندي آهي. ان ڪري ڇڻ ته وڻ خون به ٿيندا آهن ۽ رت به ڏيندا آهن. انگريزن جي دور ۾ وڻ ڪپڻ تي جيل جي سزا ڏني ويندي هئي. هاڻي به چون تا ته پنجاب حڪومت پڪراڻ گنوار ۽ مال چاريندڙ ماڻهوءَ کي جهنگ ڏانهن هٽ ۾ ڪهاڙي ڪٺي وڃڻ جي اجازت نه ٿي ڏئي ته متان ڪو وڻ نه ڪپي وڃي.
- جاندار جيوَ وانگي وڻ ۽ ٻوٽا پڻ ٻورجَن تا، لڳن ويائجن تا، ساهه ڪڍن تا ۽ مري به وڃن تا. ٻوپٽ جڏهن ڪنهن گل جي ٻٺار تي وهي ٿو ته هن جي پيرن کي ٻج چنبڙي پوي ٿو. پوءِ جڏهن اهو ساڳيو ٻوپٽ ٻئي گل تي وڃي وهي ٿو ته اهو ٻج ان ٻئي گل ۾ ايئن داخل ٿئي ٿو جيئن ماڻهوءَ ۽ جانور جي نر ۽ مادي وچ ۾ ٻيجاري وارو عمل مڪمل ٿيندو آهي.

- ڪيترا ٻج رڍ، ٻڪري، ڳئون، مينهن ۽ ٻين جانورن جي ڦولڙين يا چيٽي وسيلي زمين ۾ ڇٽجن ٿا. مثال ٻڪري ٻير جي وڻ جا پلڙا کائي ٿي ۽ جڏهن انهن پلڙن ۾ اندر موجود چيچڪا ان جي ڦولڙين ۾ ٻاهر نڪري اچن ٿا ۽ زمين تي ڇٽجن ٿا ته انهن مان ٻيرجا وڻ ڦٽي نڪرن ٿا.
- هونئن جيڪڏهن ٻيرَ جا چيچڪا وڻ مان پٽي زمين ۾ ڇَٽجن ته اهي نه ڦٽندا پر جي ٻڪرين جي ڦولڙين مان چيچڪا ڪڍي زمين ۾ ڇَٽبا ته ٻير ڦٽي پوندا. اهو فطرت جو انوکو قانون آهي جنهن پويان ٻڪري جي پيٽ اندر ڪيميائي جزن جو ٻج تي پوندڙ اثر ڪم ڪري ٿو.
- سو **متان وساريو** ته آگسٽ وڻن پوکڻ جو مهينو آهي جنهن دوران سنڌ جي چار ڪروڙ ماڻهن گهٽ ۾ گهٽ چار ڪروڙ نوان وڻ نه پوکيا ته پوءِ مستقبل سڪار بدران ڏڪار جا ڏنپ ڪٽي ايندو.

جمعو 4 آگسٽ 2006ع.

متان وساريو تہ

- چوماسي جون هلندڙ برساتون سڀ کان وڌيڪ سنڌ جي ساموندي پٽيءَ ۾ پيون آهن جنهن ڪري بدين، ٺٽي ۽ ڪراچيءَ ۾ نقصان بہ سڀ کان وڌيڪ ٿيو آهي ۽ فائدو بہ گهٽي ۾ گهٽ ٿيو آهي.
- هونئن برساتن واري سودي ۾ جنهن جاءِ تي نقصان صفا گهٽ ۾ گهٽ ۽ فائدو گهٽي ۾ گهٽ ٿيو هجي سو علائقو ٿر وارو ريگستان آهي.
- سنڌ جو لاڙ وارو ڪجهہ علائقو جيڪو درياءَ جي پڇاڙ ۾ آهي ۽ ان کي سنڌوءَ جو ڊيلٽائي علائقو يا انگريزي ۾ انڊس ڊيلٽا بہ چئجي ٿو ان جو وڏي ۾ وڏو مسئلو اهو آهي تہ اتي مٺو پاڻي نہ ٿو وَهايو وڃي. ٺيٺ سنڌيءَ ۾ هن علائقي کي ”ڪارو“ ڪوٺبو آهي. ”ڪاري ڪيڙائُو مَٿي مِٺي موٺيا“ _ پٽائي.
- انڊس ڊيلٽا يا سنڌ جو ”ڪارو“ پنهنجي فطري ماحول ۽ بهتر صورت ۾ تڏهن هوندو آهي جڏهن ڏکڻ کان سمونڊ جو ڪڙو پاڻي ۽ اتر کان سنڌوءَ جو مٺو پاڻي پاڻ ۾ ملي ڪارو پاڻي Brackish Water ٺاهيندا آهن جنهن ۾ پلو بہ پيدا ٿيندو آهي تہ ڳاڙها چانور بہ ٿيندا آهن.
- 27 لک انساني آبادي وارو انڊس ڊيلٽا جيڪو ڪراچي کان رڻ ڪڇ تائين 52,800 چورس ڪلوميٽر وسيع آهي ۽ جتي سنڌو درياءَ چاڙون چاڙون ٿي سمونڊ سان وڃي ملي ٿو، اتي موجوده برسات دوران جهجهو مٺو پاڻي وهي آيو آهي.
- اها بي ڳالهہ آهي تہ سمنڊ جي سطح کان چند انچ مٿي هيٺ ڪري ساموندي ويرون جيڪي 10 کان 14 فٽ اوچيون اڇن ٿيون سي ٽي ٽي ڪلوميٽر ڪناري تي چڙهي وينديون آهن جنهن ڪري ماهيگيرن جون جهوپڙيون ۽ گهر لڙهي ويندا آهن. اهڙن گهرن جو بچاءُ تڏهن ٿي سگهي ٿو جڏهن اهي مٽيءَ جي دڙن مٿان ٺاهيا وڃن.
- جون کان سيپٽمبر تائين واري چوماسي جي مند ۾ هونئن بہ سمنڊ نہ رڳو ساهہ کڻندو ۽ ڪيندو آهي پر سهڪندو بہ آهي جنهن ڪري مهاڻن جون بيڙيون جيڪي مڇي مارڻ سانگي اونهي سمونڊ ۾ وينديون آهن انهن کي سمونڊ لاٽونءَ وانگي ڦيرائيندو آهي ۽ ڪڏهن ٻوڙي ڇڏيندو آهي تہ ڪڏهن ڪناري تي وڃي هٽندو آهي. ”وڏا ٻيڙا ٻار ۾، هليا هيٺ وڃن“ _ پٽائي.

- پر ليکي لٽي پٽي انڊس ڊيلٽا جي ڪارني پاڻيءَ واري علائقي کي ٿر ڪان پوءِ برساتن سبب وڏ ۾ وڏ فائدو ٿيندو ڇاڪاڻ تہ هڪ تہ برسات جو مٺو پاڻي سنئون سڌو آسمان مان هيٺ زمين تي آيو آهي؛ ٻيو برساتن سبب سنڌو درياءَ ۾ پاڻي جهجهو ٿيندو جنهن ڪري اترين علائقن ۾ تعمير ڪيل وڏن ڊيمن جي پيٽ جو سور ختم ٿيندو جنهن ڪري سنڌو تي اڏيل ٻن وڏن ڊيمن، 19 بئراجن، 43 ڪئنالن ۽ 48 ٻين ڳنڍين جا دروازا کولي ڇڏيندا جنهن ڪري انڊس ڊيلٽا ۾ 1991ع واري ٺاهہ مطابق 10 ايم اي ايف جي جاءِ تي ٽيٽو چوٽو پاڻي وهي ايندو.
- سو متان وساريو تہ سنڌ جو علائقو سنڌو درياءَ جي پڇڙيءَ Tail End تي آهي، ۽ چوندا آهن تہ "پڇڙي يا سڪي يا ٻڏي"، پر پوءِ بہ سوڪِ کان سئو دفعا ٻوڏ ڀلي آهي.

چنچر 5 آگسٽ 2006ع

متان وساريو تہ

- ليفٽيننٽ جنرل سر جارج مَئڪ مَنِ 1933ع ۾ پنهنجي ڪتاب ”دي لِيوَر آف انڊس“ ”سنڌو درياھ جي ڇڪَ“، (جنهن ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ کي سڄي هندستان تي حڪومت ڪرڻ لاءِ هرکايو هو) ۾ سنڌ ۽ سنڌين جي صديون پراڻي بيوسي جو ذڪر ڪندي لکيو آهي تہ ”سنڌي هاري صدين کان هر ڪاهيندي پنهنجي سنڌ وطن ۾ فرنگي، مغل، ترڪ ۽ افغان وغيره جهڙن ڌارين ماڻهن کي داخل ٿيندي ڏسندو آيو آهي ۽ هر دفعي پنهنجي هر کي ڦيرو ڏيئي ۽ گهوبي کي زمين ۾ کُپائي دل ۾ دعا گهرندو رهندو آهي تہ شل نوان آقا پراڻن آقائن کان وڌيڪ غيرمعقول ثابت نہ ٿين“.
- سنڌ سان اها ويڌن صدين کان جاري آهي ۽ جڏهن بہ سينٽرل ايشيا، وچ اوڀر، ڏکڻ ايشيا، عرب، فارس ۽ هند وغيره کان ڌاريا اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا آهن تہ انهن جو تعداد ايترو گهٽو هوندو آهي جو ڏيهي ۽ مقامي سنڌي اقليت ۾ تبديل ٿي ويندا آهن.
- اهوئي سبب هو جو ٻڌ ڌرم جي مقدس ”پالي“ ٻولي سنڌ ۾ ڇهہ سؤ ورهيہ ايئن سرڪاري ٻولي ٿي ڪري راڄ ڪيو جيئن اڄڪلهہ اردو ٻولي هتان جي قومي ٻولي ٿي ڪري راڄ ڪري رهي آهي. اهڙي طرح سنسڪرت، فارسي، عربي ۽ هندي ٻولين ۽ انهن جي ڳالهائيندڙن جو سنڌ ۾ ڏاڪو رهيو. عربي ۽ فارسي ٻولين مجموعي طور سنڌ ۾ 500 ورهيہ راڄ ڪيو آهي.
- اها ٻي ڳالهہ آهي تہ دنيا جا لسانياتي ماهر ان حقيقت تي حيران پريشان آهن تہ اها سنڌي ڪهڙي قسم جي ٻولي آهي جنهن مان سنسڪرت، فارسي، عربي، هندي ۽ ٻين دراوڙي ٻولين جا لفظ ڪڍي ٿا ڇڏجن تڏهن بہ ان ۾ هيترا سارا لفظ اچا بہ پوئتي بچن ٿا جن جي بڻ بٺياد جي ڪا بہ خبر ناهي. چوڻ وارا چون ٿا تہ اهي لفظ مهين جي دڙي واريءَ ٻوليءَ جا آهن!
- سو سنڌ ۾ ڌارين جو اچڻ ۽ وقت گذرڻ سان سنڌي ٿي وڃڻ وارو تاريخي عمل جاري آهي جنهن جي نتيجي ۾ بلوچ ۽ سيد، پيرزادا ۽ مخدوم، پنجابي ۽ مهاجر وغيره منجهان ڪي سنڌي ٿي چڪا آهن ۽ ڪي ٿُي رهيا آهن.

- پرجيستائين ڏاريا سنڌي ٿين تيستائين اهي مقامي ۽ ڏيهي سنڌين کي گهٽ ۽ پاڻ کي اُتم سمجهندا آهن. ان ڪري سنڌين متان حڪومت ڪرڻ چاهيندا آهن. ان کي مهاجر نفسيات چئبو آهي.
- سو متان وساريو ته خميس 4 آگسٽ 2006ع تي ڪنگري هائوس، ڪراچيءَ ۾ سنڌ جي هڪ معتبر شخصيت پير صاحب پاڳاري ايم ڪيو ايم بابت جيڪا پريس ڪانفرنس ڪئي آهي سنڌين کي ان تي وري سوچڻ گهرجي ۽ اهو وسارڻ نه گهرجي ته هاڻي به جيڪڏهن هو ويچا وساري متحد نه ٿا ٿين ته پوءِ دنيا جو ڪو به جرڳو (وڏيرڪو، سوشلسٽ يا سرمائيدارانه) هنن جي حق ۾ فيصلو نه ڏيندو.

آچر 6 آگسٽ 2006ع

متان وساريو تہ

- ڪالهوڪو ڏينهن يعني 6 هين آگسٽ دنيا جي سياسي تاريخ جو انتهائي خوفناڪ ڏينهن هو ڇاڪاڻ تہ ان ڏينهن ٻي مهاڀاري جنگ "1939_1945ع" هلندي آمريڪا، جپان جي شهر هيروشيما تي پهريون دفعو صبح سوا اٺين وڳي ائٽم بم ڪيرايو هو جنهن جي نتيجي ۾ هڪ لمحي اندر 70,000 کان 80,000 انسان موت جو ٻڪ ٿي ويا هئا.
- ٽي ڏينهن پوءِ 9 آگسٽ 1945ع تي صبح جو ست لڳي پنجاهہ منٽن تي آمريڪا ٻيو ائٽم بم جپان جي ٻئي شهر ناگاساڪي تي ڪيرايو جنهن جي نتيجي ۾ ناگاساڪي شهر جي ڪل انساني آبادي 2 لک 40,000 مان 70,000 انسان سڙي خاڪ ٿي ويا. ائٽمي حملي کانپوءِ جپان سرڪار پنهنجي رپورٽ ۾ لکيو تہ "ناگاساڪي شهر هڪ اهڙي قبرستان ۾ تبديل ٿي چڪو آهي جنهن ۾ ڪابہ قبر ۽ ان جو ڪتبو نظر نہ ٿو اچي".
- ۽ ان سان گڏ جپان هٿيار ڦٽا ڪرڻ جو اعلان ڪيو جنهن ڪري آمريڪا جو اهو سياسي مقصد پورو ٿي ويو جنهن ڪري هن دنيا جي وڏي ۾ وڏي عالمي ڏاڍائي جو مظاهرو ڪيو هو.
- اهڙو ظالماڻو واقعو جنهن ڪي بيان ڪرڻ لاءِ دنيا جي جملي ٻولين جون قبيحي ترين صفتون پنهنجن ڪنن جي پاپڙين ڪي جهلي هوند توبهہ، توبهہ ڪن، ان تي دنيا جي جنهن پهرئين دانشور مذمتي بيان جاري ڪيو هو سو آلبرٽ ڪامو هو.
- هن چيو تہ "مشيني تهذيب بربريت يا (وحش پڻي) واريءَ پنهنجي انتها منزل کي پهچي چڪي آهي. ويجهي مستقبل ۾ اسان کي اجتماعي خودڪشي ۽ سائنسي فتوحات جي ذهين طريقي مان ڪنهن هڪ جو انتخاب ڪرڻو پوندو. اها خالي دعا نہ هئڻ گهرجي پر عالمي قانون ٿيڻ گهرجي تہ عوام ۽ حڪومت کي عقل ۽ دوزخ منجهان ڇا گهرجي"؟؟؟
- هيروشيما ۽ ناگاساڪي تي ائٽمي حملي ۾ لڏي لمي لڳ ڀڳ ساڍا ٽي لک ماڻهو مري ويا، ان کان ٽيڻو انگ ماڻهن جو اپاهج ٿي ويو ۽ ان کانپوءِ هاڻي ڪيترن نون ڄاول ٻارن ۾ اهي موروثي بيماريون ٿين ٿيون جن جو ڪارڻ 1945ع وارو ائٽمي حملو هو.

- انهي ائٽمر بمر جي تباهيءَ جا تفصيل جيڪي انٽرنيٽ تي موجود آهن ان کي رڪارڊ ڪرڻ لاءِ ڪنهن ٿلهي موٽي ڪتاب جي ضرورت آهي، ننڍي وڏي ڪالم جي پيٽي ناهي. بهرحال جيڪو بمر هيروشيما تي ڪيرايو ويو هو ان جو نالو ”لِٽِل بواءِ“ (ننڍڙو ٻار) هو ۽ ناگاساڪي تي هنيل بمر کي ”فيٽ مئن“ (ٿلهو متارو ماڻهو) سڏيو ويو. ناگاساڪي تي بمر ڪرڻ ڪانپوءِ جيڪو دونهين جو ڪڪر آسمان ڏانهن اڀريو ان جي اوچائي 4 ڪلوميٽر هئي!!
- 1945ع ڪانپوءِ دنيا اجا ترقي ڪئي آهي. هن وقت دنيا جي مختلف ملڪن وٽ 200 اهڙا ائٽمي بمر آهن جن مان.هر هڪ بمر هن ڌرتي کي 200 سئو دفعا تباهه ڪرڻ جي طاقت رکي ٿو.
- ان لحاظ کان ڏٺو وڃي تہ اڄ جو سڏريل انسان، جديد تهذيب جو خالق ۽ اشرف المخلوقات خان صاحب جنهن ٺاريءَ تي ويٺو آهي ان کي آهستي آهستي ڪپي رهيو آهي.
- سو متان وساريو تہ هر سال آگسٽ مهيني جو پهرئين آچر وارو ڏينهن سڄي دنيا ۾ ”دوستي جو عالمي ڏينهن“ ڪري ملهايو ويندو آهي. اهو ڏينهن پڻ 6 هين آگسٽ هو جيڪو دوستي جي امرت رس سان ائٽمي حملي واريءَ دشمنيءَ جي دونهي کي وسائڻ جي سگهہ رکي ٿو.!!!

”پرين مَ ڪٽي پانهڙي، پرهہ مَ ڪٽي پانڌ
آءُ پنهنجو ڪانڌ، لوڪان لِڪي رانئيان“ ـ ڀٽائي

سومر 7 آگسٽ 2006ع

متان وساريو تہ

- جيڪڏهن ملڪ ۾ انصاف هجي تہ سنڌ جو وفاق ڏانهن وڏو قرض نڪري ٿو جيڪو اين ايف سي کان علاوه آهي.
- اين ايف سي واري قرض جي معنيٰ اها آهي تہ سنڌ صوبو سامونڊي بندر ۽ مڇي وغيره مان جيڪا آمدني ڪمائي وفاق کي ڏئي ٿو ان مان ڪجهہ مالي حصو وفاق کي موٽائي صوبي کي ڏيڻو آهي. پر وفاق ان تي راضي نہ ٿو ٿئي ۽ پنجاب جي مفاد کي ڏسي آباديءَ جي بنياد تي مالي ورڇ ڪري ٿو جنهن سان سنڌ جو وفاق ڏانهن جملي قرض نہ ٿو اڳڙي.
- ٻيو قرض سنڌ جو وفاق ڏانهن اهو آهي تہ سنڌ سڄي ملڪ جي ٻوڏ جو بار کڻي ٿي ڇاڪاڻ تہ سنڌ پڇڙيءَ ۾ آهي. ان ڪري سنڌ جي بندن کي نقصان ٿئي ٿو، واهن کي ڪنڍ پون ٿا، فصل لڙهي وڃن ٿا، گهر ڊهي وڃن ٿا، بيماريون پکڙجن ٿيون ۽ موت واقع ٿين ٿا. انصاف جي تقاضا اها آهي تہ وفاق اترين علائقن، سرحد صوبي ۽ پنجاب کان پئسا وٺي ان ۾ پنهنجو حصو ملائي سنڌ کي ٻوڏ کان بچاءَ لاءِ گهربل بجيٽ جي ادائيگي ڪري.
- ٽيون قرض سنڌ جو وفاق ڏانهن ايل بي او ڊي ۽ آر بي او ڊي وارو آهي. پڇڙيءَ وارو صوبو هئڻ ڪري سنڌ، ملڪ جي سڀني صوبن سرحد، پنجاب ۽ بلوچستان جو سم وارو پاڻي پاڻ وٽان وهائي ٿي. جيئن تہ هي زهريلو پاڻي آهي، ان ڪري سنڌ مان گذري سمنڊ ۾ داخل ٿيندي سنڌ کي جيڪو ماحولياتي نقصان ڏئي ٿو ان جو تخمينو ڪرڻ ريين ۾ ٿيندو. انصاف جي تقاضا آهي تہ اهو معاوضو پڻ وفاق سنڌ جي حوالي ڪري.
- چوٿون قرض سنڌ جو وفاق ڏانهن اهو آهي تہ ڪراچيءَ جو شهر "مِني پاڪستان" (يعني ننڍڙو پاڪستان) آهي ان ڪري ان ۾ پاڪستان جا سڀئي ماڻهو جهڙوڪ ڪشميري، پنجابي، پٺاڻ، بلوچ، سرائيڪي ۽ ٻيا بہ انيڪ نسلن جا ماڻهو رهن ٿا ان ڪري وفاق کي سنڌين ۽ مهاجرن کانسواءِ ٻين سڀني پاڪستانين جي رهڻ جي ٽئڪس سنڌ کي ڏيڻ گهرجي.

گذريل سال پاڻيءَ بابت ڪراچيءَ ۾ ٿيل هڪ بين الاقوامي ڪانفرنس دوران سنڌ آبپاشي کاتي جي هڪ عملدار انڪشاف ڪيو تہ اسان وفاق کان گهر ڪئي سين تہ وفاقي ڪوٽا مان ڪراچيءَ کي پاڻيءَ جو اهو حصو

ڏنو وڃي جيڪو سنڌي ۽ مهاجرن ڪانسواءِ ٻيا پاڪستاني پين ٿا. ان تي وفاق انڪار ڪيو ۽ چيو ته اهو پاڻي سنڌ پنهنجي ڪوٽا مان خرچ ڪري.

- پنجون قرض سنڌ جو وفاق ڏانهن بحري بندر جو آهي. آزاد ڪشمير، سرحد صوبي ۽ پنجاب جون حدون سمنڊ سان نه ٿيون لڳن. سنڌ ۽ بلوچستان سان سمنڊ لڳل آهي جنهن جو جملي ڪنارو 1050 ڪلوميٽر آهي (بلوچستان 700 ۽ سنڌ 350)۔ ان ڪري انصاف جي تقاضا اها آهي ته وفاق، سنڌ ۽ بلوچستان کي سامونڊي ڪناري تان مڇي وغيره جي ٿيندڙ آمدني ۽ بحريٰ بندر جي ٽئڪس ادا ڪري.
- ڇهون قرض سنڌ جي معدني دولت تي رائلٽي جو آهي۔ ۽ جي اجا به هوم ورڪ ڪبو ۽ واڌڪو حساب لڳائبو ۽ گڏيل وياج جي انگي حساب ڪان مدد وٺبي ته سنڌ جو وفاق ڏانهن اجا به گهٽو قرض نڪرندو.
- سو متان وساريو ته اهڙي ڏيتي ليتي ڪان جان ڇڏائڻ خاطر 1954ع ۾ پاڪستان سيني صوبن کي ختم ڪري ون يونٽ ٺاهي ڇڏيو هو ته جيئن "نه رهي بانس ۽ نه وڃي بانسري".

اڱارو 8 آگسٽ 2006ع

متان وساريو تہ

- اڄ نظير عباسيءَ جي شهادت جي 26 هين ورسي آهي.
- پاڪستان جي ماڊل فوجي ڊڪٽيٽر جنرل ضياءالحق يارهن سالن واري ڏکھي آمريت دوران جيڪي وڏا خون ڪيا هئا انهن ۾ ذوالفقار علي ڀٽو، نظير عباسي، شاهنواز ڀٽو، يوسف جکراڻي ۽ ڪيترا ٻيا شامل هئا.
- باقي گمنام ماڻھن جا قتل، انسانن کي ٽڪنڪيءَ تي اونڌو ٽنگي انهن جي اگھاڙن جسمن تي ڦٽڪا هڻڻ، خدا جي پرتوي حضرت انسان جي ڪاڏيءَ کي هيڻان مٽي ڪري هن جو ڪارو منهن ڪرڻ ۽ ٻيا اهڙا ڪھڙا ڪيس ڪيا ويا هئا، انهن تي ڪا بہ ريسرچ ڪا نہ ڪئي وئي آهي.
- نظير عباسي ڪيئن گرفتار ٿيو، ڪيترا ڏينهن ۽ ڪيتريون راتيون هن متان ڪھڙو ڪھڙو تشدد ڪيو ويو، هن کان ڇا ڇا پڇيو ويو، هن ڪھڙن سوالن جا ڪھڙا جواب ڏنا، يا صفا چپ رهيو، هن تي ٽارچر ڪرڻ واري عملدار پاڻ فيصلو ڪيو يا هن کي متان ڪنهن اعليٰ عملدار حڪم ڪيو تہ نظير کي ٽرڊ ڊگريءَ جو ٽارچر ڏنو وڃي، ان بابت ڪا بہ ڄاڻ ڪانهي.
- هن بهادر سنڌي ڪميونسٽ موت جي منهن ۾ ڪيئن Behaveڪيو؟ موت، جيڪو انسان جي وڏي ۾ وڏي ڪمزوري آهي، ان کي هن ڪيئن منهن ڏنو؟ هن جا آخري لفظ ڪھڙا هئا؟ هن جي اکين جي چمڪ، هن جي پيشاني جا گھنج، هن جو حوصلو ۽ ان يقين جي باوجود تہ هاڻي هو پنهنجي ماءُ، نوجوان زال، ننڍين ڇاول سڪيلڏي ڌيءُ ۽ اها پارٽي ۽ انهيءَ پارٽي جا ڪامريڊ جن لاءِ هو سر قربان ڪري رهيو هو تن سيني کي هميشہ لاءِ ڇڏيون ٿو وڃي، پوءِ بہ هن جو ڇا چوڻ هو؟ اها معلومات انهن ماڻھن کي هاڻي 26 سالن ڪانپوءِ عام ڪرڻ گھرجي جن هن کي شهيد ڪيو هو.
- آمريڪي سي آءِ اي 30 سالن ڪانپوءِ پنهنجا مخفي دستاويز عام ڪندي آهي. حڪومتي نظام هلائيندڙن ۽ جنگيون وڙهندڙن جون ڪي غير انساني ترجيحات تي سگھن ٿيون جيڪي جنگ جي پڄاڻيءَ تي ۽ حڪومت پوري ٿيڻ سبب پنهنجي حساسيت وڃائي وهنديون آهن. ان ڪري ڪم لٽي پٽي حقيقتن تان جيڪڏهن پردو ڪنيو ويندو تہ ان سان تاريخ جو رڪارڊ درست ٿيندو. تاريخ جيڪو انساني احساس جو دائمي

درد آهي!!

- وقت گذرڻ سان زمانو بدلجي ٿو. 35 سالن گذرڻ کانپوءِ پاڪستان جو سربراهہ چئي ٿو تہ اسان کي 1971 ع وارن واقعن تي افسوس آهي، حمود الرحمان ڪميشن جي رپورٽ پنهي جي حڪومت ۾ نہ ڇپي، جنرل ضياءَ، محمد خان جوڻيجو، محترمہ بينظير ڀٽو ۽ نواز شريف جي حڪومتن ۾ نہ ڇپي پر جڏهن هندستان سمگل ٿي ۽ اتي جي پريس ۾ ڇپي تہ پوءِ جنرل مشرف جي دور ۾ پاڪستان ۾ بہ ڇپجي وئي.
- ڪالهہ جن ماڻهن کي زيرو مان هيرو ڪيو ويو، انهن کي اڄ هيرو مان زيرو ڪيو پيو وڃي. انهن ماڻهن ڏانهن اشارو ڏيندي پير صاحب پاڳاري هڪ بيان ۾ چيو هو تہ ”پاڪيون تڪيون ٿي رهيون آهن.“ ۽ هاڻي چيو اٿس تہ جيئن برگيڊيئر ضياءالحق(بعد وارو جنرل ضياءُ) اردن ۾(ٽئنڪن جي لشڪر جي سرواڻي ڪري فلسطينين جو قتلام) ڪيو هو تيئن ڪراچيءَ ۾ پڻ ”فئملي پلاننگ“ ٿيڻي آهي.
- سو وقت جي تبديليءَ سان گڏ ملڪي پاليسين ۾ پڻ تبديليون اچڻ گهرجن. حڪومت کي هڪ مدو مقرر ڪرڻ گهرجي جنهن کان پوءِ پاڪستان جا مخفي دستاويز عام ڪرڻ جو اعلان ڪيو وڃي. ان حوالي سان اعليٰ عدالتون پڻ مداخلت ڪري سگهن ٿيون، ميڊيا پنهنجو رول ادا ڪري سگهي ٿي ۽ سياسي پارٽيون پڻ پنهنجي طاقت جو مظاهرو ڪري سگهن ٿيون.
- سو متان وساريو تہ شهيد نظير عباسيءَ جي ڪيس جي جاچ سول سوسائٽي طرفان پڻ ٿيڻ گهرجي تہ جيئن هن جي شهادت ۽ پارٽي پاليٽڪس، هن جي بيوهہ، ڌيءُ ۽ ڪٽنب جي رڪاوٽن جا رويا ۽ هن کانپوءِ پارٽيءَ جي ٽُٽڻ تائين وارا جملي غير سرڪاري راز پڻ فاش ٿي سگهن جيڪي پڻ تاريخ جي رڪارڊ کي درست رکڻ لاءِ ضروري آهن.

اربع 9 آگسٽ 2006ع

متان وساريو تہ

- هن سال سنڌ تي وڏي وَس ٿي آهي جنهن ڪري سنڌ جو ڏڪارِ سڪارِ ۾ تبديل ٿي ويو آهي. هاڻي اسان کي گهٽ ۾ گهٽ هن سال نہ وفاق جي پرواهہ آهي ۽ پنجاب جي مهربانيءَ جي حاجت.
- ان ڪري پٺائي صاحب چيو هو تہ ”قادر ڪرين ڪرم، تہ اِن جي وطن تي وس ٿئي“.
- هن سال سنڌ جي ڊيگهہ ويڪر ۾ مينهن وسيو آهي. ڪٿي جي قبر ڪان وٺي ڪارونجهر تائين، ڪراچي ڪان وٺي سنڌ ـ پنجاب سرحد تي ريتي ريلوي اسٽيشن تائين، سِيرَ ڪريڪ ڪان ڪورنگي ڪريڪ تائين، ڪاڇي ڪان وٺي ڪڇي تائين ۽ گڊو بئراج ڪان وٺي ڪوٽڙي بئراج تائين بهاري ٿي وئي آهي.
- ٿر تہ وسڪارن ڪانپوءِ ڪشمير ٿي پيو آهي. 22 هزار چورس ڪلوميٽر ايراضي، 12 لک آبادي ۽ 23 سئو ڳوٺن تي ٻڌل ٿر ۾ پاڪستان جي 58 سالن ۾ پهريون دفعو پڪا روڊ ٺهيا آهن. هاڻي مٺي ڪان ننگرپارڪر ٻن ڪلاڪن ۾ عام موٽر گاڏي بہ وڃي سگهي ٿي. اڳي ڇهہ باءِ ڇهہ ڪيڪڙوات، ڏهہ ۽ ٻارنهن ڪلاڪ بہ وٺندو هو. پوءِ جڏهن ان کي چار باءِ چار وارو ٽرڪوچ ٺاهيو ويو تہ مٺي ڪان ننگر تائين چار ڪلاڪ وقت وٺڻ لڳو.
- ڪشمير ٿيڻ ڪانپوءِ ٿر گهمڻ لاءِ ماڻهن جي رش وڌي وئي آهي. خبرن مطابق هر قسم جي موٽرڪار ۽ فيملي هرپٽ، ڏهہ ترائي، ٿَلِي ۽ گئوچر ڏسي پنهنجيون اکيون ٺڏيون ڪري رهي آهي. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ مهمانن جي رش سبب ڪجهہ ننڍا وڏا فائدا ۽ نقصان ڪندي آهي سي ٿر ۾ بہ ضرور ٿيا هوندا.
- ڪجهہ سال اڳ ٿر سان تعلق رکندڙ سنڌ جي هڪ سرموڙ سنڌي ليکڪ لکيو هو تہ جيڪي ماڻهو ٿر کي ”گليمرائيز“ ڪن ٿا (يعني ٿر جي حسن کي وڌائي پيش ڪن ٿا) سي انهن ٿري ماڻهن جي تڪليفن لاءِ جوابدار آهن جن تي وسڪارن ڪانپوءِ مهمانن جو ڳرو بار پوي ٿو.
- سنڌ جي انهيءَ محبوب ليکڪ کي هاڻي نئين ائڊريس مطابق نئين جوڙيل ضلعي نالي مٽياري ۾ واريءَ جي هڪ وڏي دڙي متان سمهيل ان شاعر سان اهو ليکو ڪرڻ گهرجي جنهن لکيو هو تہ ”ڀَسو جا پٽن ۾،

ڪتوري خوشبوءِ".

- اميد آهي ته اسان به وسڪارن ڪانپوءِ ترجي پٽن ۾ ڪتوريءَ واري خوشبوءِ سنگهڻ ويندا سي ۽ پلر جيءَ پاڻيءَ واري امرت رس پي ڪنيئيون ۽ چيڙ، مريئڙو ۽ پيپون ڪائي ايندا سي.
- ترجي ڏيهي پريس رپورٽر ڪاتائو جاني جي لفظن ۾ "چوماسي جا مينهن وسڪاري جي مند ۾ اوهيڙا ڪري جولاءِ مهيني جي آخري ڏينهن ۽ آگسٽ جي پهرين هفتي ۾ ڪنوٽين ۽ گجگوڙن جي ٺڪاٽن سان وسي گذريل ٽن سالن جي ڏڪار وارن ڏولائن جا سمورا ٽڪ پيچي، تل، ترايون تار ڪري ڇڏيون آهن".
- تر جي هن دلبر ماڻهوءَ جيڪا رپورٽ لکي آهي ان مطابق "هلندڙ چوماسي جي برساتن ۾ 7 آگسٽ تائين مٺيءَ ۾ 214 ملي ميٽر مينهن، ڏيپلو ۾ 301 ملي ميٽر، ننگرپارڪر ۾ 233 ملي ميٽر ۽ ڇاڇري تعلقي ۾ گهٽ ۾ گهٽ يعني 37 ملي ميٽر مينهن پيو آهي.
- ٿر ۾ سڪار لاءِ سراسري 200 ملي ميٽر مينهن هر صورت ۾ گهربل هوندو آهي اها بي ڳالهه آهي ته 20 جون کان 15 سيپٽمبر تائين وارن لڳ ڀڳ چئن مهينن ۾ 20 ڏينهن جي وقفي سان چار برساتون نه پيون ته پوءِ فصل نه ٿيندا باقي گاهه پنو جام ٿيندو ۽ پٽائي چوندو ته "ڏکي توءِ ڏڪار، توٽي وسن مينهڙا".
- سو متان وساريو ته ٿر ۾ ڪي اهڙا به ماس خورن جهڙا مرون ماڻهو رهن ٿا جيڪي وياج خوري ڪري، روينيو جي راشي ڪامورن سان ملي ڳئوچرن تي قبضا ڪري اينيمي پراپرٽي واري به لک ايڪڙ زمين ڦباڻڻ گهرن ٿا جن لاءِ پٽائي چيو هو ته: "جن مهانگي لئه ميڙيو، سي ٿا هٿ هٽن_ پنجن منجهان پندرهن ٿيا، ائين ٿا ورق ورن_ (۽) ڏڪاريا ڏيهه مان شل موذي سڀ مرن!!!"

خميس 10 آگسٽ 2006ع

متان وساريو تہ

- هڪ رپورٽ مطابق پاڪستان، سال ۾ سج جي روشنيءَ جا 2 هزار ڪلاڪ ضايع ڪري رهيو آهي جن مان جيڪڏهن بجلي ٺاهي تہ هوند هڪ ڪلاڪ ۾ 2 ميگاواٽ بجلي ٺهي سگهي ٿي.
- سج جي روشني ۾ وڏي طاقت آهي جنهن سان دنيا جا ڪيترا ملڪ بيشمار فائدا حاصل ڪري رهيا آهن. مغربي ملڪ جتي اڌ سال برف ٿي پوي ۽ اڌ سال جهڙ ۽ مينهن آهن سي چوندا آهن تہ ايشيا ۽ آفريقا وانگي يورپ ۽ آمريڪا جي آسمان ۾ ايترو سج نڪري تہ هوند اسان اڃا بہ گهڻي ترقي ڪري وڃون.
- بجلي هوا مان بہ ٺهي تہ پاڻيءَ مان بہ ٺهي تہ تيل مان بہ ٺهي تہ ڪوئلي مان بہ ٺهي تہ سج جي روشنيءَ مان بہ ٺهي. ڳالهہ اصل مشين کي هلائڻ جي آهي پوءِ اها ڦرڻي هوا جي زور تي ڦري، پاڻي جي وهڪري جي زور تي هلي يا ڪوئلي، تيل، ڪاٺ ۽ ڇيڻي وغيره جهڙي ٻارڻ جي مدد سان هلندي تہ ان مان بجلي ٺهي ويندي.
- پر اسان جي حڪمرانن کي رڳو سنڌو درياءَ جو پاڻي ڪالاٻاغ شهر وٽ ڳنڍيو ڏئي بند ڪرڻو آهي. نالو بجلي ٺاهڻ جو، پر اصل ڪم پنهنجيون زرعي زمينون آباد ڪرڻ هو. ان لاءِ ڪاٻي ڪناري تي واهہ کڻڻ جي رٿا هئي جنهن جي جاءِ تي هاڻي گريٽر ٿل ڪئنال کڻي ڇڏيو اٿن.
- بجلي تہ سنڌ ۽ بلوچستان جي سامونڊي ڪناري تي سمنڊ جي ڇولين جي زور تي بہ مشينون هلائي پيدا ڪري سگهجي ٿي. بجلي تہ لاڙ جي علائقي ۾ سڄو ڏينهن ۽سڄي رات هلندڙ هوا مان بہ پيدا ڪري سگهجي ٿي. بجلي تہ سنڌ مان ملندڙ ڪوئلي مان بہ ٺاهي سگهجي ٿي. رڳو سنڌو درياءَ جو پاڻي ۽ ڪالاباغ ڊيم تہ ڪونهي.
- سنڌ ۾ تہ ماهر ماڻهو پيا آهن جن مان هڪ راهمون انجنيئر ترجي واريءَ مان بجلي ٺاهڻ جي اٽڪل ڳولي ڪڍي هئي. ان جي انعام ۾ هن سان اهڙي حالت ڪئي وئي جيڪا اتر سنڌ جي وڏن ڏوهارين سان بہ نہ ٿيندي آهي.
- لاڙڪاڻي جو هڪ ڳوناڻو نالي مولا بخش بروهي جيڪو شهر جي نظر ڦاٽڪ وٽ رهندو آهي تنهن ڪجهہ سال اڳ سج جي روشني تي هڪ چلهو ٺاهيو هو جنهن تي گهر ۾ رڌ پچاءُ پڻ ڪندو هو. اهڙيون خبرون

اخبارن ۾ پڻ ڇپجي چڪيون آهن.

- مال جي ڇيڻن مان ڳوٺن اندر گهر ۾ رڌ پچاءَ جيتري گئس پيدا ڪرڻ جو تجربو سڄي ملڪ اندر ۽ سنڌ ۾ ڪجهه سال اڳ ئي چڪو آهي. سو جي قدرتي ماحول ڪي انسان جي جياپي لاءِ استعمال ڪرڻ جو هنر ۽ فن حاصل ڪيو وڃي. ته هوند مهانگائيءَ ڪي وڏي پئماني تي پنجو اڇي سگهي ٿو ۽ سماجي خوشحاليءَ ۾ حيرتناڪ اضافو ٿي سگهي ٿو.
- پر متان وساريو ته ڪوري اهو ڪجهه اڻندو آهي جيڪو هن جي من ۾ هوندو آهي!!

جمعو 11 آگسٽ 2006ع

مٿان وساريو تہ

- خيرپور جي ناري واري علائقي ۾ خميس ڏينهن ڳوٺاڻن جيڪو "آدمخور۔ نما جانور" پڪڙي ماري ڇڏيو آهي، جنهن جا چون ٿا تہ ڇهہ انچ ڊگها ننهن هئا ۽ پويان پير ننڍڙن ٻارن جي پيرن جهڙا هئس، ۽ اهو جانور وارياسي علائقي ۾ ڏرهٽي وهندو هو. هڪ ڳوٺاڻي جي آگر بہ کائي ويو هو ۽ تازين قبرن مان انساني لاش کڍي کائيندو هو. لڳي ٿو تہ اهو دنيا جو ڪو انوکو جانور هو ۽ وائيلڊ لائيف جي تاريخ جي هڪ ناياب ايجاد هئي. ڪاش ان کي زندهہ پڪڙي ڪنهن چڙيا گهر ۾ محفوظ ڪري رکيو وڃي ها.
- اسان جي ڀهراڙيءَ وارن ويچارن سنڌي ڳوٺاڻن کي اهو اندازو ناهي تہ اهڙا ناياب جيوَ جيڪڏهن هو دنيا آڏو آڻين تہ هوند ڪيترا عالمي ادارا هنن کي لکين رپيا انعام بہ ڏين ۽ شاباش بہ ڪن.
- خبر مطابق هندستان جي سرحد کان 70 ڪلوميٽرن جي فاصلي تي خيرپور جي ناري واري علائقي ۾ ڳوٺ ملهار خان پنهورجي هڪ شخص سائينداد پنهور اهڙو ڪارنامو سرانجام ڏنو جو هن اهو انوکي قسم جو جانور ڳولي لڌو جنهن جي کل مان چون ٿا تہ رائيفل جي گولي گذري نہ ٿي سگهي. جيڪڏهن اها ڳالهہ صحيح آهي تہ پوءِ اهو جانور سموري دنيا جي ماڻهن لاءِ هڪ عجوبو هو.
- پر اسان جي ماڻهن ۾ اڻڄاڻائي جو اهو عالم آهي تہ وائيلڊ لائيف يعني جهنگلي جيوت جي هڪ اهڙي انوکي جنس کي 8 ٽريڪٽرن، ڇئن شڪاري ڪتن ۽ سوين ماڻهن جي مدد سان زندهہ پڪڙڻ ڪانپوءِ ان کي ملڪ جي ڪنهن خانگي يا سرڪاري چڙيا گهر جي حوالي ڪرڻ بدران ان کي بيدرديءَ سان ماري ڇڏيائون.
- دنيا جي اهڙي ناياب جانور تي اڳ ۾ شڪاري ڪتن جي ٻچ ڪرائي وئي جن هن کي زخمي ڪري بي حال ڪري ڇڏيو. ان ڪانپوءِ بہ ڳگدام جانور تي رحم نہ آين جنهن ڪري هن جي جسم تي گوليءَ جو وار ڪيو ويو پر چون ٿا تہ گولي هن جي کل مان ٽپي نہ سگهي. ان ڪري آخر ۾ هن کي وات ۾ گولي هنيائون جنهن ڪانپوءِ اهو جانور مري ويو.
- سنڌ سرڪار جي وائيلڊ لائيف واري کاتي جي پگهاردار عملي کي گهرجي تہ هاڻي بہ اتي وڃي انهيءَ جانور بابت معلومات حاصل ڪن ۽

جيڪڏهن ان کي زمين ۾ پوريو ويو آهي ته ان کي کوٽي اتان ڪڍي، دوائون هڻي، چڙيا گهر ۾ نمائش لاءِ رکن. جيڪڏهن ان کي دفن نه ڪيو ويو آهي ته ان جي جسم جو ڪوبه حصو جيڪو هٿ لڳي سگهي ٿو سو ڪڍي اچي چڙيا گهر ۾ رکن ۽ ان تي تحقيق ڪن.

- سنڌ جي زولاجي (جانورن جو علم) ۽ باٽني (ٻوٽن جو علم)، توڙي جنهن کي فلورا ۽ فانا چيو وڃي ٿو سو سنڌ جي تاريخ ۽ قدرتي ماحول جو حصو آهي. ان حوالي سان هن جانور بابت اسان انهيءَ سرڪاري ڪاتي ڪان پڇڻ گهرون ٿا ته اهو ڪهڙو جانور هو، هن جا ننهن ۽ پيرائين ڇو هئا. ڇا ان جو نسل سنڌ ۾ پيدا ٿئي ٿو يا هندستان کان هتي آيل آهي، وغيره وغيره.
- سو متان وساريو ته سنڌ سان محبت جي اها تقاضا آهي ته ان جي هر شيءِ بابت معلومات جمع ڪئي وڃي، ان کي قلمبند ڪيو وڃي، ان کي فلمايو وڃي ۽ ايندڙ نسل کي اها "برٿ ڊي گفٽ" ڪري ڏني وڃي.

ڇنڇر 12 آگسٽ 2006ع

متان وساريو تہ

- چنڇر 12 آگسٽ نوجوانن جو عالمي ڏينهن هو.
- ان موقعي تي سنڌ ۾ هڪ تہ ڪي خاص پروگرام ڪو نہ ٿيا. پر جي ڪجھ ٿيا تہ اهي بي روح، ۽سا ۽ ٻچسا جن ۾ نوجوان ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جي آئيندي بابت گھٽ سوچيو ويو.
- پاڪستان ۽ سنڌ ۾ ٻين بيشمار مسئلن سان گڏ نوجوانن (ڇوڪرين توڙي ڇوڪرين) جو هڪ وڏو مسئلو اهو آهي تہ ملڪ ۾ جيڪا بہ بيروزگاري آهي ان ۾ وڏي ۾ وڏو حصو سماج جي هن طبقي جو آهي.
- بيروزگاريءَ سبب نوجوانن ۾ بدحالي، پريشاني ۽ بيزاري پيدا ٿئي ٿي. بدحالي ۽ غربت کي دور ڪرڻ لاءِ نوجوان ڇوڪرو ڏوھ ڪري ٿو (چوري ۽ ڦرُ) جنهن مان هن کي چار پئسا ملن ٿا، ۽ ذهني پريشاني دور ڪرڻ لاءِ هو نشو ڪري ٿو. ڪراچيءَ ۾ موبائيل جي وڏنڊڙ ڦر ان جو مثال آهي. ڇوڪريون البت ڇوڪرن جي مقابلي ۾ شريف ٿين ٿيون.
- انگريزيءَ ۾ ان کي REMEDY OF MELANCHOLY WITH MADNESS چوندا آهن يعني ”اداسيءَ جو علاج چريائپ ۾ تلاش ڪرڻ“
- هتان جي نوجوان جي ان حوالي سان مدد ڪرڻ وارو ڪو بہ ڪونهي، نہ سرڪار ۽ نہ سول سوسائٽي. ڪي ڪي والدين ۽ ڪي ڪي خاص خاندان پنهنجو اثر هلائين ٿا نہ تہ مڙوئي خير آهي، نوجوانن جي قسمت بس ان راند واريءَ گڏيءَ (Shuttle Cock) جيان آهي جنهن کي هڪ پاسي کان ٻئي پاسي اڇلايو وڃي ٿو ۽ ٻئي پاسي کان ٽئين پاسي اڇلايو وڃي ٿو. هن وٽ پنهنجي ڪا پلاننگ، ڪا رٿابندي، ڪو پروگرام ڪونهي، بس جيڏانهن واءُ لڳي ۽ جاڏي ڪٽي وڃي.
- هندستان جي حڪومت ان سلسلي ۾ ڏاڍو ڪارآمد تجربو ڪيو. هنن نوجوان ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کي اها تعليم ڏيڻ شروع ڪئي جنهن جو مارڪيٽ هو. يعني ڪمپيوٽر جي تعليم. سافٽ ويئر ٺاهڻ جي تعليم. ويب سائيٽ ٺاهڻ جو هنر وغيره وغيره.
- ان جو نتيجو اهو نڪتو تہ هندستان جا هزارين نوجوان ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون آمريڪا وڃي پهتا ۽ هندستان اربين ڊالرن جو ڪمپيوٽر سافٽ ويئر آمريڪا کي برآمد ڪرڻ لڳو جنهن سان انَ جي اقتصادي حالت ڪافي

بهتر ٿي وئي.

- 2001ع ۾ مون پاڻ ڪيترا هندستان نوجوان ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون آمريڪا جي مختلف شهرن ۾ سافٽ ويئر جو ڪم ڪندي ڏٺا جيڪي اتي گڏجي پاڙي تي گهروٽي رهن پيا ۽ سادگيءَ سان گذارو ڪري واپس گهر ڏانهن هزارين ڊالر موڪلين پيا جيڪي هندستاني لکين رپيا بڻجي وڃن پيا.
- اهڙو ڪم هتي سرڪار به ڪري سگهي ٿي ۽ سول سوسائٽي به ڪري سگهي ٿي. ان لاءِ اسان وٽ ذهانت جي ڪوٽ ناهي. لاڙڪاڻي جي هڪ ڳوٺ جو هڪ نوجوان، چون ٿا ته شهر ۾ اچي ويب ڊزائيننگ سکيو جنهن ڪانپوءِ هن کي هن وقت اسلام آباد ۾ 35 هزار رپيا پگهار ملي ٿي ۽ هو صرف مئٽرڪ پاس آهي.
- سنڌ جو آئيندو اهي ماڻهو اڏيندا جيڪي اڄ ڄمندا، يا وڏا ٿي نوجوان ٿي چڪا هوندا. جيتري هنن کي تعليم هوندي اوتري مستقبل ۾ سنڌ اندر قابليت هوندي، ۽ جيترو هنر اڄ جي نوجوان ۾ هوندو اوتري خوشحالي سياڻي واري سنڌ ۾ هوندي.
- سو متان وساريو ته ايئن نه ٿئي جو سياڻي واريءَ سنڌ جا سيئي مرد ۽ عورتون علم ۽ هنر کان وانجهيل رهجي وڃن ۽ "غيرت" نالي ڪو آدمخور انهن کي ڪائي ڪپائي ڇڏي!!

آچر 13 آگسٽ 2006ع

متان وساريو تہ

- اڄوڪيءَ ڏينهن تي پاڪستان نالي دنيا جي نقشي تي هڪ نئون ملڪ وجود ۾ آيو هو.
- 25 سالن ڪانپوءِ جڏهن اهوملڪ دنيا جي وڏي ۾ وڏي اسلامي رياست تي چڪو هو تڏهن 1971ع ۾ هڪ سياسي بحران جي نتيجي ۾ ٽٽي ٻہ ٽڪر ٿي پيو ۽ اڳوڻو اوڀر پاڪستان ھاڻوڪو بنگلاديش بڻجي ويو.
- پاڪستان جي تاريخ ۾ 1947ع ۽ 1971ع وارن سالن کي ساڳي اهميت آهي جيڪا 1905ع، 1911ع، 1931ع ۽ 1948 کي آهي.
- هن وقت گڏيل قومن جو ميمبر ملڪ جنهن کي پاڪستان سڏجي ٿو اُن جي جاگرافي سنڌو ماتري جو ڏاڪڻيو حصو آهي.
- ان لحاظ کان ڏٺو وڃي تہ پاڪستان جي تاريخ کان وڌيڪ ان جي جاگرافي کي اهميت آهي۔ هيءَ اها جاگرافي آهي جنهن مهين جو دڙو۔ هڙپا واري عظيم سنڌو تهذيب کي ان وقت جنم ڏنو هو جنهن وقت يورپ اونداهو ڪنڊ هو ۽ ڪولمبس اڃا آمريڪا وارو کنڊ ڳولي ڪونہ لڌو هو.
- هي خطو جنهن ۾ هن وقت پاڪستان آباد آهي ان ۾ 2500 قبل مسيح کان مختلف ملڪ ۽ انهن جون حڪومتون راڄ ڪنديون رهيون آهن. دراوڙ، آريا، اخائمينن، ساساني، پارسين، سياسين، پٺاڻ، افغاني، يوناني ۽ ٻيا الائي ڪير ڪير؟
- پر مڙني حڪومتي دورن ۽ بادشاهن جو سڄو دارومدار جنهن شي تي رهيو سو سنڌو درياءَ هو جيڪو خطي ۾ "سوني ڪِي چڙيا" جو ڪم ڏيندو هو چاڪاڻ جملي اقتصادي پيداوار جو وسيلو اهو درياءَ هوندو هو جيڪو هماليہ جبل مان وهي نڪرندڙ ڏکڻ ايشيا جو وڏي ۾ وڏو درياءَ آهي.
- گهٽ ۾ گهٽ گذريل 10 هزار ورهين دوران ان خطي ۾ ٿاهيل ۽ ڍاهيل حڪومتن جي تاريخ شاهد آهي تہ جن ڌرين سنڌو درياءَ جي صحت جو خيال رکيو ۽ ان ۾ جهجهو پاڻي وهايو تن وڏي شاهوڪاري ماڻي ۽ دنيا ۾ نالو ڪڍيو.
- سنڌو درياءَ جي صحت لاءِ اهو ضروري آهي تہ مٿس ڪو بہ ڊيم نہ هجي. ڪو بہ بئراج نہ هجي، ڪٿي بہ سندس پاڻي جي وهڪري کي نہ روڪجي ۽ نہ ان جو رخ ڦيرائجي.
- سو متان وساريو تہ سنڌو درياءَ جڏهن سڄي دنيا جي وڏي ۾ وڏي ۽ گهڻي

کان گھٽي سڌريل ۽ شاهوڪار ترين سلطنت قائم ڪئي هئي ته ان جو راز نه ڪو تربيلا ڊئم هو نه منگلا!.

سومر 14 آگسٽ 2006ع

متان وساريو ته

- ٿر ۾ ٻين ڳالهين کي ڇڏي رڳو سياحت کي ترقي وٺائي وڃي ته هوند اتي ڪڏهن به ڏڪار نه پوي.
- ٿر ۾ گرينائيٽ آهي، ڏکڻ ايشيا جو گهٽي ۾ گهٽ ڪوئلو آهي، چيني مٽي آهي، ٿرجي واري مان بجلي ٺهي سگهي ٿي، اتي جي هٿ جا هنر ۽ پرت سنڌ ۾ لاثاني آهن. چوپائي مال جي گهٽائي سبب چمڙو ۽ مال واري ملڪيت جام آه. جڙيون ٻوٽيون آهن ۽ ٿر سنڌو تهذيب جو جيئرو جاڳندو ميوزيم آهي.
- اوهان صرف سياحت کي ترقي وٺايو. سڀ کان اول پئمفليٽ ڇپرايو جنهن ۾ سياحن کي گائيڊ ڪيو ته هو خاص ڪري وسڪارن ڪانپوءِ هن منڊ ۾ ٿر گهمڻ وڃن. ڪانئن ڪشمير وسري ويندو.
- اهڙن ٽوئرسٽ بروشرن ۾ ٿر جو نقشو ڏنل هجي ۽ ڪراچي، حيدرآباد، سکر جيڪب آباد، شڪارپور، لاڙڪاڻي، دادو ۽ ٻين سنڌ جي علائقن کان ٿر ڏانهن سفر ڪرڻ بابت معلومات هجي. اجا به ٿي سگهي ته هن منڊ ۾ سنڌ جي مختلف علائقن مان ايئرڪنڊيشنڊ گاڏيون ٿرجي مٺي، عمرڪوٽ، ڏيپلو، نگرپارڪر ۽ ڇاڇري لاءِ هلايون وڃن ۽ ڪين ٻڌايو وڃي ته اهي ٿر ۾ داخل ٿيڻ لاءِ عمرڪوٽ، نئون ڪوٽ، ڏيپلو ۽ بدين وارن لنگهن کي استعمال ڪري سگهن ٿا.
- ٿرجي هر ننڍي وڏي شهر، ضلعي هيڊڪوارٽر، تعلقي هيڊ ڪوارٽر ۽ وڏن ڳوٺن جهڙوڪ ڀالوا، ڏانو دانڌل، جهنجهي، ڇيلهار، سلام ڪوٽ وغيره ۾ چونئرن جا ريسٽ هائوس قائم ڪيا وڃن. هاڻي جڏهن ٿر ۾ روڊ ٺهي ويا آهن ۽ بجلي اچي وئي آهي ته اتي سياحت کي ترقي ڏيڻ ڪو ڏکيو ڪم ناهي.
- ٿرجي هر روڊ جي ڪنارن تي چند ميلن جي مفاصلي تي هٿ جي هنر جا اسٽال هئڻ گهرجن جن تان هٿنديي ڪرافٽ سان گڏ تازا ميوا، ڀاڄيون ۽ ٻيون کائڻ جون اهڙيون شيون موجود هئڻ گهرجن جيڪي وسڪاري کان پوءِ ٿر ۾ پيدا ٿينديون آهن ۽ ان سان گڏ "پلر" جو پاڻي فلٽر ڪيل ۽ صاف ڪيل بوتلن ۾ بند ساڳي يا سستي اگهه تي ملڻ گهرجي جيئن ڪراچيءَ ۾ مِنرل واٽر ملي ٿو.
- ان سان ٿري ماڻهن کي آمدني ٿيندي جيڪا هو ڏڪار جي ڏينهن لاءِ

بچائي رکندا جنهن سان اڳ ۾ مال جو چارو ۽ پوءِ پنهنجي کاڌ خوراک جو بندوبست ڪندا.

- ٿر اهڙو علائقو آهي جنهن ۾ ڪيترو به جهجهو مينهن پوي پر ان جو اثر هڪ سال اندر ختم ٿي ويندو. ان ڪري ٿر ۾ هر سال وسڪارا نه ٿيا ته ڏڪار ٿيندو. ٿر ۾ پيل مينهن جو 40 سيڪڙو زمين چوسي وڃي ٿي ۽ ويهه سيڪڙو ريگستان جي گرمي سبب ٻاڦ ٿي اڏامي وڃي ٿو. ان ڪري ٿري ماڻهن کي برسات جي پاڻي جو رڳو 40 سيڪڙو نصيب ٿئي ٿو.
- سو متان وساريو ته براهوي ٻولي جي هڪ لوڪ گيت ۾ چيل آهي ته "برڪنا! اي نازِ گل_ موسم سنڌه نا!!" (اي محبوب اتي (ته هلون) سنڌ جي موسم آئي آهي).

اربع 16 آگسٽ 2006ع

متان وساريو تہ

- ٿر ۾ سياحت جي سهولتن جي اڻھوند جي باوجود وسڪارن ڪانپوءِ ڪارونجهر جبل ڏسڻ لاءِ اسلام آباد کان وٺي ڪراچيءَ تائين وڏي تعداد ۾ ماڻهو ننگرپارڪر پهتا آهن جتي گذريل ڏهن ٻارنهن ڏينهن ۾ ڏهہ ٻارنهن لک رپين جي ڏيتي ليتيءَ ٿي آهي.
- ننڍڙي شهر يا وڏڙي ڳوٺ نالي ننگرپارڪر ۾ ريسٽ هائوس ۽ مسافر خانن جي کوٽ سبب ڪيترا ماڻهو ڪارونجهر جبل جي ٽڪرين تي چڙهي وڃي اتي ترپالن، فراسيون ۽ ٻيا وڇاڻا وڇائي سمهي پون ٿا. پيئڻ جو مٺو پاڻي هتي پلر جام آهي، ماني ٽڪي پاڻ پچائن ٿا ۽ پاڙي تي آندل موٽر گاڏيون ڪين واپس گهر پهچائڻ لاءِ تيار بيٺيون آهن_ نہ تہ بس پڻ ٻن ڪلاڪن ۾ مٺي پهچائي ڇڏي ٿي.
- هونئن تہ برساتن ڪانپوءِ سڄو ٿر يورپ، آمريڪا ۽ ڪشمير جو ڏيک ڏئي رهيو آهي پر ننگرپارڪر وارو تعلقو سڄي ٿرپارڪر ضلعي ۾ بيحد حسين ۽ گهمڻ لاءِ ڏاڍي مناسب جاءِ آهي.
- ٿر گهمڻ لاءِ پاڪستان ۽ سنڌ جي ڪيترن ئي علائقن جا ماڻهو ٿر پهچي ويا آهن پر انهن مان گهڻائي ڪراچيءَ جي ماڻهن جي آهي جيڪي ٿر جي مقابلي ۾ ڏهين پٽيءَ جيتري مينهن ۾ بہ ڦاٿا پيا آهن، پاڻي گهرن ۾ ڪاهي پيو آهي، گٽر اٿلي پيا آهن، بدبوءِ، مکيون، مڇر ۽ گپ چڪ جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيو آهي.
- برسات جي پاڻيءَ ۾ ٻڏڻ واري پوڳنا سان گڏ ڪراچي جي ماڻهن کي پستول ۽ بندوق جي زور تي موبائيل ۽ ٻين شين جي ڦرواري خوف بيزار ڪري ڇڏيو آهي جڏهن تہ ٿر ۾ ان لحاظ کان ايڏو سڪون ۽ حفاظت آهي جو ڪراچي جي ماڻهو کان زوريءَ ٽڏو ساهہ نڪري وڃي ٿو.
- ننگر شهر جي وچ مان "گوڙ ڌڙو" نالي هڪ جابلو ندي ڪارونجهر مان نڪري رڻ ڪڇ ۾ وڃي ٿي ڇوڙ ڪري_ سياح، جن ۾ زالون، مرد ۽ ڪراڙا ماڻهو شامل آهن سي لازمي طور گوڙ ڌڙو ندي ۾ وهنجڻ لاءِ وڃن ٿا ۽ اتر سنڌ جي گرمي ندي جي تيز وهندڙ پاڻي جي حوالي ڪري جسم جي رڳ رڳ ٺاري موٽي وڃن ٿا.
- ٿر جي ڄاڻو ماڻهن جو چوڻ آهي تہ ٻارهن سالن ڪانپوءِ هن سال (2006ع) ۾ وڏي وَسَ ٿي آهي ۽ 1994ع ۾ اڌ صدي جا جيڪي وڏي ۾ وڏا مينهن

پيا هئا، هن سال وارا وسڪارا اهي سڪون لاهي رهيا آهن. ننگرپارڪر ۾ بحرحال 1994ع جي مقابلي ۾ هن سال وڏي وس ٿي آهي.

- چون ٿا ته هلندڙ چوماسي جا مينهن سڄو آگسٽ وارو مهينو ۽ سيپٽمبر جا به ڪجهه ڏينهن جاري رهندا. مندائتن مينهن هينئر تائين چوپائي مال لاءِ چارو ۽ پيئڻ جي پاڻي جو گهٽ ۾ گهٽ ٻن سالن تائين بندوبست ڪري ڇڏيو آهي. جڏهن ته هن سال فصل به ڀلا لهڻ جي اميد آهي. پرجي ايندڙ سال مينهن نه پيا ته فصل نه ٿيندا ۽ جي فصل نه ٿيا ته ڏڪار پوندو.
- سو متان وساريو ته انگريز راڄ سنڌ ۾ قانون ناهي ڇڏيو هو ته 20 جولاءِ تائين وسڪارا نه ٿيا ته ٿر خود بخود آفت سٽيل علائقو قرار ڏنو ويندو ۽ هڪدم اوڏانهن امداد موڪلي ويندي. پر اسان جون حڪومتون جيستائين ٿر کي آفت سٽيل علائقو قرار ڏينديون آهن تيستائين ڏڪار واري ڏائڻ ڪيترن جانورن ۽ ماڻهن جا هانوَ ڪائي ڪپائي ڇڏيندي آهي.

سومر 21 آگسٽ 2006ع

متان وساريو تہ

- ٿر ۾ پڪا روڊ ٺهڻ ڪانپوءِ ٿر ۾ ڪافي تبديليون آيون آهن.
- اهي تبديليون فائديمند آهن بہ ۽ ناهن بہ.
- جڏهن ٿر ۾ پڪا روڊ نہ هوندا هئا تڏهن اهو خوف هوندو هو تہ جيڪڏهن ننگرپارڪر ۾ ڪو ماڻهو (مرد يا ويامل عورت) اهڙو بيمار ٿي پوي جنهن کي ميرپورخاص يا حيدرآباد پهچائڻ ضروري ٿي پوي تہ ڪيڪڙو يا (ڪيڪڙو) رڳو ننگر کان مٺيءَ تائين گهٽ ۾ گهٽ 8 ڪلاڪ وٺندو جنهن وچ ۾ مريض دم ڏئي سگهي ٿو.
- پر هاڻي ننگرپارڪر شهر کان ضلعي هيڊ ڪوارٽر مٺيءَ تائين صرف ٻہ ڪلاڪ لڳن ٿا. اڳي عام موٽرڪار مٺي کان ٻاهر واري جي ڏگ تي چڙهي نہ سگهندي هئي ۽ جيڪو ٿر گهمڻ چاهيندو هو سو (فور ويل) گاڏي هٿ ڪرڻ ڪانسواءِ سفر شروع نہ ڪندو هو. هاڻي تہ موٽر سائيڪلون ۽ چنگچيون بہ ننگرپارڪر تائين پهچي وڃن ٿيون.
- روڊن ٺهڻ ڪري ۽ ٿرجي ڪشمير ٿيڻ ڪانپوءِ هن سال جنهن تعداد ۾ مقامي سياح ٿر گهمڻ لاءِ ننگرپارڪر تائين پهتا آهن ان جو ماضيءَ ۾ مثال نٿو ملي.
- اها اصلي خبر رينجرز کي هوندي جيڪي مٺي کان ننگرپارڪر تائين ٻن جاين تي چوڪيون قائم ڪري ويٺا آهن ۽ هر گاڏي کي بيهاري چڪاس ڪن ٿا تہ هن سال جولاءِ ۽ آگسٽ ۾ ٿر گهمڻ جملي گهڻا ماڻهو آيا ۽ وٽن ڪيتريون گاڏيون هيون.
- خبر پئي تہ ايم ڪيو ايم جا ڪي نوجوان اسڪوٽرن تي ننگرپارڪر شهر کان اڳتي وڃي هندستان جي سرحد تي پهتا۔ اتي ڪين ڏسي هندستاني اختيارين پاڪستان ۾ جي ايچ ڪيو کي شڪايت ڪئي جنهن ڪانپوءِ ٿر گهمڻ وارن غريبڙن سنڌي راڄن تي بہ سختي تيز ڪئي وئي.
- چوڻ وارا تہ اهو بہ چئي رهيا آهن تہ هاڻي ٿر ۾ ڏارين جي آبادڪاري سنڌ جي ٻين علائقن جيان وڌندي ۽ نيٺ "اُٺ تنبو ۾، عرب ٻاهر ٿيندو".
- پڪا روڊ ٿر ۾ جنهن بہ جاءِ تان لنگهن ٿا اتي ٿر جو مهاندو ائين بگڙي وڃي ٿو جيئن مهين جي دڙي کي بچائڻ لاءِ ورتل اپائن ڪانپوءِ اسٽوپا ۽ ڊي ڪي ايريا جي شڪل ڦري وئي آهي.
- ان جو ڪارڻ اهو آهي تہ اتاهين پِٽن جي متان روڊ ٺاهڻ بدران پٽن جون

چوٽيون ڊاهي ذري گهٽ پٽ ڪري اهڙي طرح سڌا روڊ ٺاهيا اٿن جو لڳي ٿو ته مٿي ۽ ننگرپارڪر وچ ۾ نه ته ڪي ڏکيون پٽون آهن، نه گهرا ڏهر ۽ نه اهي وڻ آهن جيڪي اڳي رستي جي ڪنڌي تي ڦٽي پوندا هئا.

- سو ٿر جي شڪل ته ڦري وئي آهي پر ماڻهن کي اها سهولت ضرور ملي آهي جو نه رڳو روڊن تعلقي هيڊ ڪوارٽرن ۽ وڏن ڳوٺن جهڙوڪ ننگرپارڪر، سلام ڪوٽ، ڏيپلو ڇاڇرو ۽ امرڪوٽ وغيره کي پاڻ ۾ ملايو آهي پر انهن شهرن وچ ۾ ڪيترن ئي ننڍن وڏن ڳوٺن تائين ننڍا وڏا روڊ وڃي پهتا آهن يا پهچڻ وارا آهن.
- پر متان وساريو ته ٿر کي ايڏي بي مثال ترقي ملڻ جي باوجود ٿر ۾ گذريل ٻن سالن کان مارئي جو ميلو نه ٿيو آهي ڇاڪاڻ ته ان لاءِ پئسا ناهن باقي ٿر جو ڪوئلو ڪڍي ان مان بجلي ٺاهڻ لاءِ پئسا جام آهن.

اڱارو 22 آگسٽ 2006ع

متان وساريو تہ

- ترڀر موبائيل فون ڪم نہ ٿي ڪري.
- مٺي شهر ۾ البت يو فون جا سنگنل اچن ٿا پر موبيلڪنڪ ٺپ بند آهي.
- ۽ مٺي شهر کان جڏهن ٻاهر نڪرجي ٿو تہ ننگرپارڪر تائين نہ يو فون آهي، نہ موبيلنڪ ۽ نہ "وِي" فون جيڪا هوئين سڄي سنڌ ۾ ڪم ڪري ٿي.
- ان ڪري هزارين ماڻهو جيڪي چوماسي جي وسڪارن ڪانپوءِ ٿيل وسوڳ ڏسڻ ۽ ڪارونجهر جي ڪور ۾ مور جو ناچ ڏسڻ لاءِ ڪراچي کان 500 ڪلوميٽرن جو مفاصلو طئي ڪري وڃن ٿا تن جي پونئين ڪي ڪا ڪل ڪانهي تہ سندن گهر جي ڀاتين جو ڪهڙو حال آهي.
- زوردار وسڪارن سيني روڊن جا پاسا ڀڃي ڇڏيا آهن ۽ اتي ڏرڙ وجهي ڇڏيا آهن، ان ڪري ڪابہ گاڏي روڊ کان هڪ انچ هيٺ لهڻ ڪي پنهنجي لاءِ خطرو سمجهي ٿي. البت ڪامورا ڏاڍا خوش آهن ڇاڪاڻ تہ برسات ڪانپوءِ ٿيل نقصان جي مد ۾ ڪين وري جهجهي بجيٽ ملڻ واري آهي جنهن مان اڳ ۾ ڪانچا ٿيندا، پوءِ ڪم ٿيندو.
- ترڀر خاص ڪري ننگرپارڪر واري علائقي ۾ ڪارونجهر جبل مان وهندڙ ويهارو کن ندين جي لنگهہ لاءِ نون ناهيل روڊن هيٺان جيڪي پليون ناهيون ويون آهن سي تمام سوڙهيون آهن ۽ پاڻي جو وهڪرو وڏي سائيز جو آهي.
- اهوئي سبب هو جو 15 آگسٽ تي ڏاني ڏانڌل ۽ ننگرپارڪر وچ ۾ روڊ هيٺان ننڍي پل هٽڻ ڪري پاڻي جي اضافي زور تي روڊ ڪي ڪنڌ لڳي ويو جنهن ڪري 24 ڪلاڪ کن مٺي ۽ ننگر جو رابطو ڪٽجي ويو.
- ننگرپارڪر شهر جي وچان ڪارونجهر جبل مان وهندڙ گورڌڙو ندي جي پيٽ ۾ وچ تي هڪ مٺل ڏٺي جو لاش پيو هو جيڪو شايد وسڪارن کان اڳ ندي جي پيٽ ۾ ان اميد سان اڇلايو ويو هو تہ ندي جو پاڻي ان کي ڪٽي ويندو.
- پر 18 آگسٽ تائين اهو ڏونڊ ندي جي خوشبودار پلر واري پاڻيءَ ۾ پيو هو جنهن کي اتان هٽائڻ جو ڪم نہ سرڪار پئي ڪيو ۽ نہ عام ماڻهن. خبر ناهي ان ڏونڊ وٽان وهندڙ پاڻي کي ڪي ماڻهو پيئندا بہ هوندا؟
- بدين کان ترويندي ڪوسڪي ۽ شادي لارج ڪانپوءِ ونگو موڙ کان نئون

روڊ ٺهيو آهي جيڪو 65 ڪلوميٽرن جي مفاصلي ڪانپوءِ مٺي شهر پهچائي ٿو. مٺي کان سلام ڪوٽ ۽ اتان ننگرپارڪر واري اٽڪل ڏيڍ سئو ڪلوميٽر روڊ جي ڪنارن تي هنڌ هنڌ ننڍڙا ٻار ڪرڙ ۽ ڪپ جي تيلين ۾ ڪنييون ٽوپي وڪري لاءِ ڪنيون بيٺا هئا. وٽن ڀِپيون به هيون ۽ مريڙو به هو ۽ ٻيو به الائي ڇا ڇا هو.

- رستي جي پاسي ۾ پاڻي سان ڀريل ترايون هيون جن ۾ چوڙيليون ٽري مايون دلا ڀري رهيون هيون. ٻار ترڳي رهيا هئا ۽ مال پاڻي به پي رهيو هو ۽ تري به رهيو هو.
- سنڌ جي بئراجي علائقن کان ڪيترا مالوندا ماڻهو پنهنجي ڳريل ۽ ڏٻرن ڍورن کي ڪاهي ٿر ڏانهن سانگ تي وڃي رهيا هئا ـ ذات جا الائي ڪير هئا، پر سانگ تي وڃڻ ڪري "سانگي تي سڏيا".
- وسڪارن سبب ٿري ماڻهن جي چهرن تي موجود مرڪن پنيان لڪل ڳوڙها، ٿڌا ساهه ۽ شوڪارا هئا جيڪي انهيءَ ڏڪار جي ماجرا بيان ڪري رهيا هئا جنهن جي ختم ٿيڻ جي اميد اوهيرا ڪري آيل وسڪارن پيدا ڪئي هئي.
- زمان مستقبل جي خوشي ۾ زمان حال جي پوکڻا برداشت ڪندي ٿري ماڻهو مهين جي دڙي وارين مهرن تي ڇاپيل ڪنڌيل سڱن وارا ڏاند ٽرڪن تي چاڙهي ڪراچي جي پڙيءَ تي وڪري لاءِ موڪلي زمان ماضي کي ياد ڪري رهيا هئا ان اميد سان ته مال جي پئسن مان ٻج وٺي پوکي فصل ڪٽي ٻيو مال خريد ڪبو.
- سو متان وساريو ته ٿرجو سِڪار ڏسڻو هجي ته نومبر مهيني ۾ ٿر گهمڻ وڃجي ۽ وڃي ٻاجهري جي ماني صبح جو، لسيءَ ۽ رات جو کير سان کائي آنڊو سائو ڪري موٽي اچجي.

اربع 23 آگسٽ 2006ع

متان وساريو تہ

- سچي ٿر ۾ پڪا روڊ ٺهي ويا پر مارئي جي کوھہ تائين اڃا روڊ نہ پهتو آهي.
- مارئي جيڪا ٿر جي سچاٽپ آهي، جيڪا محب الوطني جي علامت آهي، جيڪا ست ۽ سِيل جي ديوي آهي، جيڪا سنڌ جي سيتا آهي.
- 2006ع واري چوماسي دوران پيل برساتن ڪانپوءِ سچي سنڌ پاڻيءَ سان ٽٻ ٿي وئي آهي سواءِ ڪراڙ ڍنڍ جي جنهن سان سنڌ جي عظيم شاعر شاهہ لطيف جون يادون سلهاڙيل آهن ۽ جيڪا اڄ بہ سڪي پئي آهي.
- سنڌ ۾ بيشمار بزرگن ۽ درويشن جا ميلا لڳن ٿا، مارئي، سهڻي ۽ نوريءَ جو ميلو لڳي ٿو پر سسئي جو ميلو نہ ٿو لڳي.
- سسئي جي مزار بلوچستان جي ضلعي لسبيلي، تعلقي سونمياڻي ۽ ديهہ "سَنگهر پَٽيون" ۾ آهي جتي سنڌ مان ماڻهو وڃي ميلو لڳائين ٿا، چاڪاڻ تہ مقامي بلوچ آبادي ان ميلي ۾ ايتري دلچسپي نہ ٿي وٺي. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ مقام ماڻهو سسئي جي وڏي عزت ڪن ٿا ۽ هن کي "جيجان" ڪوٺين ٿا.
- بهرحال لڳي ٿو تہ سسئي سان جيڪو جيئري ٿيو مئي بہ اهو ٿي ٿي رهيو آهي.
- سسئي جو ميلو پنيور ۾ بہ لڳائي سگهجي ٿو جتي سيوهڻ ڪان سنڌو درياءَ ۽ ان جي گهارو ڪريڪ ذريعي لڙهي آئي. نپني ۽ وڏي ٿي. پنيور لڳ گهگهر ندي جي ڪناري تي سسئي جو باغ هو جنهن ۾ سسئي جي پنهونءَ سان ملاقات ٿي هئي. پنهون مشڪ عطر جو واپاري ٿي سنڌ ۾ آيو هو ۽ محمد ڪتي جنهن سسئي نالي نئين چاول ٻار ڪي درياءُ مان ڪڍي پاليو هو ان اهو باغ سسئي کي ڏاج ۾ ڏنو هو.
- سنڌ ۾ تہ مورڙئي ميربحر جو بہ ميلو نہ لڳندو آهي. مورڙيو جيڪو يتائيءَ جو واحد مرد هيرو يا سورمو آهي، جڏهن تہ شاهہ جي رسالي ۾ باقي رڳو سورميون آهن.
- مورڙئي جو ميلو ان ڪري بہ نہ ٿو لڳي چاڪاڻ تہ هن جي تربت ماڙيپور ايئربيس (پاڪستان ايئرفورس جو ماڙيپور وارو اڏو) جي حدن اندر آهي، جتي عام ماڻهن کي اچڻ وڃڻ جي اجازت ناهي.

- ميلو تہ روپلي ڪولهيءَ جو پڻ لڳڻ گهرجي جنهن کي ٿر فتح ڪرڻ وقت انگريزن ڦاسي ڏئي شهيد ڪري ڇڏيو هو. روپلو ڪولهي جهونجهار هو جنهن جي ڦاسي واري جاءِ جي نشاندهي جنهن سئو سالن واري عمر جي مِهرو ڪولهي پنهنجي نانيءَ جي حوالي سان ڪئي هئي سو ننگرپارڪر جي نواز علي ڪوسي مطابق ڪجهہ وقت ٿيو گذاري ويو آهي. سرڳواسي مِهرو ڪولهي ٻڌايو هو تہ انگريزن جي فوجي عملدار ڪرنل ٽَروِٽ هن (روپلي) کي گور ڏڙو ندي جي ڪناري تي هڪ ٻبرجي وڻ ۾ ٽنگي ڦاهيءَ چاڙهيو هو.
- سو متان وساريو تہ سنڌ جي تاريخ، جاگرافي، تهذيب، ڪلچر، ائنٿراپالاجي، ٻولي ۽ ادب کي محفوظ ڪرڻ لاءِ ڪشتو ڪٽي سرڪار جي در تان پنڻ کان سواءِ ٻيو بہ ڪو وسيلو آهي جيڪو سنڌ جي سول سوسائٽي جيڪر اختيار ڪري، ان تي سوچڻ وقت جي اهم ضرورت آهي.

جمعو 25 آگسٽ 2006ع

متان وساريو تہ

- هڪ طرف سنڌ کي پنهنجي حصي جي مٺي درياهي پاڻي کان محروم ڪيو ويو ۽ ٻئي طرف سڄي پاڪستان جي سِمَ ۽ زهريلو پاڻي سنڌ مان وهائي سمونڊ ۾ اڇلائڻ لاءِ سنڌوءَ جي کاٻي ڪناري تي ايل بي او ڊِيَ ۽ ساڄي ڪناري تي آر بي او ڊي تعمير ڪيا ويا جنهن سان سنڌ جي زمين ڪاري، زهريلي ۽ بنجر ٿيڻ لڳي.
- ايل بي او ڊي ٺهڻ شرط ابتو وهڻ لڳي جنهن ڪري سمنڊ جو پاڻي بدين ضلعي ۾ تباهي پيدا ڪئي. متان 1999ع وارو سامونڊي طوفان آيو جنهن ان سم ناليءَ کي هنڌ هنڌ تان ڀڃي ڀور ڪري ڇڏيو جنهن جي مرمت اڄ تائين ڪي نہ سگهي آهي.
- سنڌو درياءَ جي ساڄي ڪناري تي تعمير ٿيندڙ آر بي او ڊي ڏکڻ پنجاب،، اپرندي بلوچستان ۽ اتر سنڌ جو زهريلو سم وارو پاڻي ڪٺي اڳ ۾ حمل ڍنڍ کي ڪارو ڪيو ۽ پوءِ اڳوٺي الهندي ناري ۽ هاڻوڪي ايم اين وي ڊي (مين نارا وئلي ڊرين) ذريعي منڇر کي زهريلو بڻائي پوءِ سيوهڻ جو رخ ڪيو جتي عام ماڻهن گهوڙا گهوڙا ڪري ان جو رخ ڦيرائي ڇڏيو. ٽوڙي جبل ڏانهن ڦيرائي ڇڏيو.
- بدين ضلعي جي ڊيلٽائي علائقي ۾ 1999ع واري موتمار سامونڊي طوفان جيڪا تباهي ڪئي آهي ان جا اثر اڄا موجود آهن. البت تازو ڏتڙيل ملاحن کي گولو منڊرو نالي ڳوٺ ۾ 80 پڪا گهر تعمير ڪري حوالي ڪيا ويا آهن، جيڪي ميان نوازشريف سامونڊي طوفان کانپوءِ ڪيل ان علائقي جي دوري دوران تعمير ڪرائڻ جو حڪم ڏنو هو.
- 7 سالن کانپوءِ سامونڊي طوفان جي ماريل ماڻهن جي محدود سهائتا تہ ٿي آهي پر گهر 80 ۽ متاثر ماڻهو گهڻ ۾ گهٽ اٺ سئو آهن. ٻيو اتان جي ماڻهن کي مٽيءَ جي اتانهن دڙن تي ٺهيل گهرن جي ضرورت آهي تہ. جيئن اهي سامونڊي يا درياهي ٻوڏ کان بچي سگهن. سونامي کان بچڻ لاءِ جپان جي تجربي مان فائدو وٺي وڏا ٽنيا تعمير ڪري ڏنا وڃن جتي ويچارا ماهيگير ٻارن ٻچن سميت وڃي پناهہ وٺن.
- سو متان وساريو تہ سڪندر اعظم هن علائقي ۾ فتوحات ڪري سمنڊ رستي يونان ورڻ لاءِ ٻيڙين جو هڪ راڄ تياري ڪيو هو تہ مڪران جي ساحلي ڪناري تي 326 ق.م جي نومبر ۾ سونامي جي سامونڊي

متان وساريو

لهرن هن جون جملي پيڙيون تباهه ڪري ڇڏيون هيون جنهن ڪري هو خشڪي رستي پنهنجي ملڪ موٽي ويو هو.

چنچر 26 آگسٽ 2006ع

متان وساريو تہ

- سنڌي دنيا جي وڏين ۽ سڌريل ٻولين مان هڪ آهي جنهن ۾ زندگي جي مختلف شعبن، هنرن ۽ ڪرت جا مختلف لفظ ملن ٿا، جن ڪان اسان جي انگريزي ڄاڻيندڙ نئين ٽهي غيرواقف آهي ۽ پراڻي ٽهيءَ جا فارسي دان ۽ عربي دان پڻ اڻڄاڻ آهن.
- شڪار واري شعبي ۽ جبل جي جهنگلي جيوت بابت ڪيترائي اهڙا ٽيڪنيڪل لفظ آهن، جيڪي اسان جي ٻهراڙين جا غيرتعليم يافتہ ڳوٺاڻا تہ ڄاڻن ٿا پر اسان جا پڙهيل ڪڙهيل شهري مڊل ڪلاسي ماڻهن لاءِ ڏيهي ۾ نڪريون آهن.
- "جهڙولا" اهي جوتا ٿين ٿا جيڪي سِيرَ جي شڪار دوران شڪاري پائيندا آهن. لانگ بوٽن جهڙا اهي چمڙي جا پير پوش نہ رڳو ڪنڊن ڪان بچاءُ ڪن ٿا پر نانگ بلا جي ڏنگ ڪان بہ شڪاريءَ کي محفوظ رکن ٿا.
- "اِڇر" پٿر جي اها ڇيتِ آهي جنهن کي چاقو يا ڪاتي ڪري استعمال ڪيو ويچي ٿو ۽ جبل ۾ شڪار دوران جانور کي ذبح ڪرڻ جي ڪم اچي ٿي.
- "لِبَ جَنگي" اها نوڙي آهي جيڪا ٻبر يا ڪنڊيءَ جي وڻ واري مٽئين چوڏي جي هيٺان واري سنهڙي تهہ کي ڪٽي ۽ وَٽي ٺاهي ويچي ٿي جنهن کي باهہ ڏجي ٿي تہ ان جي ڇيڙي وٽ اهڙو ٽانڊو ٺهي پوي ٿو جيڪو نہ وسامي ٿو ۽ نہ تڪڙو نوڙيءَ کي ساڙي ٿو- منهن پرڻي بندوق وارو شڪاري شڪار کي نظر ۾ رکي انهيءَ ٽانڊي واريءَ نوڙيءَ کي سرڪائي گندرف واري جاءِ تي آڻي ٿو تہ بندوق فائر ڪري ٿي يا ڇُٽي ٿي- پوءِ جي شڪاريءَ جو نشانو نہ ٿو گسي ويچي تہ شڪار ٿئي ٿو نہ تہ پورهيو پاڻيءَ ۾.
- "پڙز" ڪجيءَ جهڙي ننڍڙي وڻ نالي پيشِ جي پاڙ ۾ ڪپهہ جيان ٿئي ٿو جيڪو باهہ ٻارڻ جي ڪم اچي ٿو. چقمق جا ٻہ پٿر هڪ ٻئي تي زور سان هٽبا تہ انهن مان چٽنگون نڪرنديون جيڪي ٻنهي پٿرن جي وچ تي رکيل پڙز کي ٻاري وجهنديون- پٿر جي دور واري انسان جي باهہ ٻارڻ واريءَ انهيءَ ايجاد انساني تهذيب کي وڏيون ٻرانگهون کڻڻ ۾ گهڻي مدد ڏني.
- "سَندبَ" هونئن تہ ٽانوَ کي سڏبو آهي پر جبل ۾ شڪاري جانور ماري ان

جي ڪل ۾ ان جو گوشت وجهي ڪٽي ويندو آهي ته ان ڪل کي به ”سَنڌُ“ ڪوٺبو آهي. شڪاريءَ جو شڪار جي ڦڻ شين تي بنيادي حق هوندو آهي: هڪ منڍي، ٻي ڪَلَ- منڍي نه هوندس ته ڪو به مٿس اعتبار نه ڪندو ته هن کهڙو جانور ماريو آهي ۽ ڪل ان لاءِ ضروري آهي ته جيئن هو ان ۾ گوشت ڀوٽيون ڪري ڪٽي وڃي.

- ان قسم جا بيشمار انوکا لفظ آهن جن تي ٻڌل ڪا سنڌيءَ ۾ سائينٽيفڪ ڊڪشنري تيار ڪرڻ جي ضرورت آهي ڇاڪاڻ ته زائيفل ۽ جيپ جبل ۾ جهنگلي جيوت جو جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيو آهي.
- سو متان وساريو ته ايئن نه ٿئي جو پٽنائيءَ جي ان بيت واري ڪارَ ٿئي ته: ”نه ڪتا، نه ڪوڪار، نه سي سڏ شڪارئين_جهنگل ڪڏي پار، اُيو آهيڙين کي“.

آچر 27 آگسٽ 2006ع

متان وساريو ته

- جبل جي جهنگلي جيوت جو حسين ترين جانور هرڻ آهي.
- هرڻ جون اکيون ڪجليون هونديون آهن انهن کي "غزالي" اکيون چئبو آهي ان ڪري شاعريءَ جي صنف "غزل" جي مفهوم ۾ هرڻ جي اکين جو حسن هر صورت ۾ هئڻ گهرجي.
- هرڻ جي ڪل، ان جون ٽنگون، پڇ ۽ منهن نزاڪت جا نمونا ٿيندا آهن.
- ٻيو ته ٺهيو پر هرڻ جي ڦونگڙين (يا ڦولڙين) ۾ پڻ خوشبو ٿيندي آهي. تازو لاٿل هرڻ جي ڦونگڙين کي هٿ ۾ ڪٽي اچلائي هٿ کي سنگهبو ته ان مان سگداسي چانورن جي مَهڪ ايندي. هرڻ جي ڇڏن اندران زور سان هٿ هٽي هٿ کي سنگهڻ سان خوشبودار چانورن جي خوشبو ايندي.
- هرڻ جڏهن پيشاب ڪندو آهي ته پنهنجي جسم کي هيٺ زمين ڏانهن نوائي ڇڏيندو آهي ته جيئن پيشاب جون غليظ ڦينگون سندس جسم کي نه لڳن.
- هرڻ جنهن جاءِ تي ڦونگڙيون لاهيندو آهي وري به موٽي اچي ان جاءِ تي پيٽ خالي ڪندو آهي. ان جاءِ کي "هانگارو" چئبو آهي جيڪو چڻ ته هرڻ جو مخصوص ڪاڪوس آهي.
- هرڻ جيئن ته نازڪ ۽ نفيس جانور آهي انڪري اهو رهندو به صاف سٿري ۽ سولي جبل ۾ آهي جنهن کي "ٻٺ" سڏيو ويندو آهي.
- اتانهين جبل جا ٻيا به قسم آهن. هڪ قسم آهي "ٻَرَ" جنهن ۾ "گڏ" رهندو آهي ۽ ان جبل جي پٿر مان ماني پچائڻ واري "توبي" ٺهندي آهي. ٻيو قسم آهي "زڙد" جنهن ۾ شينهن رهندو آهي يا سرهه. ٽين ٻڪري آهي جيڪا ان جبل تي چڙهي ويندي آهي.
- سو متان وساريو ته اهڙي نازڪ، نفيس، حساس ۽ حسين جانور کي بيدردي سان گوليون هٽي شڪار ڪندڙ وحشي سماجي جانورن لاءِ پٽائيءَ چيو هو ته: **"ماري ميرا ڪپڙا، بغل ۾ بندوق، ماريو مرگهه (هرڻ)، ملوڪ، لتاڙيو لڪ لهي".**

اڳارو 29 آگسٽ 2006ع

متان وساريو تہ

- پير صاحب پاڳاري ملڪ ۾ "سياسي زلزلو" اچڻ ڏانهن اشارو ڏنو آهي ۽ چيو آهي تہ جيڪا شيءِ اڳي ممڪن نظر نہ ايندي هئي، سا هينئر بلڪل ٿي سگهي ٿي.
- هندستان جو نواب اڪبر بگٽي جي قتل تي رد عمل انوکو، غير معمولي ۽ چرڪائيندڙ آهي.
- ملڪ جون ڪيترين سياسي ڌرين نواب اڪبر بگٽي کي "ڌرتي ۽ وسيلن جو شهيد" قرار ڏئي رهيون آهن.
- حڪومت اهڙو تاثر ڏئي رهي آهي جڻ ان خون جو ڪو بہ ڇنٽو ان جي دامن تي ناهي.
- پليجي صاحب ون يونٽ ۽ ننڍن صوبن متان پنجاب جي تسلط جي ڳالهہ ڪئي آهي.
- ايم ڪيو ايم ان واقعي جي جاچ ڪرائڻ جي صلاح ڏني آهي.
- محترما بينظير ڀٽو ڪافي ڏينهن جي خاموشيءَ کان پوءِ وفاق کي رسيل زخم ڏانهن ڌيان ڇڪايو آهي.
- ميان نواز شريف پنهنجا سپ ڪارڊ کولي رکيا آهن ۽ حڪومت جي سخت مذمت ڪئي آهي.
- حسن مجتبيٰ جي لفظن ۾ "ڀٽي صاحب کان پوءِ ٿيل ٻئي وڏي خون" جي باوجود وزير اعظم خلاف مخالف ڌر جي غير اعتمادي واري رٿ ناڪام ٿي وئي آهي.
- مغربي پريس اڄ سڄي طرح پاڪستان حڪومت جي موقف کي نشانو ڪندي جڻ تہ دهشتگرديءَ خلاف هلندڙ عالمي جنگ جو ان واقعي کي حصو قرار ڏئي رهي آهي.
- ڪي ماڻهو چون ٿا تہ بگٽي صاحب جبل سان متو ٽڪرايو آهي.
- ۽ ڪن ماڻهن جو خيال آهي تہ جبلُ هڪ ماڻهوءَ جي متي ٽڪرائڻ جي نتيجي ۾ پڄي پور پور ٿي پيو آهي.
- سو متان وساريو تہ 1971 ع ۾ جنرل يحيٰ خان پڻ ائين چوندو هو تہ پاڪستان مضبوط آهي، ان کي ڪو بہ خطرو ناهي ۽ جيڪو ان ڏانهن ميري اک کڻي ڏسندو، ان جي اها اک ڪڍي ڇڏيندا سين.

خميس 31 آگسٽ 2006ع

متان وساريو تہ

- صدين کان وٺي سنڌ ۽ پنجاب جا مهاڻا، ملاح، ماهيگير ۽ مڇيرا پلو مڇي ماري پنهنجو پيٽ گذران ڪندا پئي آيا پر 1958ع ۾ ڪوٽڙي بئراج (اصل نالو غلام محمد بئراج) تعمير ٿيڻ سبب ڄامشوري کان اڳتي اتر ۾ پلي مڇيءَ جو دڳ بند ٿي ويو.
- ون يونٽ واري دور ۾ سنڌو درياءَ تي تعمير ٿيل هن آخري بئراج جي دروازن هيٺان ڪي اهڙا دڪا ٺاهيا ويا جن پلي مڇيءَ کي بئراج مان لنگهڻ نہ ڏنو جنهن ڪري سنڌ ۽ پنجاب توڙي انڊس ڊيلٽا جي لکين مهاڻن جي پيٽ تي لت اچي وئي.
- جڏهن ڪوٽڙي بئراج اڃا نہ ٺهيو هو تہ پلو مڇي سمنڊ ۾ ڄمي، سنڌوءَ جي ڊيلٽائي علائقي ۾ وڏو ٿي، سنڌو درياءَ جي لٽاڇي مٺي پاڻيءَ جي سِير ڏٺي ترندو ڏکڻ کان اتر ڏانهن پنهنجو سفر پنجاب تائين جاري رکندو هو.
- هڪ انگريز سياح پنجاب جي علائقي بکر ۾ رائيفل سان هڪ واڳو ماريو جنهن جي پيٽ مان بہ پلا نڪتا جن کي کائي هن ڏهُ ڪيو هو. واڳوءَ کي مارينڌڙ شڪاريءَ جو مقصد ان جي شاندار چمڙي مان عاليشان بوٽ ٺهرائڻ هو.
- سنڌو درياءَ تي 2 وڏا ڊيم، 19 بئراج، 12 لنڪ ڪئنال، 43 وڏا واهہ، 48 برانچ ڪئنال، ڏهہ لک پنج هزار واٽر ڪورس ۽ جملي 61 هزار ڪلوميٽر فاصلي تائين وهندڙ واهڙ تعمير ٿيڻ کان اڳ سنڌ ۾ پئدا ٿيندڙ مڇيءَ جو 70 سيڪڙو پلو مڇي هوندو هو. هاڻي پلي جي پئداوار گهٽجي صرف 15 سيڪڙو وڃي بچي آهي ڇاڪاڻ تہ سنڌ ڏانهن درياهي پاڻيءَ جو وهڪرو بند ڪيو ويو آهي.
- 1980ع ۾ پلي مڇيءَ جي پئداوار 1859 ميٽرڪ ٽن هئي، 1995ع ۾ گهٽجي 265 ميٽرڪ ٽن وڃي بچي ۽ 1999ع ۾ اڃا بہ گهٽجي 222 ميٽرڪ ٽن ٿي وئي.
- اڄ کان 50 سال اڳ هڪ رپئي ۾ ٽي پلا ملندا هئا ۽ هن سال يعني 2006ع ۾ آيل تازي درياهي پاڻي مان اينڊڙ في پلو ڄامشوري پل وٽ 500 رپين ۾ ملي ٿو.
- پلي مڇيءَ جي تاريخي اهميت جو اندازو ان حقيقت سان بہ لڳائي

سگهجي ٿو ته هندو ڌرم مطابق پاڻي جو ديوتا ”جهولي لال“ جنهن کي ”زنده پير“ ۽ ”خواجه خضر“ به سڏيندا. آهن سو پلي مڇيءَ تي سواري ڪندو آهي، بلڪل ائين جيئن شِو ڀڳوانْ ڏاند تي سواري ڪندو آهي ۽ سندس زال پاروتي شينهن تي سواري ڪندي آهي، جنهن (شينهن) جي وات مان گڙ گڙ ڪري وهندڙ پاڻيءَ کي ديو مالائي ڪهاڻين ۾ ”شينهن درياءُ“ چيو ويو آهي جيڪو دراصل سنڌو درياءَ آهي. ”هڪ پوءُ بيراهه جي، پيو سانيارو سِينهُن“. — ڀٽائي. (هنديءَ ۾ ”شينهن“ کي ”سِينهُن“ چئبو آهي.)

- سو ڄي سنڌ جو ڪو ڏٺي سائين هجي ته هوند ڪوٽڙي بئراج جي دروازن ۾ تعميراتي تبديليون ڪري پلي مڇيءَ لاءِ هڪ باءِ پاس ٺاهي سگهجي ٿو جنهن جي نتجي ۾ پلو آزاد ٿي ڪالاباغ شهر تائين مٿي وڃي سگهي ٿو ۽ جيترو گهڻو سفر ڪندو ۽ درياهي پاڻيءَ جو لٽ ڪائيندو اوترو پلو وزندار ۽ خوشبودار ٿيندو ويندو.
- سو متان وساريو ته آمريڪا جي اخبار ” نيويارڪ ٽائيمس“ 7 آڪٽوبر 2003ع تي هڪ خبر ۾ ڇاڻ ڏني ته اتي جي ماخولياتي ماهرن گڏجي حڪومت تي دٻاءُ وڌو جنهن جي نتيجي ۾ حڪومت هڪ ڊيم کي ان ڪري ڀڃڻ تي راضي ٿي وئي ته ان مان ”سولومان“ نالي مڇي آزاد ٿي اوپارو سفر ڪري سگهي.

جمعو پهرين سيپٽمبر 2006ع

متان وساريو ته

- بلوچ ۽ سنڌي ماڻهو هڪ لحاظ کان اَٿ سان گهڻي مشابهت رکن ٿا.
- اَٺ کي جَت ناڪيلي هٽي ان ۾ مهار وجهي جاڏي وڻيس هلائيندو وتندو آهي. وري ٻهڪائي متانئس ڪيترو به بار وجهي ڪيترو به مفاصلو هجي ڪاهي ويندو آهي. ان ڪري اَٺ رڙندا به آهن، دانهون به ڪندا آهن پر ڪري ڪجهه به نه سگهندا آهن.
- چوندا آهن ته " اَٺ تڏهن پٽي رڙيا جڏهن پورا پئي سبيا". سسئيءَ ته پنائيءَ جي لفظن ۾ شڪايت ڪئي ته " اُڃي اٺ رڙن، مون پيري ماٺ ڪئي – پلاٽيندي پاڻ ۾ ڪچيو ڪين ڪنن. ڪا جا مام منَن، هِنِ پڻ هُئي هِنِ سين". اَٺ سان ائين به ٿيندو آهي، " جيئن اُٺ پتڻ تي ڪنجي".
- سو ويچارو اُٺ اهڙا ڏک سور مجبوري وچان سهي سهي ۽ پوڳنائون پوڳي پوڳي جڏهن سَرِنهن جي ڦولار واري منڊ ۾ مست ٿيندو آهي ۽ وات مان گڦ وهڻ لڳندي اٿس، واڇن مان "دِلِي" ڪڍي گجندو آهي تڏهن مالڪ کي ڪڏائي، پٺيءَ تان ڪيرائي، زمين تي ليٽائي، سندس سِري چَڪَ ۾ ڪري، متانئس گوڏا کوڙي ويهي پنهنجي پيٽ هيٺان ڊِڪيءَ جهڙي سخت شي هن جي سيني تي رکي ڪيس چيپاٽي چيپاٽي ماري چڏيندو آهي.
- پوءِ جڏهن هُن (اَٺ) کي پڪ ٿيندي ته هاڻي جت مري ويو آهي ته پوءِ اٿي ڪڙو ٿيندو مالڪ جي لاش جي چوڌاري گول ڦري، هيٺ جهڪي پنهنجو ڪَن جت جي منهن تي رکي وري به پڪ ڪندو ته جيئرو ته ناهي؟؟ ۽ جي محسوس ڪيائين ته اڃا به ساهه ڪٽي ٿو ته وري متان چڙهي مهٽي مهٽي پورو ڪندس، ان ڪري چوندا آهن ته اٺ ڪن ڏئي ماريندو آهي.
- اُٺ جڏهن چِتو ٿيندو آهي ۽ ڪنهن ماڻهوءَ کي مارڻ لاءِ هن ڏانهن ڊوڙندو آهي ۽ اهو ماڻهو وڻ تي چڙهي ويندو آهي ته اُٺ ان وڻ جي هيٺان ويهي ڏينهن جا ڏينهن اوسيئڙو ڪندو آهي ته هو لهي ته ماريانس.
- سو مست اَٺ جيان سنڌين کي به 14 آگسٽ 1983ع تي پنٽي جي قتل جو پلاند وٺڻ وارو جيئن ئي موقعو مليو ته ايشيا ۾ مزاحمتي هٿيارٻند تحريڪ جي هڪ اهڙي انوکي تاريخ لکي وئي جنهن جو مثال ويجهي مستقبل ۾ نه ٿو ملي.

- سنڌين جي محبوب اڳواڻ ذوالفقار علي ڀٽي کي به جڏهن ڦاسي ڏني وئي تڏهن به هن جو لاش مالڪن جي حوالي نه ڪيو ويو هو. گهر جي ڀاتين مان سندس وڏي ڀيڻ کي چون ٿا ته سيني تائين ڪفن کولي ڏيکاريو ويو هو ۽ پوءِ ڇهه مهينا ڳڙهي خدا بخش فوج جي گهيري ۾ هو.
- ان کان اڳ 1942ع ۾ وڏي پير صاحب پاڳاري کي انگريزن ڦاسي ڏئي شهيد ڪيو هو ته سندس لاش خبر ئي ناهي ته ڪٿي دفن ڪيو ويو هو. تازو ڪامريڊ سوڀي گيانچنداڻي پنهنجي هڪ انٽرويو ۾ پير صاحب پاڳاري جي آخري آرامگاهه جو ڏس ايشيا جي ڪنهن بيٽ تي ڏنو هو. بهرحال انگريزن نئدي ڪنڌ ۾ پهريون دفعو 1942ع ۾ سنڌ ۾ مارشل لا هنئي هئي جنهن جو مقصد حر تحريڪ کي ڪچلڻ هو.
- ان واقعي کان اڳ جيڪا حُر تحريڪ هلي هئي سا پڻ سنڌ جي تاريخ جو هڪ انوکو باب هو. ان تاريخ جي باب کي اِنگريز مصنف لئمبرڪ منفي انداز ۾ ڏئي سهي پر اهڙو قلمند ڪيو آهي جو حر تحريڪ جي ڄاڻ سڄي مغربي دنيا کي پئجي وئي آهي.
- سو متان وساريو ته بلوچستان جي ڌرتي ۽ ان جي وسيلن جي حفاظت ڪندي شهيد ٿيندڙ نواب اڪبر خان بگٽي کي جمعي ڏينهن (ڪالهه) بلڪل اهڙي انداز سان مٽيءَ ماءُ حوالي ڪيو ويو جو سنڌين کي پٽنو ۽ سورهيه بادشاهه ياد اچي ويا. باقي بلوچن لاءِ سَرنهن جي ڦولار جي منڊَ جڏهن آئي تڏهن ڏنو ويندو.

ڇنڇر 2 سيپٽمبر 2006ع

متان وساريو ته

- سنڌ جي ٿر واري ريگستان مان ملندڙ ڪوئلو چين ۽ روس ۾ موجود ڪوئلي ڪان به وڌيڪ آهي ۽ جيڪڏهن ان جو ڪاٿو تيل واري طاقت سان ڪجي ٿو ته پوءِ سعودي عرب ۽ ايران ۾ جيڪو تيل موجود آهي ان کان به وڌيڪ پارڻ واري طاقت سنڌ جي ڪوئلي ۾ آهي.
- سنڌ جي ٿرواري ڪوئلي جي طاقت کي جيڪڏهن گئس ۾ تبديل ٿو ڪجي ته بلوچستان سميت سڄي ملڪ (پاڪستان) مان جيڪا گئس ملي ٿي ان کان 30 دفعا وڌيڪ گئس جي طاقت اسان جي ڪوئلي ۾ آهي.
- ڊاڪٽر اڪرم شيخ، ڊپٽي چيئرمين پلاننگ (رٿابندي ڪاتو) جو چوڻ آهي ته جيڪڏهن ٿر جي ڪوئلي جو 2 سيڪٽرو به بجلي لاءِ استعمال ڪجي ته هوند ايندڙ 40 سالن لاءِ هر سال 20 هزار ميگا واٽ بجلي پئدا ڪري سگهجي ٿي، البت ان لاءِ چار ارب ڊالر لاڳت ايندي.
- ڪالهہ چنچر واري انگريزي اخبار ڊان ۾ ڇپيل اهڙن انگن اکرن مطابق سنڌ جي ٿر وارو ڪوئلو جنهن جو تعداد 185 ارب ٽن آهي سو دنيا جي ٻيو نمبر وڏي ۾ وڏي معدني دولت جو ذخيرو آهي. پهريون نمبر ذخيرو آمريڪا ۾ آهي جنهن جو تعداد 247 ارب ٽن آهي. روس وٽ 157 ارب ٽن ۽ چين وٽ 115 ارب ٽن ڪوئلو آهي.
- ان سلسلي ۾ اهو به ڪاٿو لڳايو ويو آهي ته پاڪستان جي مختلف علائقن ۾ پارڻ جا جيڪي جملي ذريعا آهن اهي 576 ارب بئرل تيل جي برابر آهن. هي قدرتي دولت دنيا ۾ گهٽي ۾ گهٽو تيل پئدا ڪندڙ ٽن ملڪن جي دولت ڪان به وڌيڪ آهي.
- پاڪستان جي پلاننگ ڪميشن کي سنڌ جي ٿر واري ڪوئلي جي اهميت جي اڳيئي خبر هئي پر هن وقت ان تي زور ان ڪري ڏئي رهي آهي ڇاڪاڻ ته پاڪستان جن ٽن ملڪن ڪان گئس پائيپ لائن ذريعي گئس درآمد ڪرڻ پيو گهري اها اسڪيم رولاڪڙي جو شڪار ٿي پئي آهي.
- عام طور تي اسان جي ڪاموري شاهي هوندي سوندي مال ٻاهران گهرائڻ جي ان ڪري به ڪوشش ڪندي آهي جو ان تي ڳري ڪميشن يا ٻين لفظن ۾ جهجهي رشوت ملندي اٿس.
- جنرل ضياءَ جي ڏينهن ۾ پاڪستان اندر ڪٽڪ جو بهترين فصل لهڻ جي باوجود ڪٽڪ ٻاهر ڪان درآمد ڪئي وئي هئي، جنهن بابت بعد ۾

خبر پئي تہ سندس هڪ دوست جا بحري جهاز واندا بيٺا هئا جن کي روزگار سان لڳائڻ خاطر اربين رپين جي ڪٽڪ پاهران گهرائي پاڪستان جي خزاني کي ڪاٽ هڻي ڪڍيائين.

- سو هاڻي جڏهن ايران، هندستان، افغانستان، سينٽرل ايشيا جي ڪجهہ رياستن ۽ بلوچستان جي گوادر بندر جي حوالي سان حالتن خراب رخ اختيار ڪيو آهي تڏهن حڪومت تہ جي ڪوئلي جي اهميت کي اجاگر ڪري ان مان فائدو حاصل ڪرڻ جو رٿيو آهي.
- هُن ڪان اڳ پاڪستان جا حڪمران اهو بہ چئي چڪا آهن تہ "سنڌ کي اسان بگٽي ايريا بڻجڻ نہ ڏينداسين". هن وقت بہ سنڌ جي پٽ جبل وٽ، مزاراڻي گئس فيلڊ مان، بدين ۽ سنڌ – پنجاب سرحد وٽان تيل ۽ گئس ڪڍيو پيو وڃي جڏهن تہ سنڌ جي سامونڊي ڪناري تي سمنڊ جي تري ۾ سوراخ ڪري تيل ڪڍڻ جو تياريون ٿي رهيون آهن.
- هاڻي تہ رهندو نواب اڪبر بگٽي جي شهادت ڪانپوءِ اجا بہ گهڻو هراس پکڙيو ويو آهي تہ جيڪو بہ صوبو پنهنجي علائقي مان تيل، گئس، ڪوئلو ۽ ٻي معدنيات ڪڍڻ نہ ڏيندو، ان سان ڪوهلوءَ واري ڪارِ ٿيندي.
- 1940ع وارو پاڪستان ٺهراءُ، 1947ع ۾ ڪيل واعدا، 1973 واري آئين تي ورتل صحيحون ۽ وقت بہ وقت صوبائي خودمختياري ڏيڻ لاءِ قرآن شريف مٿي تي رکي ريڊيو ۽ ٽي وي تي ڪيل قوم کي خطاب شاهد آهن تہ 1991 واري پاڻي ٺاهہ تي بہ عمل نہ ڪيو ويو آهي.
- سو متان وساريو تہ پاڪستان جي سيني ننڍن صوبن کي بگٽي ايريا ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ اسلام آباد کي بلڪل نئين، غير معمولي، غير روايتي ۽ انوکي سياسي حڪمت عملي جوڙڻي پوندي ڇاڪاڻ تہ دنيا هاڻي گهڻو تبديل ٿي چڪي آهي.

آچر 3 سيپٽمبر 2006ع

متان وساريو تہ

- ٿر سنڌو تهذيب جو جيئرو جاڳندو ميوزيم آهي.
- مهين جي دڙي مان لڌل مورتي جنهن کي انگريزن "ڊانسنگ گرل" جو نالو ڏنو آهي انجي ٻانهن تي چوڙا اوهانکي هاڻوکي سنڌ ۾ صرف ٿر ۾ ملندا.
- مهين جي دڙي ۾ هڙاپا مان مليل مهر تي چيپل ڏاند جا سڱ يا ٿر ۾ آهن يا پاڳناڙيءَ ۾. ڪولهين جي ڀورن تي هڪ داغ جنهن کي "پاڳوڙو" چون ٿا سو سنڌو لکت جي هڪڙي حرف جهڙو آهي.
- ان ڪري اصلي سنڌ گهڻو ڪري ٿر ۾ نظر ايندي جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ زوال کانپوءِ مهين جا ماڻهو هٽي لڏي آيا هيا.
- ننگرپارڪر کان 16 ڪلوميٽر پري ڪارونجهر جبل جي هنج ۾ ڪاسبو نالي ڳوٺ ڏسي وارهہ تعلقي جو مرزا پور وارو ڪلاسيڪل ڳوٺ ياد ايندو.
- ٿرجون رسمون سنڌ جي ٻين علائقن کان قديم ۽ ڪلاسيڪل آهن.
- آگسٽ مهيني جي وچ ڌاري سڄي سنڌ جي هندن ڪرشن ڀڳوان جو جنم ڏينهن "جنم اشٽمي" ملهايو پر ان موقعي تي ٿرجي ڪاسبي واري ڳوٺ ۾ جيڪا رسم ادا ڪئي وئي سا واقعي انوکي هئي.
- "ڪانهوڙو" يا "ڪانوڙهو" نالي رسم ۾ صرف عورتون حصو وٺي رهيون هيون. ان ڏينهن جيڪي بہ شادي شده عورتون هيون سي پنهنجن ساهرن جي گهرن مان موٽي اچي پنهنجي پيڪن ۾ ترسيون هيون جتي انهن مٽيءَ مان ڪرشن ڀڳوان جي هڪ مورتي ٺاهي ۽ انکي عورتاڻا ڪپڙا پارايا.
- پوءِ دهلاري گهرائي دهل تي سڄي رات ان مورتيءَ چوڌاري اڪيلي سر بہ بہ ڄڻيون ۽ ٽولين ۾ ناچ ڪيائون، ڳيچ ۽ سهرا ڳايائون جيڪي خاص انهيءَ موقعي لاءِ هوندا آهن.
- ۽ پوءِ ٻئي ڏينهن هڪ مقرر وقت تي ڪرشن ڀڳوان جي ان مورتيءَ کي عورتاڻن ڪپڙن کان آجو ڪري ٿر ۾ تازو تيل وسڪارن کانپوءِ پاڻيءَ سان ڀريل هڪ ترائي (اهڙي هيٺانهين زمين يا کڏ جنهن ۾ وسڪاري کانپوءِ پاڻي جمع ٿئي) ۾ وجهي آيون. پڇا ڪرڻ تي معلوم ٿيو تہ ڏڪار جي ڏينهن ۾ ان رسم کانپوءِ اها مورتي ڪنهن نہ ڪنهن ترائيءَ ۾ رکي ڇڏبي آهي ڀلي تہ ان ۾ پاڻي نہ هجي.

- ترجي ڇاڻو ماڻهن مطابق ڪانهوڙو رسم جو مقصد ڪرشن ڀڳوان ڪي عورتن پاران پيتنا ڏيڻ آهي ڇاڪاڻ تہ ڪرشن ڀڳوان هڪ اهڙي راڪشس کي نابود ڪيو هو جيڪو جيستائين جيئرو هو تيستائين جيتري تعداد ۾ ممڪن هو اوترين عورتن سان لڄالٽ واري زيادتي ڪئي هيائين.
- سو عورت جي آزادي ۽ احترام وارو تصور دنيا جي مڙني مذهبن کان پراڻي سنڌو ماتري واري تهذيب ۾ سڀ کان اول مليو ٿو.
- پر متان وساريو تہ اڄ اسان وٽ عورت جي جيڪا بيعزتي ٿئي ٿي سا مهين جي دڙي واريءَ سنڌو تهذيب جي زوال جو تسلسل آهي.

اڱارو 5 سيپٽمبر 2006ع

متان وساريو تہ

- پاڪستان جي جنھن بہ حڪمران ھندستان سان دوستي رکي آھي ۽ ٻنھي ملڪن وچ ۾ واپار کوليو آھي، ان جي حڪومت ختم ڪئي وئي آھي.
- فيلڊ مارشل جنرل محمد ايوب خان تاشقند امن ٺاھہ تي ھندستان سان گڏ روس ۾ وچي صحيحون ڪيون تہ نيٺ ھن کي استعيفا ڏيڻ تي مجبور ڪيو ويو ۽ 1969ع ۾ جنرل يحييٰ خان کي اقتدار حوالي ڪري ھو وچي گھر ويھي رھيو.
- ان ڪانپوءِ جنرل يحييٰ خان دنيا جي وڏي ۾ وڏي اسلامي رياست ناليِ پاڪستان کي ٽوڙڻ جو تاريخي ڪارنامو سرانجام ڏئي 1970ع واريون چونڊون ڪرائي اولھہ پاڪستان ۾ جنھن ماڻھوءَ کي اقتدار حوالي ڪيو تنھن ھندستان سان شملا ٺاھہ تي صحيحون ڪيون تہ ھن جي حڪومت جو تختو 5 جولاءِ 1977ع تي اونڌو ڪيو ويو.
- پٽي صاحب جو تختو اونڌو ڪندڙ جنرل ضياءَ 90 ڏينھن اندر چونڊون ڪرائي اقتدار عوام جي چونڊيل نمائندن جي حوالي ڪرڻ وارو واعدو ڪري 5 جولاءِ 1977ع تي ڪرسي تي ويٺو ۽ 17 آگسٽ 1988ع تي جڏھن ھن جو جھاز اتفاقي حادثي ۾ ھن سميت تباھہ ٿي ويو تہ ان ڏينھن خبر پئي تہ ھن 90 ڏينھن بدران 11 سال 1 مھينو 12 ڏينھن حڪومت ڪري پوري ڪئي.
- جنرل ضياءَ جي اتفاقي موت ڪانپوءِ غير اتفاقي طور تي محترما بينظير پٽي جي حڪومت آئي جيڪا گھٽو ڪري ان سبب ڪري ختم ڪئي وئي تہ ھن (محترما) راجيو گانڌي سان سياسي گڏجاڻي ڪري پاڪستان ۽ ھندستان وچ ۾ دوستي بحال ڪرڻ جي ڪا رٿابندي ڪئي ھئي.
- بينظير حڪومت ڪانپوءِ پھريون دفعو پنجابي وزيراعظم اقتدار ۾ آيو جنھن کي جنرل ضياءَ اڳتي آندو ھو. ان پنجابي وزيراعظم ميان نواز شريف جڏھن واجپائيءَ کي بس ۾ سفر ڪندي لاھور اچڻ جي دعوت ڏني تہ ھن جي حڪومت ختم ٿي وئي.
- وزيراعظم ميان نواز شريف جي چونڊيل حڪومت جو تختو اونڌو ڪندڙ موجوده صدر جنرل پرويز مشرف تي ھڪ ڪان وڌيڪ قاتلانہ حملا ان ڪري

ٿيا چاڪاڻ تہ هن هندستان سان دوستي ڪرڻ جي ڳالھ ڪئي ۽ ڪشمير جي مسئلي کي هيڏي هوڏي ڪرڻ جو سوچيو

- هن وقت پاڪستان ۽ هندستان اتر قطب ۽ ڏکڻ قطب جيترو هڪٻئي کان پري ٿي ويا آهن ۽ هڪ دفعو وري هڪ اهڙي حڪمران جي ضرورت محسوس ٿي رهي آهي جيڪو اچي ٻنهي ملڪن وچ ۾ لاڳاپا بهتر ڪري ۽ پنهنجي اقتداري پوزيشن بدتر ڪري.
- سو متان وساريو تہ هندستان، پاڪستان ۽ ڏکڻ ايشيا جي سيني رياستن ڏانهن وهندڙ پاڻيءَ جون نديون ڪشمير مان نڪرن ٿيون ان ڪري جنهن وٽ ڪشمير هوندو اُن وٽ پاڻي جي ڪنجي هوندي ۽ جنهن وٽ پاڻي نہ هوندو سو پاڻ بہ نہ هوندو.

اربع 6، سيپٽمبر 2006ع

متان وساريو تہ

- ميڊيا جڏهن ماڻهن جا مسئلا کڻندي آهي ۽ حڪمرانن جي ڌيان تي آڻيندي آهي تہ جيڪي ماڻهو وساريل، نظرانداز ڪيل ۽ بي ڌيانيءَ جو وڏ ۾ وڏ شڪار ٿيل هوندا آهن، سي جيلن ۾ بند قيدي هوندا آهن. انهن مان قيدياڻيون اڃا بہ وڌيڪ نظرانداز ڪيون وينديون آهن.
- جيل بہ پنهنجي جاءِ تي هڪڙي الڳ ڪائنات ٿيندا آهن. ان ڪائنات جا قانون پنهنجا آهن. پر سماج ساڳيو آهي. ساڳيا ماڻهو هڪڙا اندر ۽ ٻيا ٻاهر هوندا آهن.
- ڪي ماڻهو جيل مان نڪرندا آهن تہ ڪين محسوس ٿيندو آهي تہ ڇڻ هو ننڍي جيل مان نڪري وڏي جيل ۾ داخل ٿيا آهن. ڪن ماڻهن جو جيل ۾ سڌارو ٿيندو آهي ۽ ڪي ماڻهو جڏهن جيل ويندا آهن تہ ننڍا ڏوهاري هوندا آهن-۽ جڏهن ٻاهر نڪرندا آهن تہ وڏا ڏوهاري ٿي ويندا آهن.
- ورِي ڪي اهڙا ماڻهو بہ هوندا آهن جيڪي اندر توڙي ٻاهر معصوم انسان هوندا آهن جن کي حالتون قيدي بڻائي ڇڏينديون آهن. ڪي جيئرا انسان جيل ويندا آهن تہ انهن جا لاش ٻاهر ايندا آهن ۽ ڪي قيدي پنهنجي آزادي واري تاريخ کان اڳ جيل جون ديوارون ٽپي ٻاهر نڪري ايندا آهن.
- پر عام طور تي جيل انياءَ جي علامت هوندا آهن، ڇاڪاڻ تہ اهي جايون "سزا گهر" ٿيندي‌يون آهن. سوچتي ماڻهو سزا ڪاٽڻ ويندو هجي اتي راحت جو تصور ڪيئن ڪري سگهندو. ان ڪري جڏهن بہ ڪنهن سان انياءُ ٿيندو آهي تہ مذاق ۾ ايئن بہ چيو ويندو آهي تہ "وڏي شهرن ۾ وڏن جيلن ۾ ائين ٿيندو آهي" ان ڪري جيلن ۾ اهڙا قيدي بہ هوندا آهن جن کي ڪورٽ ٽي مهينا سزا ڏيندي آهي پر اهي جيل ۾ ٽي سال گذاري چڪا هوندا آهن.
- جيل جو قانون جيل مئنيوئل ۾ لکيل هوندو آهي. شروع ۾ انگريزن جڏهن جيل مئنيوئل لکيو هو تہ ان وقت جيل خالص "سزا گهر" هوندا هئا. هاڻي جديد دور ۾ جيل کي "اصلاحي گهر" تصور ڪيو وڃي ٿو. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ "جديد دور" اڃا اسان جي ملڪ تائين نہ پهتو آهي.
- جيئن جيلن کان ٻاهر ملڪي جهان ۾ قانون جو نفاذ ورلي نظر اچي ٿو تيئن جيلن اندر "جيل مئنيوئل" تي عمل پڻ اتفاقي ٿيندو آهي ۽ ان سلسلي ۾ وري قيدين جي مقابلي ۾ قيدياڻين لاءِ انصاف جا دروازا گهٽ

ڪري بند هوندا آهن ۽ انهن دروازن تي لڳل تالا صدين کان وسندڙ مينهنَ سبب ڪٽجي ويل هوندا آهن جڏهن ته انهن جون ڪنجيون هر جنم ۾ وڃائجي وينديون آهن.

- آمريڪا، يورپ ۽ خود ايشيا جي ڪن شاهوڪار ملڪن جا جيل ايئرڪنڊيشنڊ هوندا آهن، اتي قيدين کي صاف ۽ سٺو کاڌو ملندو آهي ۽ کين عزت جي نگاهه سان ڏٺو ويندو آهي. ان ڪري جيلن کان ٻاهر واري دنيا ۾ رهندڙ ڪيترا بيروزگار نوجوان چاڻي واڻي ڏوهه ڪري جيل هليا ويندا آهن.
- جيلن ۾ ضمير جا قيدي به هوندا آهن. پهاڙن جهڙا بهادر ماڻهو به رهندا آهن، ڪن کي جيل ڪاٽي ڪپائي ڇڏيندو آهي ۽ ڪي جيل کي رڙڪي، ڪائي هضم ڪري ڇڏيندا آهن. ڪي قيدي اوچي ڳاٽ وڏيون ٻرانگهون هڻي ڦاسي گهاٽ ويندا آهن ۽ ڪن کي اسٽريچر يا کٽ تي کڻي ڦاسي گهاٽ پهچايو ويندو آهي.
- اسان جي سنڌ وارن جيلن ۾ خاص ڪري قيدياڻين جي زندگي جون حالتون معلوم ڪرڻيون هجن ته به ڪتاب پڙهجن: 1. اختر بلوچ جي "قيدياڻيءَ جي ڊائري"، ۽ 2. حميدا گهانگهرو جو ڪتاب "پيڙا جو سفر".
- جيلن ۾ قيدياڻين سان ٻيون ڪافي نا انصافيون ٿينديون آهن پر عورتن کي ڦاسيءَ جي سزا گهٽ ڏني ويندي آهي يا نه ڏني ويندي آهي. ان جي بدران عورتن کي گهڻو ڪري عمر قيد جي سزا ڏني ويندي آهي.
- پر متان وساريو ته ڪجهه وقت اڳ عورتن جي معاملن جي خاتون وزير هڪ جيل جي دوري دوران هڪ قيدياڻيءَ کان پڇيو ته "توکي هتي جيل ۾ ٽي سال ٿيا آهن، ته پوءِ هي ڪڇ تي نئون ڇاول ٻار ڪٿان آندو اٿئي؟" ته قيدياڻيءَ وراڻيو "هي اوهان جي جيل گارڊ جي مهرباني آهي!!!".

خميس 7 سيپٽمبر 2006ع

متان وساريو ته

- اڄڪلهہ جي زماني ۾، هڪ لحاظ کان، هر شيءِ جو علاج انٽرنيٽ آهي.
- انٽرنيٽ ڇا آهي؟ هڪ عالمي دماغ آهي جنهن ۾ سڄي عالم، سموري دنيا ۽ ڌرتي جي گولي تي موجود گهٽ وڌ ڪري هر شيءِ بابت معلومات موجود آهي.
- لغت يا ڊڪشنري جنهن کي هندي ٻوليءَ ۾ ڪوش چون ٿا ان ۾ ڪنهن خاص ٻولي جي گهڻو ڪري سڀني لفظن جي معنيٰ تلاش ڪري سگهجي ٿي.
- ۽ انسائيڪلوپيڊيا اهڙي ڪتاب کي چئجي ٿو جنهن ۾ دنيا جي مختلف ملڪن، ٻولين ۽ تهذيبن، فردن، جماعتن، ريتن رسمن، تاريخ، جاگرافي ۽ ٻين اڻ ڳڻين موضوعن تي سڄا سارا مضمون ملن ٿا.
- ڊڪشنريون ۽ انسائيڪلوپيڊيا اڳي رڳو ڪاغذ تي ڇپيل ڪتابي صورت ۾ ملندا هئا، پر هاڻي اهي ڪمپيوٽر جي فائيل جي صورت ۾ پڻ ملن ٿا. تازو ٽرجي دوري دوران ننگر پارڪر شهر جي مختيارڪار نالي پيرل چانڊئي هڪ اهڙي ڊجيٽل ڊڪشنري ڏيکاري جنهن ۾ پنج لک انگريزي لفظ پيل هئا ۽ هڪڙي بٽڻ دٻائڻ سان گهربل لفظ جو اچار بہ وڏي آواز ۾ ٻڌڻ ۾ اچي پيو.
- پر جنهن کي انٽرنيٽ چئجي ٿو ان ۾ الائي تہ ڪيتريون ڊڪشنريون ۽ الائي تہ ڪيترا انسائيڪلوپيڊيا پيل آهن. بس علم جو اٿاهہ خزانو آهي، جو ڪٽڻ جو ناهي، پڙهي پڙهي ماڻهو ٿڪجي پوي پر مواد نہ کٽي.
- انٽرنيٽ تي هڪ سائيٽ آهي "Al_Daily.com". ان کي کولبو تہ منجهس دنيا جي سڀني ملڪن جون اخبارون پيون آهن جيڪي پڙهي سگهجن ٿيون. روس، چين، آمريڪا، انگلينڊ، ڪئناڊا، آسٽريليا، يورپ، ايشيا ۽ آفريقا جي مختلف شهرن مان نڪرندڙ سيئي اخبارون پڙهي سگهجن ٿيون. مثال روس جي اخبار پراودا روسي زبان ۾ ڇپجي ٿي پر انٽرنيٽ تي ان جي انگريزي ايڊيشن بہ پئي آهي. اهڙي طرح جيڪڏهن اوهان کي انگريزي ٻولي ڏانو اچي ٿي تہ اوهان دنيا جون سڀ اخبارون پڙهي سگهو ٿا.
- آمريڪا ۽ يورپ، ڪئناڊا ۽ آسٽريليا ۾ رهندڙ سنڌي روزانو انٽرنيٽ تي ايئن ڪاوش، عوامي آواز ۽ ٻيون سنڌي اخبارون پڙهندا آهن جيئن اسان هتي گهرن ۾ پڙهندا آهيون. البت هو اسان کان ڏهہ ڪلاڪ اڳ ۾

ساڳيون اخبارون پڙهي ويندا آهن. انٽرنيٽ جو هڪ اهو به فائدو آهي.

- مٿي ڄاڻايل سائيٽ "آل ڊيلي ڊاٽ ڪام" تي اوهان صرف روزانيون اخبارون ئي نہ پر سڄي دنيا جي مختلف ٻولين ۾ نڪرندڙ مخزنون بہ پڙهي سگهو ٿا. ۽ ان سان گڏ اوهان دنيا جي ڪن تمام وڏن ليکڪن، فلاسافرن ۽ ڏاهن جا بين الاقوامي معاملن تي مضمون بہ پڙهي سگهو ٿا.
- اوهان ڪي ڪابہ بيماري آهي، چيلهہ ۾ سور آهي، ڪنڌ ۾ سور آهي، جسم جو ڪو بہ عضوو ناڪارا ٿي رهيو آهي، ڦڦڙ، دل، بڪيون، جيرو، دماغ، پتو، تڙي، يا ڪا ٻي بيماري آهي مثال نفسياتي مسئلو آهي، سيڪس جو مامرو آهي، ٻار نہ ٿو ٿئي، عورت يا مرد جو ڪو بہ طبي مامرو آهي، ان جو علاج، پس منظر ۽ تاريخ انٽرنيٽ تي موجود آهي.
- اوهان ڪي ڪيڏانهن سفر ڪرڻ لاءِ جهاز جي ٽڪيٽ گهرجي، ڪو بين الاقوامي ميلو گهمڻو آهي، دنيا جي ڪنهن يونيورسٽي ۾ داخلا وٺڻي آهي، پنهنجو ملڪ ڇڏي ڪنهن ٻئي ملڪ ۾ آباد ٿيڻو آهي يا گهر ويٺي آمريڪا جي شهر نيويارڪ جي اسٽاڪ ايڪسچينج ۾ شيئر خريد ڪرڻا آهن، ڪا موبائيل فون، ڊجيٽل ڪئميرا، بوٽ، سوٽ، وغيره ڪنهن بہ ملڪ مان خريد ڪرڻو آهي تہ اوهان انٽرنيٽ تي وڃو!
- انٽرنيٽ تي ڪيئن وڃبو؟ ان لاءِ هڪ عدد ڪمپيوٽر کپي. اڄڪلهہ ڪمپيوٽر پنج هزار رپين ۾ بہ پراڻو سراڻو ملي ويندو. ان سان ٽيليفون جي وائر ڳنڍيجي ۽ بازار مان ڏهہ رپيا ڏئي انٽرنيٽ ڪارڊ خريد ڪبو. بس اوهان دنيا جي عالمي دماغ ۾ پهچي ويا!!
- سو **متان وساريو تہ** 2001ع ۾ آمريڪا جي گاديءَ واري شهر واشنگٽن ۾ ورلڊ سنڌي انسٽيٽيوٽ طرفان ڪرايل بين الاقوامي سنڌي ڪانفرنس کي خطاب ڪندي ايسٽ تيمور جي آزاديءَ واري اڳواڻ دنيا جي سنڌين کي خطاب ڪندي چيو هو تہ "جيڪڏهن اوهان وٽ انٽرنيٽ آهي تہ پوءِ آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ اوهان کي هٿيارن کڻڻ جي ضرورت ناهي ڇاڪاڻ تہ هٿيارن کان وڌيڪ اڪرن سان اوهان دنيا کي قائل ڪري سگهو ٿا تہ آزادي اوهان جو حق آهي. ۽ دنيا مڃي وئي تہ اوهان جو چوڻ صحيح آهي تہ اوهان جو مقصد پورو ٿي ويندو باقي تشدد تہ تشدد کي دعوت ڏيندو. پوءِ "جيڪو ڏاڍو سو گابو".

جمعو 8 سيپٽمبر 2006ع

متان وساريو ته

- سنڌي سنگيت جي ڪلاسيڪل ڳائڻي خانصاحب استاد منظور علي خان جي اڄ 26هين ورسي آهي.
- هن جو هونئن ته هندستاني موسيقيءَ جي گواليار خاندان سان واسطو هو ۽ هن جا وڏا بهاولپور کان شڪارپور ۾ اچي آباد ٿيا هيا جتي استاد ڇائو هو پر هن جي وجود جو تاجي پيٽو سنڌي تي چڪو هو. چون ٿا ته منظور علي خان جو پيءُ شڪارپور مان لڏپلاڻ ڪري ٽنڊو آدم ۾ انڪري وجي ويٺو هو جو اهو شهر پٽ شاهه جي ويجهو هو. انهيءَ مان ثابت ٿئي ٿو ته سندس پيءُ به ڀٽائيءَ جو عاشق هو ان ڪري استاد منظور علي خان جو ڀٽائيءَ سان عشق هن جي رت ۾ شامل هو.
- اسان پهريون دفعو ڀٽائي جا نوان ۽ ڏکيا بيت استاد منظور علي خان جي آواز ۾ صحيح تلفظ سان ادا ٿيندي ٻڌا. هو سنڌي سنگيت جي لوڪ ورثي ۾ ننڍي ڪنڊ جي ڪلاسيڪل موسيقي واري روايت جو انتهائي سريلو راڳي هو.
- منظور علي خان پنهنجي هڪ انٽرويو ۾ ٻڌايو هو ته ”راڳ پيم پلاسي“ سندس ڪان ٿهي نه پيو ان ڪري هو ڀٽائيءَ جي درگاهه تي ويو ۽ اتي ڀٽائيءَ کي چيائين ته اهو راڳ سيکار ۽ ان ڪانپوءِ ڪيس اهو راڳ سمجهه ۾ آيو ۽ پوءِ ان راڳ ”سڄ نا سورن جي.....“ ۽ ”آئون ڪيئن آتڻ وڃان....“ جهڙا شاهڪار ڪلام سنڌي سنگيت کي عطا ڪيا.
- استاد منظور علي خان طبيعت ۾ فقير هو. سنڌ ۾ وڏا ڳائڻا هن کان اڳ به ٿي گذريا آهن جن مان ڪيترن کان ڏاڍو متاثر به هو پر استاد منظور علي خان انهن سيني مان وڌيڪ ”عوامي گويو“ هو.
- سنڌ جي ٽنڊي آدم شهر ۾ پنهنجي زندگي گهاريندڙ استاد 9 سيپٽمبر 1980 تي لاڏاڻو ڪري ويو ۽ هن جو آخري آرام گاهه ٽنڊي آدم ۾ آهي جيڪو پٽ شاهه کان اڌ ڪلاڪ جي پنڌ تي آهي.
- هن کي پٽ شاهه تي سنگيت جو اسڪول کولي ان ۾ ويهارڻ جا ڪيترائي پروگرام سرڪاري سطح تي جوڙيا ويا جيڪي راس اچي نه سگهيا نه ته سنڌ جي نئين نسل جي مقدر ۾ پيو به گهٽو ڪجهه هجي ها. بهرحال منظور علي خان جي نالي ۾ يونيورسٽين کي يا سنڌ جي ثقافت کاتي کي ڪا چيئر قائم ڪرڻ گهرجي.

- سنڌ جيتوڻيڪ راڳ ڏيا ڄ جهڙو ڪردار پڻ تخليق ڪيو آهي جنهن ڪري پهريون دفعو دنيا کي خبر پئي ته ساز ۽ سنگيت تي سِر به ڏئي سگهجي ٿو پر ان جي باوجود اسان جي ذهني سطح ڏاڍي گهٽ آهي.
- استاد منظور علي خان ڀٽائيءَ جو اهڙو ئي راڳي فقير هو جهڙا تمراڻي ۽ ٻيا فقير آهن. يا اٿل ۽ چنچل نالي گويا جيڪي هن جي درٻار ۾ ايندا هئا يا مائي گلان، جيوڻي ٻائي، مائي ڀاڳي، عابده پروين کان وٺي شهنيلا علي تائين ۽ استاد جمن، استاد محمد ابراهيم، عبدالغفور وغيره کان وٺي صادق فقير تائين جملي سنڌي ڳائڻا ڀٽائيءَ جا راڳي فقير آهن ۽ ان ڪري هن جا اصلي وارث آهن.
- سنڌ جي راڳين جو اسان کي ان ڪري به قدر ڪرڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته اهي ڀٽائي جي راڳي هئڻ جي ناتي ڀٽائي جي راڳ جا جانشين آهن.
- الطاف شيخ پنهنجي هڪ سفر نامي ۾ لکيو آهي ته سئيڊن جي ٽنڊوآدم جيڏي هڪ شهر مالمو ۾ ايڏي وڏي لائبريري آهي جنهن ۾ سڄي دنيا جي ٻولين جا ڪتاب موجود آهن ۽ انهن ۾ سنڌي ٻولي به شامل آهي پر سنڌ جي ٽنڊي آدم ۾ ڪا به لائبريري ڪانهي جنهن ۾ استاد منظور علي خان جهڙي عظيم ڳائڻي تي لکيل ڪو هڪ به ڪتاب موجود هجي يا هن جي راڳ جون جملي ڪئسٽون پيون هجن.
- ايڏي وڏي فنڪار جي هڪ به وڊيو ڪيسٽ پاڪستان ٽيليويزن وٽ موجوده ڪانهي. ڪراچي ٽي وي جي هڪ پروڊيوسر ذوالفقار نقوي جي گهران اڌ ڪلاڪ جي هڪ نجي محفل واري اهڙي ڪيسٽ ملي، جنهن کي استاد منظور علي خان جي سڄي ملڪ ۾ واحد ڪيسٽ چئي سگهجي ٿي.
- سو انهيءَ سنڌي قوم کي جاڳائڻ جي ضرورت آهي جنهن جو عظيم شاعر چئي ويو آهي ته "سئو سِرن ڀائي، جي تند برابر توريان، اٿل اوڏانهين ٿئي جت ٻيجل ٻرائي. سڪٽو سِرُ آهي، سر ۾ سجڻ نانهه ڪِي.... ڀٽائي."
- سو متان وساريو ته شاهه ڀٽائيءَ هيئن به چيو آهي ته:

"محلين آيو مڱڻو، ساز ڪٺي سرندو_ سِرَ جي صدا سر ۾ گهُورَ هٽي گهرندو، مٿي ريءَ ملوڪ جي، چارڻ نا چُرندو_ جهونا ڳُڙهه جُهرندو پوندي ڇانءِ جَهروڪ ۾."

ڇنڇر 9 سيپٽمبر 2006ع

متان وساريو تہ

- سنڌ ۾ ميلن ملاکڙن واري منڍ شروع ٿيڻ واري آهي.
- هلندڙ شعبان مهيني جي 18، 19 ۽ 20 تاريخ تي قلندر شهباز جو ميلو لڳندو جيڪو سنڌ جو وڏي ۾ وڏو ميلو هوندو آهي. سيوهڻ وارو هي ميلو هڪ لحاظ کان پاڪستان جو پڻ وڏي ۾ وڏو ميلو هوندو آهي ڇاڪاڻ تہ ان ۾ شرڪت لاءِ صوبي سرحد، پنجاب، ڪشمير ۽ بلوچستان جا ماڻهو پڻ ايندا آهن. قلندر شهباز ۽ سنڌ جي ڪيترن بزرگن جا هندو پڻ مريد آهن پر اڄ ڪلهہ سياست ڏوڪڙن جي زور تي مذهب کي بہ مات ڏئي ڇڏي آهي، ان ڪري هندستان کان ياترين کي سنڌ اچڻ جي اجازت نہ ٿي ملي.
- قلندر شهباز جو سيوهڻ ۾ لڳندڙ ٽن ڏينهن وارو ميلو سنڌ جي جبلن جو پڻ وڏي ۾ وڏو ميلو آهي. ٻيا وڏا جابلو ميلا سنڌ ۾ شاهہ گودڙيو ۽ گاجي شاهہ جا لڳن ٿا.
- سنڌ سان لڳ بلوچستان جي جبلن ۾ پڻ ڪي اهڙا ميلا لڳندا آهن جن سان سنڌ جو بيحد گهرو تعلق آهي. انهن مان هڪڙو ميلو سسئي جو آهي جيڪو ضلعي لس ٻيلي، تعلقي سونمياڻي ۽ ديهہ "سنگهر پَٽِيوُن" ۾ سسئي جي مزار تي لڳي ٿو. ان ۾ وڏي تعداد ۾ سنڌ جا ۽ خاص ڪري ٻنيور، ٺٽي، بدين ۽ لاڙ جا ماڻهو وڃن ٿا.
- ٻيو بلوچستان جو وڏي ۾ وڏو جابلو ميلو شاهہ نورانيءَ جو آهي جيڪو خضدار تعلقي جي ٻپ جبل ۾ لڳي ٿو. "جي تو پهڻ ٻپ جا، تہ لڳ منهنجا لوهہ" _ ڀٽائي
- شاهہ نورانيءَ جي ميلي ۾ هونئن تہ سڄي پاڪستان جا ماڻهو شريڪ ٿين ٿا پر اڪثريت سنڌي صوفين جي هوندي آهي. هزارن جي تعداد ۾ سنڌي لاهوتي قلندر شهباز جي ميلي جي پڄاڻي ڪري 21 شعبان تي لال باغ کان پيرين پنڌ لاهوت ڪرڻ ويندا آهن. اهو تاريخي سفر 10 کان 20 ڏينهن تائين جاري رهندو آهي جنهن دوران لاهوتي فقير جهانگارا_ باجارا کان ٿيندا، ڪائيءَ جي چشمن جو پاڻي پيئندا، نئگ شريف (نئگ جي فارسيءَ ۾ معنيٰ آهي "واڳو") ۾ مولا عليؑ جا چشما ڏسندا، هاهوت کان ٿيندا، پٽ جبل، آري پير، ڇنگڻ جبل ۽ ٻيون بيشمار زيارتون ڪري "محبت فقير" جي مزار تي پهچندا جنهن کانپوءِ شاهہ نوراني ايندو.

- شاھ نوراني کان اڳتي پٻ جبل جون ست چڙھايون چڙھي وري پوءِ ايترو ئي هيٺ لهي لاهوت لامڪان جي غار ۾ داخل ٿيندا جيڪو ٽن وڏن ڪمرن جيترو ڪشادو آهي. اتان موٽي جڏھن هو شاھ نوراني تي ايندا تہ اھو ڏينهن 9 رمضان جو ٿيندو جنهن ڏينهن اتي ميلو لڳندو.
- سنڌ جا صوفي فقير لاهوت ڪري واپسيءَ تي لازمي طور پٽ شاھ تي ڀٽائيءَ جو سلام ڪرڻ ايندا آهن. سندن عقيدو آهي تہ ايئن ڪرڻ کانسواءِ سندن لاهوت نہ ٿيندو ۽ نہ ئي هو لاهوتي ٿي سگهندا. "...... تہ نانگا تنهنجو نانءُ، لڪجي لاهوت ۾."
- هوڏانهن اڳوڻي لاڙڪاڻي ضلعي جي اولهائين بارڊر وٽ ۽ هاڻوڪي ضلعي قمبر شهداد ڪوٽ ائٽ قمبر جي تعلقي قمبر ۾ سنڌ، بلوچستان سرحد تي ڏاڙهياري جبل جي چوٽيءَ تي سمنڊ جي سطح کان 7،200 فٽ مٿي "ڪتي جي قبر" واري ماڳ کان اولهہ ۾ اٽڪل 10 ڪلوميٽر "باري پير" جو وڏو ميلو لڳي ٿو جنهن ۾ بلوچن کان علاوه ڪيترائي سنڌي چٽا ۽ گائيچا وغيره شريڪ ٿين ٿا.
- بلوچستان ۾ شاھ نوراني جي ميلي کان پنج ڏينهن پوءِ رمضان مهيني جي 14، 15 ۽ 16 تاريخ سنڌ جو ٽيون نمبر وڏي ۾ وڏو سچل سرمست جو ميلو راڻيپور لڳ درازن ۾ لڳي ٿو. "نوري ناري ناهيان يارو! آهيان رب جبار، پينر مونکي چا ٿيون پانيو؟؟". سنڌ جو ٻلي شاھ جنهن ڀٽائيءَ جي ڪني جو ڍڪڻ لاٿو هو تنهن جو چوڻ آ تہ "ايجها ڪم ڪريجي، جنهن وچ الله آپ ٻٽيجي." چاڪاڻ تہ ڀٽائيءَ چيو آهي تہ "جيڪي ڪم بندو ڪري، سو مڙئي ڏوھ. تون پارس آءُ لوھ. سچين تہ سون ٿيان."
- ڀٽائيءَ جو ميلو تہ صفر مهيني جي 14، 15 ۽ 16 تي لڳندو آهي پر پٽ شاھ تي تہ سچو سال ميلو آهي. هڪ اندازي مطابق سال ۾ 365 ڏينهن آهن پر پٽ تي 453 ميلا لڳن ٿا. گذريل خميس ۽ جمعي واري رات بہ پٽ تي ميلو هو چاڪاڻ تہ اها جمعي رات بہ هئي ۽ چنڊ جي چوڏهين بہ هئي. اها ٻي ڳالهہ هئي تہ پنج ڪلاڪ لاڳيتو مينهن وسي پيو جنهن ڪري ياتري تتر پتر ٿي ويا. پر هڪڙو فائدو اهو ٿيو جو ڪراڙ ڍنڍ پاڻيءَ سان ڀرجي ويئي. ڀٽائيءَ جي ميلي جي آخري ڏينهن يعني 16 صفر کان وري صوفي شاھ عنايت جو جهوڪ شريف ۾ ميلو لڳندو آهي.
- سنڌ ۾ هڪڙا اهڙا ميلا بہ لڳندا آهن جن جي تاريخ مقرر نہ هوندي آهي. اهي ميلا مقامي ماڻهو سهولت سان لڳائيندا آهن. انهن ميلن ۾ مارئيءَ

جو ميلو آهي، حاجي ابراهيم واڙيءَ واري جو اندس ڏيلٽا وارو ميلو آهي ۽ سسئيءَ جو ميلو آهي. هنن سال ڏسون تہ انهن ميلن لڳائڻ ۾ سرڪاري ۽ غير سرڪاري سرنديءَ وارا ماڻهو ڪيترو پاڻ ملهائين ٿا.

- سو متان وساريو تہ براهوي ٻولي جي هڪڙي لوڪ گيت ۾ چيل آهي تہ "برڪنا! اي ناز گل. موسم سنڌ نا". (اي محبوب اٿ (تہ هلون) سنڌ جي موسم آئي آهي."

آچر 10 سيپٽمبر 2006ع

متان وساريو تہ

- هن سال 10 سيپٽمبر کي گڏيل قومن ”خودڪشي روڪڻ“ جو عالمي ڏينهن قرار ڏنو تہ خبر پئي تہ گذريل سال سنڌ ۾ پنهنجو پاڻ کي خون ڪرڻ وارن ماڻهن جو تعداد 3,650 تي ويو هو ۽ ماهرن مطابق خودڪشيءَ جي انهيءَ لاڙي ۾ اجا اضافو ٿي رهيو آهي.
- ان حساب سان سنڌ ۾ سراسري طرح روزانو 10 ۽ مهيني ۾ 300 ماڻهو پنهنجو پاڻ کي خون ڪن ٿا۔ جن ۾ اڪثريت نوجوان مرد ۽ عورتن جي آهي. خودڪشي وارو اهو رجحان بين الاقوامي نوعيت جو پڻ آهي ۽ چيو وڃي ٿو تہ سڄي دنيا ۾ ساليانو 10 لک ماڻهو چاڙهي ٻجهي پنهنجي زندگيءَ جو انت آڻين ٿا. جڏهن تہ گذريل 50 سالن دوران اهڙن خوني واقعن ۾ 60 سيڪڙو اضافو ٿيو آهي.
- هي مامرو جيڏو هاڃيڪار ۽ خطرناڪ آهي ۽ جيترو توجهہ گهري ٿو اوترو ڌيان نہ حڪومت ڏئي ٿي ۽ نہ سول سوسائٽي۔ ماڻهو پنهنجو پاڻ کي ڇو ٿو خون ڪري؟ ڇا ٻئي ڪنهن کي خون ڪرڻ سولو آهي يا پاڻ کي؟ ان تي سماج جي هر فرد کان سوال ڪرڻ گهرجي ۽ مليل جوابن مان اندازو لڳائجي تہ خودڪشين جو ڪارڻ ڇاهي؟ ۽ ان مسئلي جو حل ڇاهي؟ اهو هن سال واري عالمي ڏينهن جو موضوع آهي.
- عام طور خودڪشيءَ جو سبب غربت، سماجي اڻ برابري، محبت ۾ ناڪامي ۽ زندگيءَ ۾ نراسائي کي قرار ڏنو ويندو آهي۔ پر ان حقيقت کي نظرانداز نہ ڪرڻ گهرجي تہ خودڪشي جو وڏو سبب ڊپريشن نالي هڪ بيماري بہ آهي جيڪا لاعلاج ناهي.
- ڌرتي تي انسان ٻين سڀني جيوت کان وڌيڪ ذهين ۽ طاقتور آهي، پر هن جون ڪي ڪمزوريون بہ آهن۔ سندس وڏي ۾ وڏي ڪمزوري موت آهي جنهن تي هن جو وس نہ ٿو هلي. بيماري، اولاد نہ ٿيڻ، غربت، پيار نہ ملڻ وغيره پڻ انسان جا وڏا مسئلا آهن پر جيئن تہ موت هن جي وڏي ۾ وڏي ڪمزوري آهي ان ڪري چئي سگهجي ٿو تہ هن جي عزيز ترين شيءِ زندگي آهي!
- سنڌ جي هڪ نواب جي ڪچهريءَ ۾ هڪ همراهہ چيو تہ سائين فلاڻو ڌاڙيل اوهان جي علائقي ۾ ڏوهہ ڪري ٿو ۽ ڪنهن کان بہ نہ ٿو ڊڄي۔ ان تي نواب ڪيس چيو تہ ”هُو ساهہ ڪٿي ٿو؟“ ۔ همراهہ چيو تہ ”هائو سائين!“

ان تي نواب چيو تہ جيڪو ماڻهو ساهہ کڻندو سو موت کان ڪيئن نہ ڊڄندو؟

- سو فطري طور ايڏي پياري زندگيءَ جو پنهنجي هٿن سان انت آڻڻ، پنهنجن مڙني رشتن کي هڪ هڪ ڪري قربان ڪرڻ ۽ پنهنجين لاتعداد خواهشن مان هڪ هڪ کي گهٽو ڏئي مارڻ ڪنهن تمام وڏي مجبوريءَ جي ڪري ئي سگهي ٿو، اهو ڪو آسان ڪم نہ ٿو ٿي سگهي.
- ۽ اهو ماڻهو جيڪو پاڻ کي مارڻ جو آخري فيصلو ڪري ٿو ان وقت هن کي جيڪڏهن ڪو اهڙي ائٽمي جنب هٿ ۾ ڏئي ۽ ٻڌائي تہ هي جنب تون ڌرتي تي هڻندين تہ دنيا نابود ٿي ويندي تہ هو سڄي ڪائنات کي هڪ لمحي ۾ برباد ڪرڻ تي اڌ لمحي لاءِ بہ نہ سوچيندو ۽ ائين ڪري وهندو.
- ان ڪري آمريڪا کان وٺي پاڪستان تائين دهشتگردي ۽ انتها پسندي خلاف جيڪا بين الاقوامي جنگ هلي رهي آهي ان جي ايجنڊا تي خودڪشيءَ واري ماملي کي رکي ان کي روڪڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي.
- ۽ فوري طور تي سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن سان پيار ڪندڙ سرڪاري ادارن ۽ سول سوسائٽي کي خودڪشيون روڪڻ لاءِ ڊپريشن واري بيماري خلاف زوردار مهم هلائڻ گهرجي ۽ ان شعبي جي ڊاڪٽرن کي مفت ۾ دوائون ڏئي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ موڪلڻ گهرجي تہ جيئن اهي زندگي جي ڏيئي کي گل ٿيڻ کان بچائي سگهن.
- هونئن تہ ان مسئلي جا پيا بہ بيشمار رخ آهن ۽ خاص ڪري جڏهن کان موجوده حڪومت پوليس کي حڪم ڏنو آهي تہ ”ڪاري“ ڪري قتل ٿيندڙ عورت جي ايف آءِ آر پوليس پاڻ درج ڪري تڏهن کان اخبارن ۾ عورتن جي خودڪشيءَ جون خبرون وڌيڪ اچڻ لڳيون آهن، ڇاڪاڻ تہ ”ڏنو پٽ ڇٽي جو“ وچ ۾ پئي پوليس طرفان ايف آءِ آر روڪائي اخبار ۾ خبر ڇپرائي ڇڏي ٿو.
- پر بهرحال **متان وساريو** تہ جن بہ ماڻهن کي خودڪشيءَ جا خيال ايندا هجن انهن کي ياد ڏيارڻ گهرجي تہ جيستائين آسمان ۾ چنڊ ڪڙي ٿو، آڪاش ۾ پکي اڏامن ٿا ۽ دنيا ۾ ننڍڙا ٻار موجود آهن تيستائين زندگيءَ کان مايوس ٿيڻ جي ضرورت ناهي!!

اڱارو 12 سيپٽمبر 2006ع

متان وساريو تہ

- پنهنجو پاڻ کي پنهنجن هٿن سان خون ڪرڻ جنهن کي فارسي ٻوليءَ ۾ ”خودڪشي“ چئجي ٿو سو انتهائي اوکو عمل آهي ۽ ڪنهن ايڏي وڏي مجبوريءَ ۾ ايئن ڪري سگهجي ٿو جنهن جو تصور ڪرڻ بہ مشڪل آهي.
- حڪومتي ادارا ۽ سول سوسائٽي ظاهر ۾ ان تي گهري تشويش جو اظهار ڪن ٿا پر ان کي روڪڻ لاءِ گهربل وايومنڊل يا سماجي ماحول پيدا ڪرڻ جي ڳالهہ نہ ڪري ٿي تہ پوءِ ٻئي ڌريون ڏٺي وٺي ٻيهن ٿيون.
- مثال من پسند شادي نہ ٿيڻ نوجوان طبقي ۾ خودڪشيءَ جو شايد وڏي ۾ وڏو ڪارڻ آهي. سنڌي ميڊيا اهڙا بيشمار واقعا رپورٽ ڪيا آهن جن ۾ جاٺايل آهي تہ ونواهہ ۾ ويٺل ڪنوار پيءُ جي بندوق سان فائر ڪري پاڻ کي ماري ڇڏيو. پسند جي زال نہ ملڻ سبب تہ ڪيترن نوجوانن اعلان ڪري آپگهات ڪيو آهي.
- جيڪڏهن سنڌي معاشري کان اهو سوال ڪجي تہ هڪٻئي کي پسند ڪندڙ نوجوان عورت ۽ مرد جي شاديءَ ۾ رڪاوٽون ڇو ٿيون وڌيون وڃن تہ جواب ملندو تہ ڇوڪرو يا ڇوڪري اسان جي ذات جي نہ هئي، اسان جي مذهب جي نہ هئي، اسان جي اُن مذهبي فرقي جي نہ هئي جنهن سان اسان جو تعلق آهي يا گهٽ ذات جي هئي، اسان وڏي ذات وارا آهيون وغيره وغيره.
- ذات پات جو نظام تہ هندو ڌرم ۾ ٿيندو آهي، سنڌي تہ مسلمان آهن جن جو مذهب چئي ٿو تہ سڀ مسلمان ڀائر آهن. يعني سنڌ ۾ جيڪي بہ ذاتيون آهن سيدن جون، بلوچن جون ۽ سماٽن جون انهن وچ ۾ اسلامي نقطہ نگاهہ کان شاديون ٿي سگهن ٿيون، ڇاڪاڻ تہ سڀ مسلمان ڀائر آهن.
- اسلام تہ سيني انسانن جي برابريءَ جي بہ ڳالهہ ڪري ٿو. مساوات محمدي جي معنيٰ اها ئي تہ آهي تہ محمود ۽ اياز هڪ صف ۾ بيهن ــ نہ ڪو آڏو ۽ نہ ڪو پويان. ان لحاظ کان ڪو بہ انسان ٻئي ڪنهن بہ انسان سان شادي ڪري سگهي ٿو.
- وري اسان جيڪڏهن سنڌي آهيون تہ اسان کي سمجهڻ گهرجي تہ سڀ سنڌي ڀائر آهن ڇاڪاڻ تہ انهن جو تعلق هڪ قوم سان آهي ــ تہ پوءِ

متان وساريو

اخبارن ۾ اهڙيون خبرون چو ٿيون ڇپجن ته هڪ طاقتور سنڌي خاندان هڪ غريب سنڌي خاندان جي چاليهه زائفن جون سٿڻون ۽ پوتيون وٺن ۽ ٽيليفون جي تارن ۾ نمائش لاءِ ٽنگي ڇڏيون.

- سو متان وساريو ته جيڪڏهن اسان انسان ٿي پئون، ۽ سنڌي ٻڌجي وڃون ۽ ان سان گڏ مسلمان به ٿي وڃئون ته جيڪر سنڌ مان خودڪشين جو لاڙو گهٽي حد تائين گهٽجي وڃي.

"مون وس ڪرڻ واڪا ـ ٻڌڻ ڪم پروڄ جو."

اربع 13 سيپٽمبر 2006ع

متان وساريو ته

- جيڪڏهن انجنيئر ڪي چٺجي ته مريض ڪي سئي هڻ ۽ ڊاڪٽر کي چئجي ته درياهه تي پل تعمير ڪر ته انجو نتيجو اهو نڪرندو ته پل ڪري پوندي ۽ مريض مري ويندو.
- انڪري ضروري آهي ته صحيح ماڻهو صحيح جاءِ تي هجي ته جيئن ملڪ، صوبي، ضلعي، تعلقي، سرڪل، تپي يا ديهه جو حڪومتي نظام بهتر طريقي سان هلي سگهي.
- اهوئي سبب آهي جو اڄڪلهه دنيا جي جديد رياستن ۾ حڪومتي نظام سڌارڻ لاءِ "Good Governance" تي زور ڏنو پيو وڃي ۽ ان سلسلي ۾ حقيقي جمهوريت کي مسئلي جو حل تصور ڪيو پيو وڃي.
- پر اسان وٽ سنڌ ۽ پاڪستان اندر حڪومتي نظام ۾ جيڪا به خرابي آهي انجو ڪارڻ اهو آهي ته صحيح ماڻهوصحيح جاءِ تي ويٺل ناهي.
- وزارتون سياسي دٻاءَ سان حاصل ڪيون وڃن ٿيون ۽ ڪامورن جون بدليون پڻ طاقتور ڌرين جي دٻاءَ تحت ٿين ٿيون. ان ڪري ضروري ناهي ته جيڪو ماڻهو جنهن شعبي ۾ پي ايچ ڊي هجي ان کي ان شعبي جو وزير يا سيڪريٽري مقرر ڪيو وڃي.
- سنڌ جي حڪمرانن ۽ ڪامورن مان ڪيترن ڄڻن ڳڙهي خيري کان سمنڊ تائين 300 ميل ڊگهو ڪيرٿر وارو جابلو سلسلو گهمي ڏٺو آهي؟! عمر ڪوٽ ڪان ننگر پارڪر ۽ پارڪر کان ڪارونجهر جي چوڙاري 36 ميل ڦري ٿر جو سير گهڻن سنڌ جي آفيسرن ڪيو آهي؟ ڪاڇو ڇا آهي؟ ڪڇو ڊيگهه ۽ ويڪر ۾ ڪيڏو وسيع علائقو آهي؟ چوپائي مال جو تعداد ٿر، جبل، ڪاڇي، ڪڇي ۽ بٽريج ايريا ۾ ڪيترو آهي، ان سوال جو جواب سنڌ سرڪار جي واسطيدار وزيرن ۽ آفيسرن کي به الائي ايندو هوندو الائي نه.
- ڇا سنڌ جي زراعت واري وزارت ۾ ڪو هڪڙو ماڻهو به ايم ايچ پنهور جهڙو ماهر آهي؟ ڇا سڄي سنڌ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي لسانيات (Linguistics) تي پي ايڇ ڊي رڪنڌڙ ڪي به ماڻهو به آهن؟ ڇا پاڻيءَ جي وزارت ۾ اي اين جي عباسي يا عبدالمجيد قاضيءَ جهڙو ڪو هڪڙو به ماهر ماڻهو موجود آهي؟ ڪرمنالاجي ۾ پي ايڇ ڊي رکندڙ گهٽا پوليس آفيسر ڪراچيءَ ۾ ڏوهن کي پنجو ڏئي رهيا آهن جتي روزانو سون جي

تعداد ۾ موبائيل فونون ۽ گاڏيون کسجن ٿيون.

- پر متان وساريو ته سچيءَ سنڌ مان صرف مٺڊم مهتاب اکبر راشديءَ کي سندس صلاحيت مطابق سرڪاري عهدو سونپيو ويو آهي ۽ ڪيس حڪم ڪيو ويو آهي ته هوءَ بنا دير بنا پوسٽنگ جي "ايس اينڊ جي ڊي ڊپارٽمنٽ" ۾ وڃي رپورٽ ڪري.

خميس 14 سيپٽمبر 2006ع

متان وساريو تہ

- پنتي پيل قومن وٽ هڪ هوندي آهي اٿهوند ۽ پيا هوندا آهن افعال بچڙا.
- اسان سنڌ ۾ هڪ طرف سياحت کي ترقي وٺائڻ جي ڪا بہ ڪوشش نہ ڪئي آهي ۽ ٻئي طرف پوءِ بہ جيڪڏهن ڪو سياح سنڌ گهمڻ اچي ٿو تہ ان کي اغوا ڪري، ڪائنس ڦرلٽ بہ ڪيون ٿا ۽ غيراخلاقي ذيادتي ڪرڻ وارو ثواب پڻ سرانجام ڏيون ٿا.
- اربع ڏينهن عالمي ورثي واري ماڳ مڪليءَ تي هڪ جپاني سياح ڪيمي ياما شنگهو سان جيڪو ڪجهہ ٿيو آهي ان جي خبر جڏهن دنيا ۾ پکڙبي تہ ڪير سنڌ گهمڻ ايندو؟
- سياحت ملڪن جي آمدني ۾ اضافو ڪندي آهي. 1988ع وارن سنڌي مهاجر فسادن ڪانپوءِ ڪينجهر جا مهاڻا دانهون ڪرڻ لڳا هيا تہ اسان بک تا مرون چاڪاڻ تہ فسادن ڪان اڳ ڪينجهر گهمڻ وارن جي اڪثريت ڪراچيءَ مان ايندي هئي جيڪا هاڻي نٿي اچي.
- دنيا جا ڪيترا اهڙا ملڪ آهن جن جي بجيٽ جو وڏو حصو سياحت مان اچي ٿو ۽ اسان سنڌ جي سياحت مان جيترو ڪمائي سگهون ٿا ان جي سوين پتي بہ حاصل نٿا ڪري سگهون.
- سنڌ ۾ سياحت ٻن قسمن جي آهي۔ دنيا جا سياح هڪ تہ سنڌ جي قدرتي سونهن ڏسڻ گهرندا ۽ ٻيو سنڌ جو ثقافتي ۽ تهذيبي حسن جو نظارو ڪرڻ چاهيندا.
- سنڌ جي قدرتي سونهن ڏسندڙ غيرملڪي سياحن کي جيڪي خاص ڪري "ني سهولتون" گهرجن سي اسلامي ملڪ هئڻ ڪري سنڌ نٿي ڏئي سگهي، اهي سهولتون تہ نهيو پر اسان پنهنجن ماڳن تائين روڊ ناهي نٿا سگهون.
- البت سنڌ جي ثقافتي سياحت (Cultural Tourism) ۾ دلچسپي وٺندڙ سياح سهولتن جي پرواهہ ڪرڻ سواءِ ۽ ڏک ڏولاوا سهي بہ سنڌ گهمڻ اچن ٿا تہ ڪڏهن جپاني سياح کان مهين جي دڙي تي ڪئميرا ڦرجي ٿي تہ ڪڏهن مڪلي پوليس چوي ٿي تہ انڊيا جي يونيورسٽي ۾ آرڪيالاجي ۾ ايم اي ڪندڙ جپاني سياح چريو هو ۽ نٽي جي سنڌي پوليس سياڻي آهي.

- سو متان وساريو تہ ڏور اوڀر جي ڪيترن ئي ملڪن لاءِ مهين جي دڙي جو اسٽوپا ڪعبي جو درجو رکي ٿو چاڪاڻ تہ اهي ٻڌ آهن ۽ هوڏانهن هندستان توڙي ٻين ڪيترن ملڪن جي ماڻهن لاءِ سنڌو درياهہ ديوتا جو درجو رکي ٿو ۽ ان جو پاڻي سندن لاءِ پاڪ پوتر آهي. جڏهن تہ ننگر پارڪر ۾ جين ڌرم وارا مندر دنيا جي ڪيتري آباديءَ لاءِ مقدس مقامات جو درجو رکن ٿا.

جمعو 15 سيپٽمبر 2006ع

متان وساريو تہ

- سنڌ جو هڪ جوان موڙ ٻڌيون ۽ ميندي لايون شاديءَ جي سيج تي ويٺو هو تہ ڪيس اطلاع مليو تہ سنڌ تي اتر ڪان ڌارين ڪاهہ ڪئي آهي۔ هو ٽپو ڏئي اٿيو ۽ پوءِ...هن جو وڍيل چچريل لاش واپس آيو..جنهن کي سنڌ جي مڪليءَ واري قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو. "سوري جنين سيج، مرڻ تن مشاهدو". پٽائي
- انهيءَ جوان جو نالو دولهہ دريا خان هو جنهن جي آخري آرامگاهہ وارن نشانن کي هڪ خبر مطابق مڪلي ۾ ڪن شرپسندن نقصان پهچايو آهي.
- 20 چورس ميلن ۾ پکڙيل دنيا جي هن وڏي ۾ وڏي قبرستان مڪلي کي گڏيل قومن جي يونيسڪو واري اداري عالمي ورثي جو درجو ڏنو آهي. عالمي ورثي وارا جملي ست ماڳ پاڪستان ۾ آهن. سنڌ ۾ ٻہ ماڳ آهن، ٻيو مهين جو دڙو آهي.
- مڪلي جو قبرستان هڪ پهاڙي تي اڏيل آهي، جنهن جي اوچائي 80 کان 150 فٽ سمنڊ جي سطح کان مٿي آهي. مڪلي ۽ ٺٽي شهر جي وچ ۾ اڳي درياهہ وهندو هو۔ ٺٽي شهر کان ٽن ميلن جي مفاصلي تي واقع مڪلي ۾ چون ٿا تہ سوا لک ولي دفن آهن. اهڙي روايت سنڌ جي ڪيترن ئي شهرن لاءِ مشهور آهي.
- بهرحال دولهہ دريا خان جنهن جو اصلي نالو مبارڪ خان هو سو حڪمراني ڪندڙ سما خاندان (1525ع۔1351ع) جي بادشاهہ ڄام نندي جو سپهہ سالار هو۔ مڪليءَ ۾ سنڌ جي بادشاهن جي مقبرن تي سنگتراشي جا نمونا بيحد موهيندڙ آهن پر ڄام نندي جي مقبري جو مقابلو ناهي.
- سنڌ جي جديد تاريخ ۾ راءِ گهراڻو ۽ برهمڻن جو هندو راڄ 409ع کان 711ع تائين رهيو۔ عرب دور 711ع کان 1011ع تائين، سومرا 1011ع کان 1351ع تائين سما 1351ع کان 1525ع تائين، ارغون، ترخان ۽ مغل 1525ع کان 1700ع تائين، ڪلهوڙا 1700ع کان 1783ع تائين، ٽالپر 1783ع کان 1843ع تائين ۽ انگريز 1843ع کان 1947ع تائين سنڌ جا حڪمران رهيا. (ڏسو ايم ايڇ پنهور جو ڪتاب: "A Chronological History of Sindh")
- پٽائي صاحب جيئن تہ ڪلهوڙن جي حڪمراني دوران پيدا ٿيو هو ان

ڪري لڳي ٿو تہ چڙ هي بيت هن دولهہ دريا خان جي شهادت تي لکيو هو:"ڪانڌ ڪلاڙين ڪپڙين، (شادي جي ڪپڙن ۾)، وَرَ وناهيو (سينگارجي) آءُ۔ وِڪَ وڏندي پاءِ۔ تان تان پَوءُ مَ پاءِ، جان جان نوڏين (سيج) نہ چڙهين".

- سو هاٺي سياسي ڪارڪنن قديم آثارن تي سياسي نعرا لکڻ شروع ڪيا آهن جيڪي مهين جي دڙي وارين پٽين، رني ڪوٽ، مڪلي ۽ ٻين اهم ماڳن تي نظر اچن ٿا.
- سو متان وساريو تہ جيڪڏهن سنڌين پنهنجي ثقافتي ۽ تهذيبي ورثي جي حفاظت نہ ڪئي تہ پاڪستاني طالبان هتان جي تاريخي ماڳن سان اهو ڪجهہ ڪندا جيڪو هنن افغانستان ۾ ڪيو هو.

ڇنڇر 16 سيپٽمبر 2006ع

متان وساريو تہ

- هڪ روايت مطابق هڪ فقير ڀٽائي صاحب کان پڇيو تہ ”سائين اوهان عشق کي ڏٺو؟“ تہ ڀٽائي صاحب چيو ”تہ بابا عشق ڏکيو آهي. مون البت عشق جا دونهان ڏٺا“.
- ان تي فقير وري پڇيو تہ ”سائين عشق جا دونهان اوهان ڪيئن ڏٺا؟“
- تہ ڀٽائي صاحب وراڻيو تہ ”سنڌ جي اولاهن جبلن ڏانهن جو ويس تہ اتي هڪ عاشق جي ٽڪري هئي. ان ٽڪريءَ تي رهندڙ عاشق سڄو ڏينهن سڪل ڪاٺ جمع ڪندو هو ۽ سج لٿي مهل انکي تيلي ڏئي ٻاري روشني ڪري انجي پرسان ويهي رهندو هو“.
- ”ان ٽڪريءَ جي سامهون پري هڪ وڏو دڙو هو جنهن تي بادشاهہ جي محلات هئي. بادشاهہ جي ڌيءَ وري پنهنجي هار جو هڪ مٽيو پنهنجي منهن وٽ جهليندي هئي تہ انجو چهرو ٽڪريءَ تان سندس عاشق ڏسي سگهندو هو. اهڙي طرح عاشق معشوق هڪٻئي جو ديدار ڪندا هيا“.
- ”سو مان هڪ رات وڃي ان عاشق وٽ مهمان ٿيس. هو ماني کٽي آيو. چيومانس اچ تہ گڏجي کائون. چيائين تہ مونکي روزو آهي. پڇيو مانس تہ ڪڏهن کان روزو رکيو اٿئي؟ چيائين گهڻائي ڏينهن ٿيا آهن. پڇيومانس تہ ڪڏهن ڇوڙيندين؟ تہ چيائين جڏهن محبوب پنهنجن هٿن سان ماني کارائيندو“
- ”اهو ٻڌي مون سوچيو تہ اهو ويچارو عاشق تہ بک وگهي مري ويندو سو مان وڃي سندس محبوب جي وارثن سان ڳالهايو. هو راضي ٿيا ۽ محبوب ماني کٽي عاشق وٽ پهتو“.
- ”ماني کارائڻ کان اڳ محبوب عاشق کي چيو تہ ”هٿ ڌوءُ تہ پوءِ ماني کاءُ“. عاشق هٿ اڳتي وڌايا. جيئن ئي محبوب ان تي پاڻي جو لوٽو هاريو تہ انهن مان ايئن دونهان نڪتا جيئن ٻرندڙ ٻنڊين تي پاڻي هارڻ سان دونهان نڪرندا آهن“.
- ”سو ابا عشق جا دونهان ضرور ڏٺاسي باقي عشق اوکو آهي“.
- سو متان وساريو تہ سر سارنگ ۾ ”اٺو عاشق تي اوهيرا ڪري“ واري سٽ ۾ لفظ ”عاشق“ انسان ناهي پر جبل جي اها ٽڪري آهي جيڪا غيبي ديري جي اولهہ ۾ ڪاڇي جي ڀٽي ٽپي وڃڻ ڪانپوءِ کير ٿر جي جابلو سلسلي جي پهرين ٽڪرين مان هڪ آهي جنهن جي چوٽيءَ تي انهيءَ

متان وساريو

عاشق جي قبر آهي جنهن کي عشق جي آڳ ساڙي رک ڪري ڇڏيو هو.

آچر 17 سيپٽمبر 2006ع

متان وساريو تہ

- پاڪستان جي اعليٰ ترين عدالت سپريم ڪورٽ آف پاڪستان جي چيف جسٽس مسٽر جسٽس افتخار محمد چوڌري چيو آهي تہ عورت کي ”ڪاري“ ڪري قتل ڪرڻ ڪنهن بہ طرح ۽ ڪنهن بہ معيار مطابق ”اسلامي“ عمل ناهي.
- برٽش ڪائونسل طرفان غيرت جي نالي ۾ عورت جي قتل بابت ٽن ڏينهن واري ڪانفرنس جي افتتاحي اجلاس کي خطاب ڪندي پاڪستاني عدالتن جي سربراهہ وڌيڪ چيو تہ مظلوم عورت کي قتل ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ پاڪستان جي عدليہ ڪيترا قانون جوڙيا آهن پر صرف قانونن جي سهاري اهڙي ڪڌي رسم جو خاتمو ٿيڻ مشڪل آهي، ان لاءِ مناسب سماجي ماحول ضروري آهي جنهن ۾ عورت کي عزت جي نگاهن سان ڏٺو وڃي.
- ۽ هوڏانهن جماعت اسلامي جي امير قاضي حسين احمد چيو آهي تہ صرف آڱرين تي ڳڻڻ جيتريون مغربي طرز واري زندگي گذاريندڙ اهڙيون عورتون جيڪي پرڏيهي اين جي اوز کان پئسا وٺي عورتن جي حقن جي ڳالهہ ڪن ٿيون، سي حدود آرڊيننس جي مخالفت ڪري رهيون آهن. هن اهو بہ چيو آهي تہ ڪاريءَ جي قتل کي روڪڻ جو حل ان ۾ آهي تہ ”خانداني نظام“ کي مضبوط ڪيو وڃي.
- ۽ وري حڪومتي ڌر طرفان حدود آرڊيننس وارو ترميمي بل ”سياست“ جو شڪار ٿي ويو آهي ۽ عورت کي رانديڪو ڪري ان سان کيڏندڙن هن جي حقن تي سياست ڪري پنهنجن مخالفن کي بليڪ ميل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي جڏهن تہ ڪيتريون ٻيون سياسي ڌريون ٻي تاليون جهمريون هڻي قومي سياست کي وڌيڪ بدبودار بڻائي رهيون آهن.
- هن سڄي کيل ۾ جيڪا ڌر بلڪل خاموش آهي سا عورت آهي جنهن جي مسئلي تي رڳو مرد بحث ڪري رهيا آهن، اهي مرد جيڪي پاڻ اهو سڀ ڪجهہ ڪندا آهن، جنهن جي سزا عورت کي ”ڪاري“ ڪوٺي قتل ڪري ڏيندا آهن.
- ”ٽِپي پرزا ٿيل عڪس“ جي عنوان سان لکيل ڪهاڻيءَ ۾ ملڪ جي سرموڙ ڪهاڻيڪار نورالهديٰ شاهہ صحيح لکيو آهي تہ ”گونگو هئڻ ٿي تہ پيڙا جي شدت آهي. ڪائنات ۾ ڪيترو ڪجهہ اڻڏو نہ هوندي بہ: سچ

انڌو آهي.... چنڊ انڌو آهي.... زمين انڌي آهي.... آسمان انڌو آهي“.

- سو متان وساريو ته ”گونگن جي فرياد ٻڌڻ وارو ٻوڙو سماج“ پڻ انڌو آهي؛ ۽ هي سڄي ڪائنات انڌي آهي سواءِ حضرت عيسيٰ (عليه سلام) جي جنهن چيو هو ته ”هن کي پٿريون پٽرا هو هٽي جنهن پاڻ ڪڏهن اهو گناهه نه ڪيو هجي!“.

اڱارو 19 سيپٽمبر 2006ع

متان وساريو تہ

- اڳاري ڏينهن ايشيا کنڊ جي ٿائلنڊ نالي ملڪ ۾ فوجي بغاوت ذريعي اقتدار تي قبضو ڪيو ويو آهي ۽ ان چونڊيل وزيراعظم جو تختو اونڌو ڪيو ويو آهي، جيڪو ان وقت ملڪ کان ٻاهر ويل هو ڇاڪاڻ تہ هن کي گڏيل قومن جي جنرل اسيمبليءَ کي خطاب ڪري پنهنجي ملڪ جي نمائندگي ڪرڻي هئي.
- ٿائلنڊ جي گاديءَ واري هنڌ بئنڪاڪ ۾ جنهن وقت اوچتو فوجي ٽئنڪون ظاهر ٿيون ۽ وزيراعظم هائوس، پارليامينٽ، ريڊيو ۽ ٽي وي اسٽيشنن تي قبضو ٿي ويو تہ خبر پئي تہ ملڪ جي سياسي اقتدار تي فوج زوريءَ قبضو ڪري ورتو آهي، آئين معطل ڪري ڇڏيو آهي ۽ ايمرجنسي لاڳو ڪري ڇڏي آهي، جنهن دوران اقتدار ۾ آيل فوجي حڪومت جي ڪنهن بہ عمل کي ڪنهن بہ ملڪي عدالت ۾ چئلينج نہ ٿو ڪري سگهجي.
- ٿائي فوج جو سربراهہ جنرل جنهن اقتدار تي قبضو ڪيو آهي ۽ پرڏيهي دوري تي ويل چونڊيل وزيراعظم جو تختو اونڌو ڪري ڇڏيو آهي سو مسلمان آهي جڏهن تہ ٿائلنڊ مجموعي طور تي ٻڌ ڌرم ۾ ايمان رکندڙ ماڻهن جو ملڪ آهي.
- دنيا جي مذهبن ۾ ٻڌ ڌرم اَهنسا جو پرچاري آهي يعني عدم تشدد ۾ ايمان رکندو آهي، جنهن جو باني گوتم ٻڌ ان ڳالهہ تي هندو ڌرم کان بغاوت ڪئي هئي تہ هندو ڌرم ۾ ذات پات ۽ ڇوت ڇات جو نظام آهي۔ ٻڌ ڌرم کان پوءِ جَين ڌرم هندو جاتيءَ جو ٻيو وڏو عدم تشدد جو قائل مذهب آهي. پاڪستان ۾ جنهن جي مندرن جا نشان صرف سنڌ جي ٿرواري علائقي ۾ ننگرپارڪر تعلقي اندر آهن.
- خبرن مطابق ٿائلنڊ ۾ فوجي بغاوت ذريعي اقتدار تي قبضو ڪندڙ مسلمان جنرل جا ملڪ جي بادشاهہ سلامت سان تمام ويجها ناتا آهن.
- فوج جي طاقت سان ملڪي اقتدار تي قبضو ڪرڻ کانپوءِ گادي واري شهر بئنڪاڪ ۾ جيڪو سرڪاري بيان جاري ڪيو ويو آهي ان ۾ ڄاڻايو ويو آهي تہ ٻاهر ويل وزيراعظم جو تختو اونڌو ڪرڻ کانپوءِ فوجي سربراهہ ملڪ جي بادشاهہ سلامت جي آشيرواد سان انتظامي سڌارا آڻيندڙ هڪ ڪميٽي ذريعي ملڪ جو انتظام هلائي اڳتي هلي اقتدار

شهري سياستدانن جي حوالي ڪيو ويندو.

- سو متان وساريو تہ 5 جولاءِ 1977ع تي پاڪستان جي چونڊيل وزيراعظم ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪندڙ جنرل ضياءالحق وعدو ڪيو هو تہ 90 ڏينهن اندر هو نيون چونڊون ڪرائي اقتدار عوام جي نمائندن جي حوالي ڪري هليو ويندو پر 17 آگسٽ 1988ع تي جڏهن ”اميرالمومنين“ جي ”شهادت“ هوائي جهاز جي حادثي ۾ ٿي هئي تہ ان ڏينهن خبر پئي هئي تہ 90 ڏينهن بدران هو 11 سال، 1 مهينو ۽ 12 ڏينهن پاڪستان جو رت چوسيندو رهيو ۽ پوءِ بہ پاڻ پنهنجي مرضيءَ سان اقتدار کان الڳ نہ ٿيو هو پر حادثاتي موت هن کان ملڪ کي نجات ڏياري هئي!!!

خميس 21 سيپٽمبر 2006ع

متان وساريو تہ:

- بلوچ سردارن جي گرئنڊ جرڳي پاڪستان رياست سان بلوچستان جي الحاق واري ٺاهہ 1948 تي نظرثانيءَ جو فيصلو ڪيو آهي ۽ باقي اهي سپ ٺهراءَ منظور ڪيا آهن جن جي پچار ڪرڻ سبب نواب اڪبر بگٽي کي قتل ڪيو ويو هو.
- خان آف قلات جي صدارت هيٺ ٿيل ان ميڙ اهو بہ مطالبو ڪيو آهي تہ ملڪ اندر ڇڙوڇڙ بلوچ علائقن کي پاڻ ۾ ملائي هڪ بلوچستان بڻايو ويندو.
- آمريڪا جي دوري تي ويل پاڪستان جي صدر جنرل پرويز مشرف آمريڪا جي صدر بش سان ان ڳالهہ تي اختلاف ڪيو آهي تہ اسامہ بن لادن جي پاڪستان ۾ هئڻ واري ڏَس تي آمريڪا پنهنجيون فوجون پاڪستان ۾ لاهيندو.
- پاڪستان ۽ هندستان وچ ۾ جيڪو اڄ لڪيل امن ٺاهہ ٿيو آهي ان کي هندستان ۽ پاڪستان جون انتها پسند ڌريون رد ڪري رهيون آهن.
- پاڪستان حڪومت، وزيرستان جي قبائلي ماڻهن سان القاعده خلاف جيڪو ٺاهہ ڪيو آهي ان تي افغانستان اندر نيٽو جي فوجن واري ڪمانڊر کي اعتراض آهي ۽ هن جو چوڻ آهي تہ ان ٺاهہ جي ڪري اڻ سڌي طرح پاڪستان حڪومت طالبان جي همت افزائي ڪري رهي آهي تہ اهي نيٽو جي فوجن تي حملا ڪن.
- اڄڪلهہ پاڪستان جي پريس ۽ ميڊيا واري ڪائنات ۾ هڪ نقشو گشت ڪري رهيو آهي جنهن ۾ پاڪستان ۽ ايران وارن بلوچ علائقن کي ملائي "گريٽر بلوچستان" ڄاڻايو ويو آهي، پاڪستان ۽ افغانستان جي پختون علائقن کي ملائي "پختونستان" ڄاڻايو ويو آهي، ڪراچي ۽ سنڌ توڙي بلوچستان واري سامونڊي پٽي ۽ انڊس ڊيلٽا کي ملائي هڪ نئين رياست طور متعارف ڪرايو ويو آهي، جڏهن تہ پاڪستان صرف ان علائقي کي ڄاڻايو ويو آهي جنهن ۾ سنڌ ۽ پنجاب اچي وڃن ٿا.
- پاڪستان جي اندروني سياسي صورتحال ۾ مخالف ڌر اسيمبلين تان استيعفائون ڏيڻ جو سوچي رهي آهي، پ پ جو موقف ہين

پارٽين کان نرالو آهي ۽ صدر صاحب وري وري يقين ڏياري رهيو آهي ته نيون چونڊون 2007ع ۾ هر حال ۾ ڪرايو وينديون.

- هڪ طرف ملڪ جون ڪاڇي ڏر واريون جماعتون متحد ٿي رهيون آهن ۽ ٻئي طرف سنڌي قومپرست اڱواڻ برسات جي بيڻل پاڻيءَ ۾ ٻڏل قاسم آباد ۾ غوطا کائي ٻاهر منهن ڪڍن ٿا ته ”جيئي سنڌ“ جو نعرو هڻن ٿا جڏهن ته پنجاب کي ورهائي سرائڪي بيلٽ ۾ نئون صوبو ناهڻ جون پڻ ڳالهيون ٻڌڻ ۾ اچن ٿيون.
- سو متان وساريو ته اهڙي ڪا به ڳالهه ڪانهي، سڀ ڪجهه ٺيڪ ٺاڪ آهي، ملڪ مضبوط هٿن ۾ آهي ۽ موجوده حڪمرانن جي سياسي ڏاهپ ۽ فوجي طاقت پاڪستان جي پهرين 25 سالن وارن حڪمرانن جي مقابلي ۾ تمام گهٽي آهي جنهن ڪري هاڻي 1971ع ٻيهر اچي نه ٿو سگهي!!!

ڇنڇر 23 سيپٽمبر 2006ع

متان وساريو تہ

- سنڌ جي سامونڊي ڪناري ۽ انڊس ڊيلٽا ۾ واقع ٺٽي ۽ بدين توڙي ڪراچي جي مهاڻن اچا 1999ع واري سامونڊي طوفان جي تباهڪارين جي اثرن مان جان نہ ڇڏائي هئي تہ ڪين جمعي واري ڏينهن هڪ ٻئي سامونڊي طوفان جي وارننگ ڏني وئي.
- سنڌ جي سامونڊي ڪناري تي گذريل هڪ صديءَ ۾ 222 سامونڊي طوفان آيا آهن. 1891ع کان 1991ع وچ ۾ آيل 8 وڏا طوفان هئا جن مان 1948ع واري طوفان بي تحاشا تباهي آڻي ڇڏي هئي.
- هن علائقي ۾ ايندڙ آفتون ٻن قسمن جون آهن: هڪ قدرتي ۽ ٻيون انساني_قدرتي آفتن ۾ زلزلا، سامونڊي طوفان (سائڪلون)، برساتي ٻوڏون ۽ سونامي_سونامي جپاني اکر آهي جنهن جي معنيٰ آهي ”سامونڊي لهرن جو ڪناري سان ٽڪراءُ“_ سونامي تڏهن ايندي آهي جڏهن سمنڊ جي تري ۾ زلزلو ايندو آهي ۽ اهڙي زميني اٿل پٿل سبب وڏي قد وارين سامونڊي لهرون زور سان ڪناري تي چڙهي وينديون آهن ۽ وڏي تباهي آڻينديون آهن.
- انساني آفتن جي سلسلي ۾ اسان وٽ بہ وڏا ڊيم، 19 بئراج، 43 ڪئنال، 48 پاڻي ڪڻڻ جا ٻيا واهہ، 12 لنڪ ڪئنال، جملي 61 هزار ڪلوميٽر ڊگها پاڻيءَ جا واهہ ۽ هڪ لک پنج هزار واٽر ڪورس آهن، جيڪي سنڌو درياءَ جي پاڻيءَ کي انڊس ڊيلٽا ۾ اچڻ کان روڪين ٿا جنهن ڪري سنڌ جي لاڙ ۾ ۽ درياءَ جي پڇاڙ ۾ پاڻي ۽ مڇيءَ جو ڏڪار پئدا ٿئي ٿو ۽ مهاڻا ماڻهو لڏي پنجاب ڏانهن وڃن ٿا جتي پاڻي بہ آهي ۽ مڇي پڻ.
- انساني آفتن ۾ ايل بي او ڊي ۽ آر بي او ڊي بہ شامل آهن جيڪي ڏاکڻي حصي ۾ بربادي جي باقي ڪسر پوري ڪن ٿا. هڪ پاسي درياءَ جو مٺو پاڻي روڪيو وڃي ٿو، متان وري سڄي پاڪستان جو زهريلو سم وارو پاڻي هي ٻئي ناليون ڪٺي سنڌو درياءَ جو ڪاپو ۽ ساڄو ڪنارو تباهہ ڪن ٿيون.
- 27 لک انسانن جي رهڻ واري هن خطي ۾ جنهن کي انڊس ڊيلٽا چئجي ٿو ۽ جيڪو پنج هزار چورس ميلن ۾ پکڙيل آهي ان ۾ هيستائين 22 لک ايڪڙ زرخيز زرعي زمين برباد ٿي چڪي آهي، 70 سيڪڙو مڇي

جي پئداوار ۾ ڪمي اچي چڪي آهي، پلو مڇي تہ صفا بند ٿي وئي آهي ۽ تمر جا ٻيلا جيڪي سوناميءَ کي روڪيندا آهن سي 6 لک هيڪٽرن مان گهٽجي 73 هزار هيڪٽر وڃي بچيا آهن.

- هڪ طرف سنڌ جي سامونڊي ڪناري کي قدرتي آفتن کان بچائڻ لاءِ ڪجهہ نہ ٿو ڪيو وڃي مٿان هٿرادو آفتون پيدا ڪري عوام ۽ ڌرتي کي تاراج ڪيو وڃي ٿو.
- 2 مئي 1668ع تي آيل زلزلي ۾ شاهہ بندر برباد ٿيو هو. 1819ع واري زلزلي ۾ رڻ ڪڇ مان سمنڊ غائب ٿي ويو هو. 2001ع واري زلزلي ۾ ڀڄ ۽ احمد آباد (هندستاني علائقا) جتي سنڌي گهڻا رهندا آهن سي تباهہ ٿي ويا هئا ۽ سنڌ جي ٿرجا ٻہ شهر ڏيپلو ۽ ننگرپارڪر چور چور ٿي چڪا هئا.
- 326 قبل مسيح ۾ سڪندر اعظم واپس ملڪ موٽڻ لاءِ مڪران ڪوسٽ (سامونڊي ڪناري) تي ٻيڙن جو لشڪر تيار ڪري روانگي جي تياري کي آخري شڪل ڏئي رهيو هو تہ اوچتو نومبر مهيني ۾ سونامي آئي جنهن هن جي جملي فِليٽ (ٻيڙين جو قافلو) تباهہ ۽ برباد ڪري ڇڏيو جنهن ڪري هو خشڪي رستي پنهنجي ملڪ موٽي ويو.
- سنڌ جي سامونڊي ڪناري وٽان زلزلي جي ليڪ بہ گذري ٿي، سامونڊي سائڪلون بہ ايندا رهن ٿا. سوناميون بہ تباهي آڻين ٿيون ۽ هيٺاهين علائقي جي ڪري برساتون بہ بربادي ڪن ٿيون۔ پر جڏهن اهڙي علائقي ۾ ايل بي او ڊي ابتو وهڻ لڳي تہ پوءِ اندازو ڪيو تہ تباهيءَ جو عالم ڇا هوندو؟
- هنن سمورن خطرن کي منهن ڏيڻ لاءِ سنڌ جي سامونڊي پٽيءَ ۾ حڪومت طرفان ڪو بہ بندوبست نہ ڪيو ويو آهي. 1999ع واري سامونڊي طوفان ۾ تباهہ ٿيل ماڻهن مان جيڪي بچيا هئا سي چون پيا تہ ڪين مٿانهن دڙن تي گهر ٺاهي ڏنا وڃن تہ جيئن سامونڊي ۽ درياهي ٻوڏن کان بچاءُ ٿي سگهي ۽ سائيڪلون وقت تيز طوفان کان بچڻ لاءِ پڪا گهر ۽ لوهہ ۽ سيمينٽ جا ٽنيا هجن جن کي ڀاڪر وجهي پاڻ بچايون.
- پر اڄ تائين ڪين ڪجهہ بہ ڪين مليو آهي سواءِ ان جي تہ نوازشريف حڪومت بدين ضلعي جي يونين ڪائونسل پڳڙا ميمڻ جي ڳوٺ گولو منڌرو ۾ اسي پڪا گهر ٺهرايا هئا جيڪي ڪيترن سالن تائين متاثر

مهاڻن کي حوالي نہ ڪيا ويا هئا پر ڊي سي او بدين آفتاب کتري مطابق جولاءِ 2006ع ۾ اهي گهر ماڻهن جي حوالي ڪيا ويا آهن.

- ان کان علاوه غيرسرڪاري سطح تي صرف سيد محمد علي شاهہ جي سربراهيءَ ۾ ڪم ڪندڙ پاڪستان فشر فوڪ فورم ڪجهہ ”شيلٽر“ نالي پڪا گهر ناهي ڊيلٽائي ماڻهن کي ڏنا آهن.
- پر حڪومت کي گهرجي تہ ڪوٽائيءَ واريون مشينون موڪلي انهن کان ڪوٽائيءَ ڪرائي وڏا دڙا تيار ڪيا وڃن جن تي ماهيگيرن کي گهر اڏي ڏنا وڃن۔ ڪوٽائي ڪرڻ سان خود بخود کڏون ۽ کاهيون پڻ ٺهي پونديون جن ۾ سامونڊي پاڻي مڇيءَ سميت اچي پوندو ۽ مهاڻن لاءِ روزگار جو ذريعو پئدا ڪري وجهندو.
- ۽ ان سان گڏ ”سنڌ ڊزاسٽر مئنيجمينٽ پلان“ يعني سنڌ ۾ قدرتي آفتن کي منهن ڏيڻ لاءِ هڪ جامع رٿا جوڙي وڃي جنهن کي جهجهي بجيٽ ڏني وڃي ۽ ماهيگير برادرين سان ملي ان رٿا تي عمل ڪري غريب مڇيرن کي موت جي منهن مان ٻاهر ڪڍڻ جا اپاءَ ورتا وڃن.
- سو متان وساريو تہ جيستائين ايئن ٿئي تيستائين اچو تہ سنڌ جي تاريخ ۾ آيل قدرتي آفتن ۽ انساني آزارن ۾ مري ويل ملاحن لاءِ ڀٽائيءَ جي هن بيت سان تعزيت ڪريون:

”نہ ڪنهن ماريا جنگ ۾، نہ ڪنهن سور ٻري،<br>
رڻان ڪيئن ڪري، مادرِ ملاحن کي“. ڀٽائي

آچر 24 سيپٽمبر 2006ع

متان وساريو تہ

- آچر موڪل جو ڏينهن هو۔ سرنديءَ وارا ماڻهو پنهنجن گهرن ۾ ٽي وي ڏسي رهيا هئا تہ اوچتو بجلي بند ٿي وئي. ان ڪري ماڻهن جي ذهن مان بہ ٽي اهم ڳالهيون بلب وانگي وسامي ويون.
- سجي ملڪ ۾ هڪ ڏڪ سان بجلي بند ٿيڻ سبب افواهہ پکڙجڻ لڳا تہ حڪومت جو تختو اونڌو ٿي چڪو آهي، مارشل لا لاڳو ٿي چڪو آهي ۽ جنرل مشرف جيڪو آمريڪا جي دوري تي پرڏيهہ ويل آهي سو هاڻي شايد ميان نوازشريف ۽ بينظير جيان وري واپس نہ اچي. ان سان گڏ اهي بہ افواهہ هيا تہ جنرل مشرف کي آمريڪا ۾ دل جو دورو پيو آهي.
- بعد ۾ خبر پئي تہ اهڙن افواهن ذريعي هڪ تہ مخالف ڌر پنهنجي دل پشوري ڪئي، ٻيو صدر جي غيرحاضري ۾ ڪن دهشتگردن ڪو ٽيڪنيڪل بم ڦاڙي وڌو جنهن ڪري هڪدم سجي ملڪ ۾ بجلي بند ٿي وئي ۽ ٽيون واپڊا واري اداري جي فني جهالت پڻ ظاهر ٿي پئي تہ هن اداري وٽ ڪو بہ برجستو سائنسي نظام ڪونهي جنهن وسيلي ملڪ ۾ عوام کي بنا روڪ ٽوڪ جي بجلي فراهم ڪرڻ جو يقين ڏياري سگهي.
- سجي ملڪ ۾ هڪ وقت بجلي بند ٿيڻ، فوجي انقلاب اچڻ ۽ جنرل مشرف کي دل جو دورو پوڻ وارن افواهن اتر سنڌ جي ماڻهن جو ڌيان ڏکڻ سنڌ جي ڊيلٽائي علائقي ۾ سامونڊي طوفان (سائيڪلون) جي خطري کان هٽائي ڇڏيو ۽ ڪانئن اها ڳالهہ بہ وسري وئي تہ سڄ لٿي ڪانپوءِ رمضان شريف جو چنڊ ڏسبو ۽ رات جو هنن کي تراويحون بہ پڙهڻيون آهن ۽ روزو بہ رکڻو آهي.
- البت پٽ شاهہ تي نئين چنڊ جي پهرين سومر هئڻ ڪري جڻ تہ ميلو هو جتي ڀٽائي صاحب جا عقيدتمند "سائو سومار" ملهائڻ ايندا آهن. هن موقعي تي ڀٽائي صاحب جي روضي جي اڱڻ ۾ باهہ ٻاري ان جي چوڌاري ڀٽائي صاحب جا راڳي فقير تنبورن تي شاهہ جي رسالي جا بيت ۽ وايون ڳائيندا آهن ۽ ڦيرا ڏيندا آهن۔ هن موقعي تي پٽ شاهہ درگاهہ جي گادي نشين جي سرواڻيءَ ۾ دعا پڻ گهري ويندي آهي.
- موڪل واري ڏينهن ذهني سڪون ۾ رهڻ بدران پيدا ٿيل ذهني خلفشار ماڻهن کان اهي افواهي خبرون بہ وساري ڇڏيون تہ اسامہ بن لادن 23 آگسٽ تي پاڪستان جي جابلو علائقي ۾ تپ دق ۾ گذاري ويو آهي.

- ان پڌتر جي عالم ۾ رمضان شريف جي پهرين روزي سبب سومر وارو مقدس ڏينهن اچي ويو. ان ڏينهن خبر پئي ته ٺٽي ۽ بدين ضلعي سميت سنڌ جي ساموندي پٽيءَ سان جيڪو سائڪلون ٽڪرائجڻو هو ان جو زور ٽٽڻ سبب خطرو ٽري ويو. پر پوءِ به بدين ۽ ٺٽي جي علائقي ۾ ساموندي ويرن ڇهه ست فٽ اوچائي سان ڪناري تي ڪافي نقصان ڪيو آهي.
- خطري ٽري وڃڻ ڪانپوءِ به سائڪلون 04A ٺٽي ۽ بدين جي ڊيلٽائي علائقي ۾ ڪيترو نقصان ڪيو آهي ڪيترا گهر ڊاهي پٽ ڪيا آهن وغيره. ان جو اندازو تڏهن ئي تي سگهي ٿو جڏهن سنڌ جو وڏو وزير حڪم جاري ڪندو ته بدين ۽ ٺٽي جي انتظاميا هڪ هفتي اندر اهڙي تيل نقصان جي رپورٽ صوبائي هيڊڪوارٽر ۾ پهچائي. نقصان جي رپورٽ ٿر مان به گهرائڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته 1999ع واري سائڪلون ۾ ٿر جون هڪ لک ٻڪريون مري ويون هيون.
- پر گهرو ويٺي ۽ فيلڊ ۾ وڃڻ ڪانسواءِ به اهو اندازو ضرور لڳائي سگهجي ٿو ته خاص ڪري بدين ضلعي ۾ ايل بي او ڊي واري اربين رپين سان تعمير ٿيل نالي جنهن جا ٻئي ڪنارا 1999ع وارو طوفان ڊاهي ويو هو ان جو باقي حصو زيرو پوائنٽ جي اتر ۾ ڪيترائي ميل ڊهي پٽ ٿي ويو هوندو جنهن ڪري سڄي ملڪ جي اترين علائقن جو زهريلو پاڻي لاڙ جي ٽن تعلقن جي ڪيترن زرخيز علائقن جهڙوڪ شيخاڻي گهاڙي، شيخ ڪرهيو ۽ ڳوٺ شادمان لنڊ وغيره کي نقصان پهچايو هوندو.
- پيو سنڌ جا ڪي اهم تاريخي، ثقافتي ۽ آرڪيالاجي اهميت وارا ماڳ مڪان سمنڊ جي پاڻيءَ هيٺ اچي ويا هوندا جن جي پرگهور سنڌ جو ثقافت وارو کاتو ۽ ضلعي حڪومتون گڏجي سڏجي لهي سگهن ٿيون. انهن ماڳن ۾ روپا ماڙي (سومرن جي گاديءَ وارو هنڌ)، دودي سومري جي مزار، چنيسر جي قبر، درگاهه شيخ ڪرهيو جيڪو صوفي شاهه عنايت جو ساٿي هو، ستي جتي يوسف لنڊ جي مزار، جاکي بندر، ٽنين واري مسجد ۽ ملاڪي ڪوٽ وغيره شامل آهن.
- سنڌ حڪومت کي فوري طور ثقافت کاتي کي حڪم ڏيڻ گهرجي ته ان جو وزير، سيڪريٽري، ڊائريڪٽر جنرل ۽ ڊائريڪٽر توڙي سياحت کاتي جا عملدار پاڻ وڃي اهي ماڳ ڏسن ۽ رپورٽ وڏي وزير کي پهچائين_ باقي ايل بي او ڊي جو جائزو ته وڏي پيماني تي وٺڻ گهرجي ۽ ان لاءِ واپڊا جي سربراهه کي زيرو پوائنٽ وزٽ ڪرڻ گهرجي جيڪا هو هيليڪاپٽر ۾

ڪري سگهي ٿو ڇاڪاڻ ته ايل بي او ڊي جا ڪنارا ڊهي پيا آهن ۽ اوڏانهن ڪا به موٽر گاڏي نه ٿي وڃي سگهي.

- سو متان وساريو ته سنڌ ڪي ڇچ جو روزو آهي، سنڌين ڪي عيد واري ڏينهن پانهن تي ڪاريون پٽيون ٻڌل آهن، ”روزا رِند رکن، عيد نه اوڏا ڪاپڙي“، ۽ ”اُوڪو پيو فهم، جنهن سان پَسجي پرينءَ ڪي“.

اگارو 26 سيپٽمبر 2006ع

متان وساريو تہ

- پاڪستان جي صدر جنرل پرويز مشرف جو ڪتاب "اِن دي لائن آف فائر" جنهن جو سنڌي ترجمو "نشاني جي زد ۾" تي سگهي ٿو. ان جو اردو وارو "چرچو" سڄي دنيا ۾ پکڙجي ويو آهي ڇاڪاڻ تہ ان ڪتاب ۾ پاڪستان جي ائٽمي پروگرام، اسامہ بن لادن، ڪارگل جنگ، نائين اليون ڪانپوءِ آمريڪا پاران پاڪستان تي بمباري ڪرڻ جي ڌمڪي، ميان نوازشريف ۽ بينظير ڀٽو توڙي آصف زرداري وغيره بابت بيحد حساس معلومات شامل آهي.
- 25 سيپٽمبر 2006ع تي آمريڪا جي شهر نيويارڪ مان پڌرو ڪيل ڪتاب جون هندي، اردو ۽ ٻين ٻولين ۾ بہ ايڊيشن اچڻ واري آهي جنهن ڪري ڪتاب لکندڙ ان جي مصنف ۽ ڇپيندڙ کي وڏو مالي نفعو ٿيڻو آهي جنهن جو تخمينو لکين ڊالرن ۾ ڪيو پيو وڃي.
- اهڙي حساس معلومات ڪجهہ وقت اڳ گوهر ايوب پنهنجي والد فيلڊ مارشل جنرل محمد ايوب خان جي ڊائري تان ڪٽي پاڪستان جي جنگ گروپ وارين اخبارن کي ڏني هئي جنهن پڻ عوام جو توجهہ پاڻ ڏانهن ڇڪيو هيو۔ شايد ان سرجندڙ ڪتاب جو نالو "ڊائري آف فيلڊ مارشل" هو جيڪو گوهر ايوب ڇپائڻ گهري پيو، پر الائي ڇو ڪجهہ وقت ڪانپوءِ چپ ٿي وئي اها ڳالهہ لئہ مٺي ٿي وئي.
- 1971ع ۾ ملڪ جي ٽٽڻ بابت عدالتي تحقيقات جنهن کي "حمودالرحمان ڪميشن رپورٽ" سڏيو ويو سا ڪنهن بہ پاڪستاني حڪومت نہ ڇپي نيٺ موجوده حڪومت دوران سمگل ٿي هندستان جي پريس ۾ پهتي ۽ ڇپجي وئي تہ پوءِ مجبوريءَ وچان هتي بہ ڇپجي وئي۔ ان ۾ پڻ پاڪستان بابت تمام حساس خبرون هيون جيڪي عام ٿي ويون.
- ڀٽي صاحب جي ڦاسي بابت جنرل چشتيءَ جا انڪشافات، صادق جعفري جو ڪتاب تہ "ڀٽي کي ڦاسي ڏيڻ کان اڳ قتل ڪيو ويو هو"، اوجهڙي ڪئمپ کي باهہ ڏيڻ وارو واقعو، آءِ ايس آءِ جي اڳوڻي جنرل حميد گل جا افغان جهاد بابت انڪشاف وغيره اهڙيون ڳالهيون آهن جن کي عام طور "قومي راز" سڏيو ويندو آهي.
- ۽ عام طور جيڪو بہ حڪمران پاڪستان جي گاديءَ تي وهندو آهي ان

ڪان قسم ڪٺايو ويندو آهي تہ اهو حڪومت ڪرڻ دوران يا پوءِ انهن "قومي رازن" تان پردو نہ ڪٽندو/ڪٽندي جن بابت ڪيس معلومات هوندي آهي.

- اهڙو بحث پاڪستان جي اليڪٽرانڪ ميڊيا تي جاري آهي تہ جنرل مشرف اهي راز فاش ڪري صحيح ڪيو آهي يا نہ؟ ان تي آئيني ماهر ورهايل آهن. ڪي انساني حقن وارن فقرن جي اوٽ ۾ ڪيس اهڙي اجازت ڏين يا ۽ ڪي نہ ٿا ڏين.
- محترمہ بينظير ڀٽو پڻ پنهنجي حڪومتي دور ۾ اهڙو هڪ ڪتاب لکرائڻ پئي گهريو پر جڏهن هوم ڊپارٽمينٽ کان "قومي رازن" ڇپڻ بابت راءِ ورتي تہ ڪيس صلاح ڏني وئي تہ اهو عمل اوهان جي عهدي بابت قسم نامي خلاف آهي.
- پر اصل مسئلو عوام جي ان حق جو آهي جنهن کي انگريزي ۾ Right to know چيو وڃي ٿو جنهن جي معنيٰ آهي تہ "عوام کي معلومات حاصل ڪرڻ جو حق آهي".
- عوام جي ان حق کي پوري ڪرڻ خاطر ڪيترن ملڪن اهڙا قانون پاس ڪيا آهن جن مطابق ڪنهن خاص عرصي گذرڻ کان پوءِ (مثال 30 سالن کانپوءِ) حڪومتون پنهنجن قومي رازن تان پردو ڪٽي ڇڏينديون آهن ۽ اهي اخبارن کي ڇپائيءَ لاءِ موڪلي ڏنا ويندا آهن_ آمريڪا جي سي آءِ اي جا اهڙا راز هر سال ڇپجي پڌرا ٿيندا آهن.
- اهڙي اهم ۽ مخفي معلومات انهن "بلو بڪ" نالي ڪتاب (Blue Book) ۾ پڻ موجود آهي جيڪي انگريزن جي دور کان وٺي هر ڊپٽي ڪمشنر ۽ هاٺوڪي ڊي سي او جي آفيس ۾ پيا آهن جن ۾ پنهنجي وقت جو ضلعي سربراهہ پنهنجي هٿ اکرن سان پنهنجي علائقي جي سياسي شخصيتن، وڏيرن، نوابن ۽ سردارن توڙي اهم سياسي ۽ غيرسياسي واقعن ۽ حادثن بابت پنهنجا ذاتي رايا لکي رکندا آهن تہ جيئن ايندڙ حڪمران انهن کي پڙهي ۽ سمجهي علائقي تي بهتر حڪمراني ڪري سگهي.
- چوڻ وارا چون ٿا تہ ڪن "بِلو بڪن" ۾ ڪن ماڻهن بابت اهڙي معلومات بہ ڏنل آهي تہ انهن جا وڏا غريب هوندا هئا. پوءِ انگريزن سندن پونيرن کي نوازيو جنهن ڪري هنن وچن ڪيو تہ اهي هر حڪمران جا وفادار ٿي رهندا ۽ ڪين ان جي بدلي مخفي فنڊن مان اجورو ملندو رهندو وغيره وغيره.

متان وساريو

- **سو متان وساريو** تہ عوام تي بهتر حڪمراني ڪرڻ لاءِ ضروري آهي تہ پنهنجي ذاتي ۽ سياسي فائدي يا پئسي ڪمائڻ واري مفاد کان وڌيڪ عوام جي ان حق جي حمايت ڪجي تہ ان ڪي انهيءَ حڪومت جي مخفي پاليسين جي خبر هجڻ گهرجي جيڪا هن جي پگهاردار آهي.

اربع 27 سيپٽمبر 2006ع

متان وساريو تہ .

- سنڌ مان نڪرندڙ تيل ۽ گئس جي ذخيرن کي ڏسي لڳي ٿو تہ هي ڌبئي يا سعودي عرب جهڙو ڪو شاهوڪار خطو آهي.
- ۽ وري جڏهن گرينائيٽ پٿر جي ٿهيل ڪارونجهر جبل ڏي ٿو ڏسجي ۽ 184 ارب ٽن ٿر ڪوئلي جو ٿو سوچجي، چيني مٽي، سنگمرمر ۽ ٻي معدني دولت کان علاوه زراعت ۾ ڪپهہ، ڪڻڪ ۽ چانورن جا فصل، چوپايو مال ۽ ڪراچي جي صنعت تي ويچارجي ٿو تہ لڳي ٿو تہ هي تہ ننڍڙي آمريڪا آهي.
- پر وري جڏهن خطري ٽري ويل سامونڊي طوفان ڪانپوءِ ٿٽي ۽ بدين واري سامونڊي ڪناري تي ايل بي او ڊي جي تباهڪارين ۾ لاڙ جي ماڻهن کي ڦٽڪندو ٿو ڏسجي ۽ هڪ ڏينهن جي مينهن پوڻ ڪانپوءِ سڄي ڪراچي ڪني ۽ بدبودار پاڻيءَ جي ڍنڍ تي وڃي ٿي تہ لڳي ٿو تہ سنڌ آفريقا جي اونداهي کنڊ جي ڪا اهڙي پنتي پيل ڪنڊ آهي جتي ماڻهو اجان هاڻي غارن مان نڪري ميداني علائقي ۾ رهڻ لڳا آهن.
- هڪ رپورٽ مطابق 2005ع تائين سنڌ مان تيل ۽ گئس جا 135 ذخيرا لڌا ويا آهن. سڄي ملڪ جي تيل واري پئداوار مان رڳو سنڌ 56 سيڪڙو تيل پئدا ڪري ٿي ۽ 37 سيڪڙو گئس جي پئداوار ڏئي ٿي. بدين جي علائقي مان جهجهو تيل نڪري ٿو ۽ قدرتي گئس جا اڻ کٽ ذخيرا کيرٿر جبل، مزاراڻي گئس فيلڊ، سکر زون ۽ ڪراچي جي علائقي مان مليا آهن. هن وقت سنڌ ۾ 64 تيل جا کوهہ ۽ 44 گئس جا ذخيرا آهن.
- پاڪستان ٺهڻ وقت 1947ع ڌاري سنڌ ۾ ٿورو لوڻ ۽ ڪجهہ ڪوئلو مليو هو. 71_1970ع دوران معدني دولت جي حوالي سان سنڌ هر سال 14 لک رپيا ڪمائيندي هئي، ۽ هاڻي اها ڪمائي ساليانو 26 ڪروڙن کان ٽپي وئي آهي. اجان تہ گرينائيٽ ۽ ڪوئلي کي هٿ بہ نہ لاتو ويو آهي.
- اڳي زراعت ۽ صنعت وڏا پئداواري شعبا هوندا هئا. هاڻي معدنيات وارو شعبو انهن کان گوءِ کٽي ويو آهي ۽ 1989ع کان 2004ع تائين ان شعبي رڳو سنڌ ۾ هڪ ارب پنجهٺ ڪروڙ رپيا ڪمايا آهن.
- پيپلز ڊاڪٽرس فورم جي چڱي مڙس ڊاڪٽر ڪريم خواجہ زيبسٽ جي

سهڪار سان سنڌ جي جبلن تي جڏهن سيمينار ڪرايو ته ڪراچي يونيورسٽي جي جيالاجي ڊپارٽمينٽ جي سربراهه ڊاڪٽر شميم احمد شيخ سنڌ ۾ تيل ۽ گئس واري دولت جا چرڪائيندڙ تفصيل ٻڌائي رهيو هو ته ڪنهن پڇڪو ڪيو ته اها دولت وڃي ڪاڏي ٿي؟

- سو لڳي ٿو ته سنڌ هڪ اهڙي پيٽرول جي ٽانڪي آهي جنهن ۾ فطرت متان ڪان قيمتي تيل پيري رهي آهي پر ان جي تري ۾ بوڪڙو چورن ڪو اهڙو ڳجهو سوراخ ڪري ڇڏيو آهي جنهن ڪري ٽانڪي خالي ٿي وڃي ٿي ۽ سنڌ ۾ غربت راڄ ڪندي رهي ٿي.
- **سو متان وساريو ته** "جي ٽَڪي لڳي خراڙ ته بک نه وڃي بکئين" ـ پٽائي.

خميس 28 سيپٽمبر 2006ع

متان وساريو تہ

- ”بک ۾ بَصر بہ متا لڳندا آهن“.
- سو وارهہ جي اولهہ ۾ ڪاڇي جي ماڻهن پاڻي جي ڏڪار وارن ڏينهن ۾ آر بي اوڊي وارو زهريلو پاڻي جيڪو حمل ڍنڍ ۾ ڇوليون هڻي رهيو هو سو وهائي پنهنجين زرخيز ٻنين ۾ ڪڻڪ ۽ ٻيا فصل ڪيا.
- ٻيل ۽ ٻليون ٻنيون سي ڪني پاڻيءَ تي بہ ڦاٽي پيون. پهريون سال ٻلو، ٻئي سال مانو ۽ ٽئين سال جڏو سڏو فصل ڏئي تنگ ڪٽي بيهي رهيون.
- چوٿين، پنجين سال انهن ٻي انتها زرخيز زمينن جي حالت اهڙي ٿي وئي جو انهن مان بدبوءِ اچڻ لڳي، ڌرتي جو رنگ ڪارو ٿي ويو. پوسل ۽ ڪلر سبب اهي زمينون جن ۾ ”ماڻهو پوک تہ ماڻهو ڄمي پوي“ تن ۾ لاٽي وارا لوٽيانا ٻوٽا بہ نہ ٿي ڦٽا.
- آر بي او ڊي واريءَ سم نالي جي زهريلي پاڻيءَ ڪري تباهہ ٿيل ڪاڇي جي زرخيز زمين جي هڪ مالڪ اهو بہ ٻڌايو تہ اڳي هن زمين جو رنگ ڪير جيان اڇو هوندو هو ۽ برساتن ڪانپوءِ اتي ڪنييون ڦٽنديون هيون هاڻي ڪو بہ سائو سلو نٿو اپري.
- آر بي او ڊي سنڌو درياهہ جي ساڄي ڪناري تان ڏکڻ پنجاب، اپرندي بلوچستان ۽ اتر سنڌ جي سم وارو پاڻي ڪٽي سمنڊ ۾ اڇلائڻ لاءِ کوٽي وئي آهي ۽ ايل بي او ڊي سنڌو درياهہ جي کاٻي ڪناري تان سم جو پاڻي ڪٽي سمنڊ ۾ اڇلائڻ لاءِ ٺاهي وئي آهي.
- سو متان وساريو تہ ٿر سان تعلق رکندڙ سنڌ جي وڏي وزير ڊاڪٽر ارباب غلام رحيم 28 سيپٽمبر جي ڊان اخبار مطابق ڏيپلي ۾ چيو آهي تہ ايل بي او ڊي جو رخ مٺائي ان کي ٿر ۾ وهايو ويندو ۽ انجي پاڻيءَ تي ٿر جون زمينون آباد ڪيون وينديون.

جمعو 29 سيپٽمبر 2006ع

متان وساريو تہ

- مرد جڏهن عورت تي ظلم ڪري ٿو تہ ان تي برابر افسوس ٿئي ٿو پر جڏهن عورت ٻيءَ عورت تي ظلم ڪري ٿي تہ ان تي افسوس سان گڏ حيرت بہ ٿئي ٿي.
- هڪ عورت جڏهن ٻي عورت تي پهاج پوي ٿي تہ ان کان وڏو ظلم ڪو ٿي نہ ٿو سگهي. ان ڪري ئي "پهاج" گار آهي، جيڪا جهيڙي ۾ هڪ عورت ٻي کي ڏيندي آهي.
- هڪ اخباري رپورٽ مطابق هڪ اڌڙوٽ عمر جي ماسترياڻي جنهن کي ڏيءُ جو اولاد بہ هو، تنهن پوليس جمعدار سان شادي ڪئي آهي جيڪو ڇئن ٻارن جو پيءُ آهي.
- عشق برابر انڌو آهي ۽ اهڙين ڪهاڻين سان دنيا جو ادب ڀريو پيو آهي. پر عشق کان پوءِ شادي ڪرڻ وارن کي ايترو تہ سوچڻ گهرجي تہ اوهان پنهنجو گهر آباد ڪرڻ لاءِ ٻئي جو گهر چوتا برباد ڪريو.
- هن سلسلي ۾ حيرت کان وڌيڪ صدمو ان وقت محسوس ٿئي ٿو جڏهن سنڌ جون ڪيتريون مشهور معروف ۽ پڙهيل ڳڙهيل عورتون جيڪي عورت جي انساني حقن جي پرچار ڪندڙ آهن ۽ عورت متان مرد جي ظلم جي ندا ڪندڙ ڪيتريون سنڌي ليکڪائون ۽ ٽي وي، ريڊيئي ۽ اخبارن ۾ ان موضوع تي تقريرون ڪندڙ، روشن ضمير، ترقي پسند ۽ انقلابي عورتون اهڙن مردن سان شادي ڪري ويٺيون آهن جن جي اڳ ۾ بہ شادي ٿيل آهي.
- ۽ پوءِ بہ نڪ جي پڪائيءَ سان موقعي ملڻ تي عورت جي مظلوميت واري موضوع تي ڊگهيون تقريرون ڪري وڃي مٿي چڙهنديون آهن.
- لڳي ٿو تہ "بهروپ" ۽ "ٻٽا معيار"، ڪردار جي دوکي بازي ۽ خودپرستي، مفاد پرستي ۽ غير انساني مصلحت پسنديءَ وارو رجحان جيڪو سنڌ ۽ سڄي دنيا جي وچولي طبقي ۾ فطري طور موجود آهي. ان ۾ مرد ۽ عورتون برابر جون شريڪ آهن.
- سو ان سلسلي ۾ مڊل ڪلاس مرد ۽ عورت هڪٻئي جي برابر آهن تہ اهي پنهنجي مفاد ۾ شيڪسپيئر جي ڪردار شائلاڪ وانگي ايڏو بي رحم ٿي سگهن ٿا جو ڪنهن جي ستر مان اڌ پائونڊ گوشت ڇريءَ سان ڪپي هن کان اوڌر اڳاڙي وهن.

- سنڌ ۾ 80 کان 90 واري ڏهاڪي دوران ڌاڙيوالي واري دور ۾ هڪ ڌاڙيل کان اخباري انٽرويو ۾ جڏهن پڇيو ويو ته اوهان بي درديءَ سان ماڻهن تي گوليون وسائي انهن کي ڇو ٿا ستايو؟ ته هن جواب ڏنو ته اسان کي وڏيري ۽ پوليس ايترو ٿي ستايو آهي. ان جي معنيٰ ته، ”مان اڳي مظلوم هوس ان ڪري هاڻي ظالم آهيان.“
- ڇا هڪ عورت ٻي عورت تي ان ڪري ظلم ٿي ڪري جو هوءَ ماضيءَ ۾ مظلوم هئي؟ ڇا اهو ڏکن ڏوجهرن جو علاج چرپائپ جي مدد سان ڳولڻ ناهي؟ ڇا اهو عمل ڏائڻ وانگي پنهنجو رت پيئڻ جان نه آهي؟
- سو متان وساريو ته هن مرداڻي سماج ۾ تيستائين عورت آزاد ٿي نه ٿي سگهي جيستائين هوءَ ٻي ڪنهن عورت تي پهاج پئي ٿي ۽ ان تي ظلم ڪري ٿي ۽ جيڪا عورت ٻي ڪنهن عورت تي پهاج پئي ٿي ان کي اهو وسارڻ نه گهرجي ته هن تي به ٻي ڪا عورت پهاج پئي سگهي ٿي.

ڇنڇر 30 سيپٽمبر 2006ع

متان وساريو تہ

- اڄ پهرين آڪٽوبر جو ڏينهن آهي۔ 1988ع ۾ اڄوڪي ڏينهن تي ڪراچي شهر ۾ گولي ڳولي سنڌين جو قتل عام ڪيو ويو هو ۽ پوءِ جڏهن هاريل رت سڪي ڪارو ٿي ويو هو تڏهن لاشن جي ڳڻپ ڏيڍ سئو يا ان کان ٿورو وڌيڪ ٿي هئي!
- ان کان هڪ ڏينهن اڳ يعني 30 سيپٽمبر 1988ع تي حيدرآباد ۾ مهاجرن جو قتل عام ڪيو ويو هو. شهر جي ڳتيل علائقي نالي "مارڪيٽ" ۾ اوچتو ڪجهه هٿياربند ظاهر ٿيا هئا جن خودڪار رائيفلن سان بي گناهه ماڻهن جي انبوهن مٿان انڌاڌنڌ برسٽ ڇوڙيا هئا جنهن ڪري ڇهن ٿا تہ ٻن سون کان وڌيڪ ماڻهو اجل جو شڪار ٿي ويا هئا. جن ۾ مهاجرن سان گڏ پيين نسلن جا ماڻهو پڻ هئا ۽ انهن ۾ ڪي سنڌي بہ هئا!
- سنڌ جي سياسي تاريخ جو هي خوني واقعو ڏيڍ مهينو اڳ 17 آگسٽ 1988ع تي جنرل ضياءَ جي فوجي جهاز تباهہ ٿيڻ واري واقعي ۽ 11 سال 1 مهينو ۽ 12 ڏينهن فوجي راڄ هلائيندڙ ڊڪٽيٽر جي مرڻ کانپوءِ ٿيو هو جنهن جو هڪ مقصد ان سال آڪٽوبر ۾ رٿيل چونڊن کي هيٺ مٿي ڪرڻ پڻ ٻڌايو ويندو آهي.
- پر بهرحال اُهي چونڊون ٿيون ۽ ٻئي سال يعني 1989ع ۾ پهريون دفعو شهيد ڀٽي جي نياڻي محترمہ بينظير ڀٽي کي پهريون دفعو حڪومت ملي ۽ هوءَ پاڪستان جي وزيراعظم ٿي.
- پر سنڌ جي سياسي وجود اندر هڪ زخم پئدا ٿي چڪو هو جيڪو ڇٽي نہ ڇٽو ۽ ناسور ٿي ويو جيڪو اڃا بہ هري رهيو آهي. ان زخم جي پهرين رهنڊ 1972ع وارو ٻولي بل، ٻي رهنڊ 5 جولاءِ 1977ع تي ڏني وئي، ۽ پوءِ ان رهنڊ جو جيڪو ڪرنڊ ٿيو ان کي 4 اپريل 1979ع تي روڙي رتورت ڪيو ويو، وري 14 آگسٽ 1983ع تي ان زخم کي نئون ڪيو ويو ۽ پوءِ 1984ع ۾ ان زخم کي ناسور ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ باضابطہ هڪ سياسي پارٽي ناهي وئي.
- سنڌ جي سياست واري انهيءَ خوني واقعي جي تاريخ ان ڏينهن کان بہ شروع ٿئي ٿي جنهن ڏينهن سائين جي ايم سيد پنهنجي سن شهر ۾ ايم ڪيو ايم جي الطاف حسين کي آجياڻو ڏنو هو ۽ سنڌ ۾ مستقبل رهندڙ

ماڻهن جي اتحاد جي ابتدا ڏسي پاڪستان جا اترادي ۽ ڪي سنڌ ۾ رهندڙ ڏاريا ڏوڙجي ويا هئا.

- پوءِ جڏهن دشمنيون وڌيون، خون ٿي پيا ۽ نفرت جي سياسي ديوار جي اوساري ٿيڻ لڳي ته هڪڙا ”قائد تحريڪ“ ٿي ويا ته ٻيا ”مزاحمتي جنگ جا سرواڻ“ ـ ۽ وري پوءِ هڪ اهڙو ڏينهن به آيو جو هڪڙي پارٽيءَ جي نالي مان لفظ ”مهاجر“ نڪري ويو ته ٻئي پارٽيءَ جي نالي مان لفظ ”جيئي (سنڌ)“ خارج ٿي ويو.
- ۽ وري پوءِ ٻيو ڏينهن اهڙو به آيو جو سنڌين ۽ مهاجرن جون قومپرست پارٽيون پاڻ ۾ سياسي اتحاد ڪري سنڌ ۾ گڏجي حڪومت ڪرڻ لڳيون پر حيدرآباد جو شهر جيڪو صدين کان سنڌين جو ثقافتي آڪيرو ٿي رهيو هو سو ڪانئن هميشه لاءِ کسجي ويو.
- ان وچ ۾ سياسي بحث مباحثا ٿيا، ٻنهي ڌرين طرفان ”نامنظور، نامنظور“ جا نعرا بلند ٿيا، پر وقت ڪين اهو ئي سبق ڏنو ته اوهان ٻئي ڌريون سنڌ ۾ مستقل طور رهڻ وارا ماڻهو آهيو، بهتر آهي ته پاڻ ۾ ٺهي وڃو۔ سيد، بروچ ۽ آرين جا ڪيترا نسل سنڌ ۾ ٻاهر کان آيا ۽ وقت گذرڻ سان سنڌي ٿي ويا!! سنڌ ۾ اچي سنڌي ٿيڻ وارا اڳ ۾ نوان سنڌي سڏائيندا آهن ۽ پوءِ پراڻا سنڌي ٿي ويندا آهن.
- سو متان وساريو ته سڀ ڪان پراڻا سنڌي ته 1947ع ۾ سنڌ ڇڏي ويا باقي جيڪي پوئتي بچيا آهن انهن مان به هڪڙا پراڻا ۽ ٻيا نوان آهن سو نون کي پراڻي ٿيڻ لاءِ وقت درڪار آهي۔ اهو سنڌ جي صديون پراڻي تاريخ جو سماجي گردان آهي جنهن کي سنڌ جي جاگرافي هلائي رهي آهي ۽ نتيجي ۾ هر دور جي نئين تاريخ لکجي رهي آهي.

آچر 1 آڪٽوبر 2006ع

متان وساريو ته

- 43 ارب ڊالرن جي بجيٽ سان دبئي جهڙو جديد ۽ بين الاقوامي معيار جو نئون شهر اڏڻ لاءِ ايراني نار جي هڪ ڪمپني نالي ”عَمار“ کي سنڌ جي گاديءَ واري هنڌ ڪراچي جي سامونڊي ڪناري تي انڊس ڊيلٽا جي علائقي ۾ 12،000 هزار ايڪڙن واري ايراضيءَ جا جيڪي ٻه ٻيٽ الاٽ ڪيا ويا آهن، ان بابت سنڌ جي وڏي وزير سان وات تڪاٽي به نه ڪئي وئي آهي، سنڌ جو عوام ته رهيو پري!!
- اخبارن ۾ اهڙيون خبرون پڙهڻ ڪانپوءِ سنڌ حڪومت جي سربراهه چيو آهي ته هو ان سلسلي ۾ وفاقي حڪومت سان ڳالهائيندو.
- خبرن مطابق ڪراچيءَ جا جيڪي ٻه ٻيٽ وڪرو ڪيا ويا آهن انهن مان هڪڙي ٻيٽ جو اصلي نالو ”ٻنڊاڙ ٻيٽ“ آهي جنهن تي اهو نالو ان ڪري پيو آهي ڇاڪاڻ ته اتي ڪنهن زماني ۾ تمر جي وڻن جا گهاٽا ٻيلا هوندا هئا جن جي تباهه ٿيڻ ڪانپوءِ انهن جا ٿُڙ ٻنڊن جي صورت ۾ زمين ۾ رهجي ويا آهن جيڪي هاڻي به سامونڊي وير لهڻ سان ظاهر ٿيندا آهن.
- ٻنڊاڙ ٻيٽ ڪراچي جي سامونڊي ڪناري تي واقع ابراهيم حيدري ۽ ان سان لڳو لڳ ڪورنگي ڪريڪ جي ڏکڻ ۾ ڦِٽِي ڪريڪ ۾ آهي جنهن ۾ پورٽ قاسم پڻ آهي. ابراهيم حيدري کان هوڙهي ذريعي ٻنڊاڙ ٻيٽ تائين اڌ ڪلاڪ جو سفر آهي.
- ٻنڊاڙ ٻيٽ تي سال ۾ هڪ دفعو ميلو به لڳندو آهي جنهن ۾ ڪراچي ۽ ٺٽي جي سامونڊي ڪناري تان وڏي تعداد ۾ ماهيگير ٻارين ٻچين شريڪ ٿيڻ ايندا آهن. اهو ميلو يوسف شاهه جي مزار تي لڳندو آهي جيڪا انهيءَ ٻيٽ تي قديم زماني کان موجود آهي. گذريل سال 2005ع ۾ اهو ميلو نومبر مهيني جي 18 تاريخ تي لڳو هو.
- ڪجهه سال اڳ ٻنڊاڙ انڊس ڊيلٽا جي وڏن ٻيٽن ۾ شمار ٿيندو هو ۽ ان جي ايراضي چار پنج هزار ايڪڙ هوندي هئي، پر پوءِ جڏهن وفاق ۽ پنجاب ڪوٽڙي کان هيٺ سنڌو درياهه جو مٺو پاڻي روڪي ڇڏيو ته سمنڊ سنڌ جي ڪناري تي ڪاهه ڪئي جنهن جي نتيجي ۾ اهو کارو پاڻي (Brackish water) ختم ٿي ويو جنهن ۾ تمر جا وڻ وڌندا آهن. تمر جا وڻ ناس ٿيڻ ڪانپوءِ ٻنڊاڙ ٻيٽ تي باقي وڃي واري بچي

جنهن کي سامونڊي ويرن ڳڙڪائي ڇڏيو.

- باقي رهيل ڪسر پورٽ قاسم اٿارٽي ڪڍي جنهن بندر کان وٺي اونهي سمنڊ تائين 16 ميل ڊگهي سامونڊي چئنل جي کوٽائي ڪري ان مان وڏن جهازن جي لنگهڻ جو دڳ ٺاهيو جيڪو هن ٻيٽ جي پاسي کان ٿي گذريو. وڏن جهازن گذرڻ ڪري سامونڊي لهرون به وڏيون اٿڻ لڳيون جن ٻنداڙ ٻيٽ مان ٽڪرائجي ان کي ڪائي ڪپائي وڃي ان جي هڪ ڏيڍ هزار ايڪڙ ايراضي ٻچائي آهي.
- هي ٻه ٻيا انڊس ڊيلٽا جا ڪيترائي ٻيٽ سنڌ جي ماهيگيرن جي گذران جو ٻن حوالن سان وسيلو بڻجن ٿا. هڪ ته مڇي مارڻ سانگي ماهيگير پنهنجا عارضي پڪا اڏي اچي اهڙن ٻيٽن تي وهندا آهن ۽ پوءِ جڏهن مڇي جو شڪار مڪمل ٿيندو آهي ته پوءِ گهر موٽي ويندا آهن.
- ٻيو انهن ٻيٽن تي اُٺن جي پالنا ڪئي ويندي آهي. سنڌ ۾ بهترين نسل جا سهڻا، سنها ۽ تيز ڊوڙندڙ اٺ جيڪي عرب گوءِ پچائڻ لاءِ هتان درآمد ڪندا آهن ۽ ان سان گڏ صغير پار به خريد ڪري اُٺن مٺان ٻڌي وهاريندا آهن. سي انڊس ڊيلٽا جي اهڙن ٻيٽن تي پاليا ويندا آهن جن لاءِ مٺو پاڻي ڪناري تان هوڙها ڪٽي ايندا آهن. اهڙو منظر ڊاڪٽر سورلي پنهنجي ڪتاب ”شاهه لطيف آف ڀٽ“ ۾ اوائلي يورپي سياحن جي حوالي سان انڊس ڊيلٽا جي سفر بابت ڏنو آهي.
- سو انڊس ڊيلٽا جي ٻيٽن تي شهرن اڏڻ سان ان علائقي جو صديون پراڻو سماجي ماحول ختم ٿي ويندو. ماهيگيرن جي پيٽ تي لت ايندي، تمر جا وڻ ختم ٿي ويندا، اٺن جي پالنا پوري ٿي ويندي ۽ جيڪڏهن ڪا سونامي (سمنڊ جي تري ۾ زلزلي اچڻ ڪانپوءِ زميني اٿل پٿل سبب جبل جيڏين ويرن جو ڪناري تي حملو) آئي ته پوءِ ته اهو شهر به برباد ٿي ويندو ۽ نه ”هوندو بانس ۽ نه وڃندي بانسري“.
- هونئن لڳي ٿو ته خود وفاق پڻ ان چڪر ۾ آهي ته ”نه رهي بانس ۽ نه وڃي بانسري“. نه رهي انڊس ڊيلٽا، نه ٿئي مطالبو ته ڪوٽڙي بئراج کان هيٺ هيترو يا هيترو درياهي پاڻي وهايو. ان ڪري ٻيٽن تي شهر ٺاهي انڊس ڊيلٽا کي هڪ ٻيو ڪراچي شهر ٺاهي ڇڏجي.
- ڪافي سال اڳ پڻ اهڙو هڪ ڊرامو رچايو ويو هو ته آمريڪي فوجون ڪراچي جي سامونڊي ڪناري تي ٻيٽن ۾ پنهنجيون بيٺڪون

ٺاهينديون ۽ ان لاءِ ٽيندر به گهرايا ويا هئا ته انهن کي ڪاڏو پيتو (Drinks) ڪير سپلاءِ ڪندو

- اڄڪلهه وفاق جي پاليسين جو پارو پڻ چڙهيل آهي. ڪجهه وقت اڳ سنڌ جي مختلف جاين تان تيل ڪڍڻ جي ڪجهه ڏرين مخالفت ڪئي هئي ته فرمان آيو هو ته ”سنڌ کي بگٽي ايريا بڻجڻ نه ڏنو ويندو“.
- ۽ هوڏانهن جيڪو هن علائقي جو نئون نقشو گشت ڪري رهيو آهي ان ۾ سنڌ ۽ بلوچستان جي سامونڊي ڪناري کي هڪ نئين رياست ڪري ڄاڻايو ويو آهي.
- سو متان وساريو ته ايئن به ٿي سگهي ٿو ته سنڌ حڪومت، سنڌ اسيمبلي ۽ سنڌ عوام سان وات ٽڪاڻي ڪرڻ بنا سنڌ صوبي جي ٽئي ڪنهن چڱي اگهه تي سودو ڪيو وڃي ۽ پوءِ ان جا وارث جڏهن ننڊ مان اٿيا تڏهن اهڙو سودو واپار ڪندڙ ڏرين ڪان معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا ته اصل ڳالهه ڇاهي؟؟؟

اڱارو 3 آڪٽوبر 2006ع

متان وساريو تہ

- 9 رمضان تي پَبَ جبل ۾ شاهہ نوراني جو ميلو شروع ٿيندو آهي جيڪو ٽي ڏينهن هلندو آهي ۽ لاهوتي جيڪي 20 شعبان تي قلندر شهباز جو ٽن ڏينهن وارو ميلو پورو ڪري 21 شعبان تي لال باغ کان پنڌ لاهوت ڪرڻ لاءِ روانا ٿيندا آهن سي بلوچستان جي خضدار تعلقي ۾ پب جبل اندر لاهوت لامڪان واري غار جي زيارت ڪري 9، 10 ۽ 11 رمضان تي شاهہ نوراني جو ميلو ڪري سنڌ ڏانهن موٽ ڪائيندا آهن.
- موٽ تي ڪيترا لاهوتي شاهہ نوراني جي درگاهہ لڳ محبت فقير جي مزار کان ڪراچيءَ جي منگهوپير ۽ لِي مارڪيٽ واري بس ۾ چڙهي ساڳي ڏينهن ڪراچي پهچي اتان پيٽ شاهہ ڏانهن سفر شروع ڪندا آهن ۽ 13 رمضان جي شام جو جيئَن ئي چنڊ جي چوڏهين ٿيندي آهي تہ اها رات ڀٽائي جو رسالو تنبوري جي تارن واري جهانجهہ سان ٻڌي صبح جو دراز لاءِ روان ٿيندا آهن.
- ۽ جڏهن خيرپور ضلعي ۾ راڻيپور لڳ درازن تي پهچندا آهن تہ اتي سچل سرمست جي ٽن ڏينهن واري ميلي جي وچين ڌمال واري رات هوندي آهي. 14، 15 ۽ 16 رمضان تي سچل سرمست جو ميلو لڳندوآهي جيڪو اتر سنڌ جو وڏي ۾ وڏو ميلو هوندو آهي.
- سچل سرمست لاءِ ڀٽائيءَ چيو هو تہ "اسان جيڪو ڪنو چاڙهيو آهي، ان جو ڍڪڻ هي لاهيندو". سچل، منصور حلاج جو پوئلڳ هو جنهن "اناالحق" جو نعرو هنيو هو جنهن جي معنيٰ آهي "مان حق آهيان. يا مان الله آهيان". ان ڪري ملن کيس شهيد ڪري ڇڏيو هو_ سچل بہ چيو هو، "توري ناري ناهيان يارو، آهيان رب جبار، پينر مون کي ڇا ٿيون پانيو؟!"
- پر سچل (1827_1737) شهيد ٿيڻ کان بچي ويو هو. شايد ان ڪري جو 1525ع ڌاري شاهہ ڪريم بلڙي واري جي تحريڪ کان وٺي 1717 ۾ جهوڪ واري صوفي شاهہ عنايت ۽ 1750ع تائين ڀٽائي صاحب جي فڪري جدوجهد سنڌ ۾ تنگ نظر انتهاپسند ملن جي طاقت کي مليااميٽ ڪري ڇڏيو هو.
- هن وقت يعني موجوده دور ۾ سنڌ جي انهن صوفي شاعرن جي فلسفي جي گهٽي ۾ گهٽي گهرج ان سڄي دنيا کي آهي جيڪا گڏيل قومن کان وٺي آمريڪا، ايشيا، يورپ، وچ اوڀر ۽ آفريقا توڙي آسٽريليا ۾ مذهبي

ڪٽرپڻي ۽ انتها پسندي خلاف جنگ وڙهي رهي آهي.

- پر اسان جي ذهن جي اڏام ايستائين وڃي سگهي آهي ته سچل يادگار ڪميٽي ۾ فلاڻي سياسي پارٽي جي ڪارڪنن يا ليڊرن کي ٻاهر ڇو ڪڍيو ويو آهي، فلاڻن اديبن کي سچل تي مضمون پڙهڻ لاءِ گهٽا پئسا ڏيڻ گهرجن ۽ جيڪڏهن حڪومتي ڪامورا سچل جو ميلو نه لڳرائيندا ته پوءِ 14، 15 ۽ 16 رمضان تي درازن ۾ هڪ ماٺهو به نه ايندو.
- سو متان وساريو ته "ويا سي وينجهار، هيرو لال ونڏين جي- تنين سندا پونئيان، سِيهَي لهن نه سارَ- ڪنن ڪِٽِ لهار هاٽي اُنين پيٽيئين".

اربع 4 آڪٽوبر 2006ع

متان وساريو تہ

- اسان سنڌين جهالت جي شعبي ۾ جيڪا ترقي ڪئي آهي ان جي رفتار گذريل 9 مهينن دوران ظاهر ڪيل انگن اکرن مطابق برقرار رکي وئي آهي جنهن جي اسان سيني کي مبارڪ هجي.
- عورتن جي حقن لاءِ جاکوڙيندڙ هڪ اين جي او نالي عورت فائونڊيشن سنڌ ۾ گذريل 9 مهينن دوران بي گناهہ عورتن کي قتل ڪرڻ، ساڻن زوري زنا ڪرڻ ۽ کين "ڪاري" ڪري قتل ڪرڻ ۽ پئسن تي وڪرو ڪرڻ جا انگ اکر پڌرا ڪيا آهن جن کي ڏسي لڳي ٿي نہ ٿو تہ ڪو اسان ماڻهو سنڌو ماتريءَ واري عظيم تهذيب جا وارث آهيون.
- اهي انگ اکر ڪجهہ سنڌي اخبارن ۾ بہ ڇپجي چڪا آهن پر انهن کي ورجائڻ ضروري سمجهندي اهو ڄاڻائڻ ضروري آهي تہ هن سال جي پهرين 9 مهينن ۾ جملي 375 عورتن کي سنڌ ۾ قتل ڪيو ويو جن مان 19 صغير نياڻيون هيون. 9 مهينن ۾ 270 ڏينهن ٿيندا آهن پر اسان روزانو هڪ عورت کي قتل ڪرڻ واري پراڻي شاندار رڪارڊ ۾ مثالي اضافو ڪندي 105 وڌيڪ عورتن کي کهي ايوارڊ جا حقدار ٿيا آهيون.
- اسان جي جهالت جي تاريخ تمام پراڻي آهي- ڪنهن زماني ۾ تہ اسان ڄمڻ سان ئي نياڻيءَ کي گهٽو ڏيئي، ماري دفن ڪري ڇڏيندا هئاسين- پر پوءِ ڪن سببن جي ڪري اسان جي وحشپڻي واري رڪارڊ ۾ لاٿ آئي ۽ اسان عورت کي موقعو ڏنو تہ هوءَ وڏي ٿئي ۽ ايئن اٿي ويهي جيئن اسين مرد چاهيون ٿا.
- پر ڪن عورتن مرد طرفان مليل آزادي جو ناجائز استعمال ڪري پنهنجي مرضي سان اٿڻ ويهڻ شروع ڪيو جنهن ڪري اسان سال 2006ع جي پهرين 9 مهينن دوران 280 عورتن کي "ڪاري" ڪري قتل ڪري ڇڏيو تہ جيئن ٻيون عورتون مردن جون غلام ٿي رهن.
- 9 مهينن ۾ 270 ڏينهن ٿيندا آهن پر اسان ڪاري-ڪارو جي نالي ۾ 280 خون ڪري پنهنجي جهالت واري ڪلچر جي رفتار ايتري تيز ڪئي آهي جو اسان هاڻي چئي سگهون ٿا تہ سراسري طور اسان جو روزانو هڪ ماڻهوءَ کي غيرت جي نالي ۾ قتل ڪرڻ وارو گراف مٿي چڙهي رهيو آهي. البت ڪارين جي قتل جو تعداد هن دفعي گهٽجي 176 وڃي بچيو آهي.

- ڪيترا سڄاڻ سنڌي، قومپرست ۽ پڙهيل لکيل ماڻهو چوندا آهن ته اخبارون "ڪاري-ڪاري" ۽ "پيار جي پرڻن" جون خبرون ڇاپي سنڌي قوم کي بدنام ڪري رهيون آهن.
- سندن ڳالهه بلڪل درست آهي ڇاڪاڻ ته سنڌي قوم ايڏي به وحشي ناهي جيترو اخبارون لکن ٿيون ڇاڪاڻ ته گذريل 9 مهينن ۾ اسان جي سڀاجهڙن سنڌين صرف 96 عورتن سان زوري زنا ڪئي آهي جڏهن ته ڪوشش جي باوجود وڌيڪ 35 عورتن جي لڄ ڪنهن سبب جي ڪري لٽي نه سگهيا آهن.
- ان عرصي دوران جيئن ته 128 عورتون اغوا ڪيون ويون ۽ 56 ڙالون لاپته آهن سو ته مڙئي خير آهي پر تشويش ناڪ ڳالهه اها آهي ته 123 عورتن خودڪشي ڪري پاڻ ماري ڇڏيو ۽ اهڙي جيئڻ کان مرڻ کي ترجيح ڏني اتئون جڏهن ته وڌيڪ 153 عورتن پاڻ کي خون ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر ڪاميابي ماڻي نه سگهيون.
- ان سلسلي ۾ جڏهن کان جنرل پرويز مشرف جي حڪومت اهو فيصلو ڪيو آهي ته "ڪاري" ڪري قتل ڪيل عورت جي ايف آءِ آر پوليس پاڻ مرادو درج ڪري ۽ متاثر عورتن جي مائٽن جو انتظار نه ڪري تڏهن کان اخبارن ۾ عورتن جي خودڪشين جا واقعا وڌي ويا آهن.
- چوڻ وارا چون ٿا ته اهڙي حڪومتي فيصلي ڪانپوءِ "ڏنو پٽ ڇٽي جو" وچ ۾ پئي ڳالهه کي لٺ متي ڪرائي ڇڏي ۽ پوليس پاڻمرادو ايف آءِ آر داخل ڪرڻ بدران ڪنهن مقامي اخباري نمائندي کي "ڪاري" ڪري قتل ڪيل عورت بدران عورت طرفان خودڪشي ڪرڻ واري خبر ڏئي ڇڏي ٿو جيڪو بنا جاچ ڪرڻ جي اها خبر هيڊڪوارٽر ۾ ڊيسڪ تي موڪلي ڇڏي ٿو ۽ نيوز ايڊيٽر اکيون ٻوٽي ان کي ڇاپي ٿو ڇڏي.
- پر ايڏي ڏاڍ، جبر ۽ ڌڪاءَ جي باوجود 128 جوڙن ڪورٽن ۾ پيار جو پرڻو ڪيو، 126 اهڙيون آزادي گهرندڙ عورتون گهرن کان ٻاهر پناهه گاهن لاءِ واجهائي رهيون آهن جڏهن ته 140 عورتن کي پوليس آزادي گهرڻ جي الزام ۾ ٻچڙن بنديخانن ۾ بند ڪري ڇڏيو آهي ۽ 51 اهڙيون عورتون پوليس ڇاپن ۾ زخمي ٿي پيون آهن.
- عورتن فائونڊيشن ان سلسلي ۾ جيڪو حيرتناڪ انڪشاف ڪيو آهي سو هي آهي ته اعليٰ عدالتن طرفان جرڳن تي پابندي هڻڻ جي باوجود 60 جرڳا ٿيا آهن جن ۾ مردن جي ڳالهه مڃي عورتن لاءِ ايذائيندڙ فيصلا

متان وساريو

ڪيا ويا آهن.

- ۽ ان ڪان بہ شرم جوڳي خبر اها آهي تہ گذريل 9 مهينن ۾ 30 عورتن کي ڏوڪڙن تي وڪرو ڪيو ويو آهي.
- سو متان وساريو تہ جن علائقن ۾ عورت کي سڪن تي وڪرو ڪيو ويندو آهي تن ۾ سڌريل، تهذيب يافتہ ۽ اشراف ماڻهو تہ رهي نہ سگهندا آهن!!!

خميس 5 آڪٽوبر 2006

متان وساريو تہ

- اڏامندي هڪ خبر هت پهتي آهي تہ مارئي جو ميلو جنوريءَ جي مهيني ۾ ٿرجي پالوا ڳوٺ (تعلقي ننگرپارڪر) ۾ ٿي رهيو آهي.
- هن سال چوماسي ۾ اڌ صديءَ جي وڏن وسڪارن کان پوءِ ٿر وڄڻ ٿيو تہ پالوا جا ماڻهو ڏڪايل لهجي ۾ چئي رهيا هئا تہ ٻن سالن کان مارئي جو ميلو نہ ٿيو آهي. شايد ان جو ڪارڻ اهو هو تہ ٿر ۾ ڏڪار واريون حالتون هيون.
- هن سال جيئن تہ وسڪارا جام ٿيا آهن ۽ ٿر سان گڏ سڄي سنڌ ۾ سڪار جو سمو آهي ان ڪري هي وقت موزون آهي تہ مارئيءَ جو ميلو رچايو وڃي. "انن مينهن گهٽا. ٿين سوڪ مليرَ ۾ _ اڪيون آب پريو انهينءَ ڪنوڻ ڪٽان_ ماروئڙن شال مڙان، ڪوٽيون ڇڏين ڪڏهين."
- سنڌ ۾ ڪيترا ميلا اهڙا ٿين ٿا جن جي ڪا تاريخ مقرر ٿيل نہ هوندي آهي. انهن ۾ سسئي جو ميلو (جيڪو ديهہ سنگهر پٽيون، تعلقو سون مياڻي ۽ ضلعي لس ٻيلي ۾ لڳندو آهي)،حاجي ابراهيم "واڙيءَ" واري جو ميلو (جنهن کي شاهہ بندر جو ميلو بہ چيو ويندو آهي)، بنداڙ ٻيٽ تي ڦٽي ڪريڪ ۾ يوسف شاهہ جو ميلو ۽ انيڪ اهڙا ميلا شامل آهن، جيڪي جن شخصيتن جي ياد تازي ڪرڻ لاءِ لڳايا ويندا آهن انهن جي ڄمر يا موت جي تاريخ جو علم سنڌ جي تاريخدانن کي نہ هوندو آهي. مارئيءَ جو ميلو بہ انهن مان هڪ آهي.
- اهڙا ميلا فصلن لهڻ کانپوءِ ، مناسب موسم اچڻ تي يا مقامي ماڻهن جي سماجي حالت بهتر ٿيڻ کانپوءِ لڳندا آهن. مثال انڊس ڊيلٽا جا ميلا مڇي جي بهتر شڪار واري موسم پوري ٿيڻ بعد ۾ خوشحالي واري دور ۾ لڳندا آهن ۽ وچولي سنڌ جا ميلا خاص ڪري نومبر مهيني ۾ يا ان کانپوءِ لڳندا آهن.
- ٿر ۾ هن سال وسڪارا سيپٽمبر مهيني تائين هليا آهن پر فصل آگسٽ ۾ پوکجي ويا هئا ان ڪري نومبر مهيني تائين فصل لهي ايندا. مارئي جو ميلو جيڪڏهن ڊسمبر مهيني ۾ لڳائي سگهجي تہ پوءِ چئي سگهبو تہ 2006ع ۾ وسڪارا بہ ٿيا ۽ مارئي جو ميلو بہ لڳو. جنوريءَ وارو ميلو سال 2007ع جي اڪائونٽ ۾ هليو ويندو ۽ ڪي ماڻهو چئي سگهندا تہ ٽن سالن کان مارئي جو ميلو نہ لڳو آهي ۽ چوڻ وارا ائين بہ

چئي سگھندا تہ 2006ع ۾ اڌ صديءَ جا وڏا وسڪارا ٿيا. ڏڪار ويو. سڪار ٿيو پر مارئيءَ جو ميلو نہ لڳو.

- پيو تہ مارئيءَ جي ميلي تي ايندڙ ماڻھن کي وسڪارن ڪانپوءِ ٿر جو ڪشمير ٿي پوڻ جيڪڏھن ڏيکارڻو آهي تہ پوءِ دير ڪان دير ميلو نومبر جي آخر ۾ لڳائڻ گھرجي. چاڪاڻ تہ سيپٽمبر ۾ آخري پيل برساتن جو پاڻي ٿر جو سج آڪٽوبر، نومبر ۽ ڊسمبر وارن ٽن مهينن ۾ ذري گھٽ سڪائي خشڪ ڪري ڇڏيندو. ٿر ۾ هوندئن بہ 40 سيڪڙو مينهن جو پاڻي زمين چوھي ويندي آهي ۽ 20 سيڪڙو پاڻي باڦ ٿي اڏامي ويندو آهي باقي 40 سيڪڙو پاڻي مارن کي نصيب ٿيندو آهي.
- ۽ هاڻي جڏھن ثقافت کاتي جو سيڪريٽري عبدالقادر منگي آهي جنهن جي شهرت اها آهي تہ هو جيڪو بہ ثقافتي پروگرام ڪندو آهي ان تي ڪتاب ضرور ڇپائيندو آهي، ان ڪري توقع ڪري سگھجي ٿي تہ سنڌ جي علمي مارڪيٽ ۾ مارئي جي ميلي ڪانپوءِ ڪو اهڙو ڪتاب ضرور شامل ٿي وڃي جنهن جو عنوان هجي "مارئي ڪير هئي؟"
- "مارئي ڪير هئي؟" واري موضوع تي سنڌ ۽ هند جي چاڙو ماڻھن کان تحقيقي مقالا بھترين معاوضي جي عيوض لکرائي جيڪڏھن ڪو شاندار ڪتاب ڇپرائجي جيڪو ايندڙ نسلن تائين اهڙي اڄ کي اجهائي سگھي ٿو تہ ان تي خرچ تہ ڪافي ايندو پر ڪم بہ وڏو ٿي ويندو. چاڪاڻ تہ هن وقت اُن موضوع تي سنڌ، هند يا ڪنهن ٽئين ملڪ ۽ سنڌي ادب جي تاريخ ۾ ڪوھڪ بہ ڪتاب موجود ناهي.
- ۽ "مارئي" سنڌ جو ڪو جهڙو تهڙو ڪردار ڪونهي، مارئي سنڌ جي ائنترا پالاجي آهي، سنڌ جي حقيقي غيرت آهي ۽ اها "حب الوطني" آهي جنهن کي "ايمان" جو درجو مليل آهي، مارئي "ضمير جو قيدي" آهي، "سنڌ جي سيتا" آهي ۽ پنائي جي "سورمي" آهي.
- سو متان وساريو تہ پنائيءَ جي لفظن ۾ مارئي سنڌ جي موجوده نسل لاءِ چئي ٿي "جي ڪَرَلڏائون، تہ بنديءَ بند نہ ساريو، ماروئڙن آئون جيڪس ويس وسري".

جمعو 6 آڪٽوبر 2006ع

متان وساريو ته

- ”هندو مومن ناهيان، وو يارا جوئي آهيان، سوئي آهيان.“
- سچل سرمست جو اهو ڪلام، اهو نعرو، اهو فلسفو ۽ اها سياسي سوچ اهڙي آهي جنهن ۾ ڏکڻ ايشيا جي انتهائي ڪهني، قديم، ذري گهٽ اڻ حل ٿيڻ جهڙي وڏي ۾ وڏي سياسي مسئلي جو حل موجود آهي.
- ڏکڻ ايشيا جي ٻن ائٽمر بم رکندڙ ملڪن پاڪستان ۽ هندستان وچ ۾ ڪشمير سميت جن سياسي مامرن تي جهيڙو آهي ۽ جنهن ڪري هيل تائين ٽي جنگيون ٿي چڪيون آهن ۽ چوٿين ائٽمي جنگ ٿي ته ٻنهي ملڪن سان گڏ سڄي دنيا تباهه ٿي ويندي، ان جو اصل سبب هندو مسلم فرق ۽ ورهاڱو آهي.
- سو ٻنهي ملڪن جو عوام جيڪڏهن سچل سرمست جو پيغام سمجهي وڃي ته هو هندو ۽ هِي مسلمان رهندي به انسان ٿي پر امن طريقي سان گڏجي رهي سگهن ٿا ته هوند ٻنهي ملڪن جي عوام جي تقدير تبديل ٿي وڃي.
- دنيا ۾ ڪيترن هنڌن تي مختلف مذهبن، نسلن ۽ ٻولين جا ماڻهو گڏ رهي رهيا آهن ڇاڪاڻ ته اهي گڏ رهڻ گهرن ٿا پر جي اهي هڪٻئي کان جدا ٿي رهڻ چاهين ته سندن مخلتف مذهب الڳ الڳ نسل ۽ جدا جدا ٻوليون ڪين الڳ ڪرڻ لاءِ ڪافي آهن.
- سو جي هندستان ۽ پاڪستان جا ماڻهو هڪٻئي جي آزادي ۽ خودمختياري جو احترام ڪندي، هڪٻئي سان جنگ ۽ جدل کان پري رهي هڪٻئي جي ترقي لاءِ جاکوڙڻ چاهين ته پوءِ هو گڏجي ايئن به چئي سگهن ٿا ته ”هندو مومن ناهيان وو يارا جوئي آهيان، سوئي آهيان!“
- پر اڄ تائين ايئن نه ٿي سگهيو آهي، ڇاڪاڻ ته هندستان ۾ ”شِوسينا“ ان تي زور لڳائي رهي آهي ته ”اسان هندو آهيون“ ۽ پاڪستان ۾ جماعت اسلامي ساڳيو زور لڳائي رهي آهي ته ”اسان مومن مسلمان آهيون“.
- سچل جي پيغام جو اهو مقصد به ناهي ته هندو، هندو نه رهن ۽ مسلمان، مسلمان نه رهن، پر جڏهن ڪي ماڻهو گڏجي رهندا آهن ته پوءِ اهي اڳ ۾ ”انسان“ ۽ پوءِ ”هندو يا مسلمان“ ٿيندا آهن.
- اها ڳالهه هڪ ٻئي لهجي ۾ محمد علي جناح به ڪئي هئي جڏهن نئون پاڪستان ٺهيو هو. هن چيو هو ته ”هاڻي هندو، هندو نه هوندو ۽

مسلمان، مسلمان نہ هوندو سڀ پاڪستاني ٿي گڏ رهندا.“ پر قائد اعظم جي ان تصور کي هتي تنگ نظر مذهبي جماعتن ناڪام بڻائي ڇڏيو هو.

- پر سچل سرمست جڏهن اها ڳالهہ ڪئي هئي تہ هن وڏو جوکم کڻي ايئن چيو هو. هي اهو زمانو هو جڏهن اورنگزيب ڪهڙا شهر جا 200 عالم شهيد ڪرايا هئا. سچل ننڍو ٻار هو، ڀٽائيءَ جي دور ۾ اهو قتل عام ٿيو هو، جنهن جي تعزيت ڪرڻ لاءِ ڀٽائي ڪهڙن واري شهر ۾ آيو هو، جتي زباني روايتن مطابق هڪ قتل کوهہ جي تري ۾ وڃي رهيو هو. ان کوهہ جي منهن مان آڳ نڪري رهي هئي.
- پر ڀٽائي جو طالب نالي ”ڇُنيهُن“ چيو تہ مان ان کوهہ ۾ ٽپو ڏيندس ۽ پنهنجي مرشد سان گڏ هوندس. سو ادب وچان پيرن ڀر نہ پر مٿي ڀر کوهہ ۾ پاڻ ڇڏيائين ۽ ڀٽائي جي پاسي ۾ اچي ڌڪو ڪيائين. ڪڙڪو ٻڌي ڀٽائيءَ چيو ”ڇُنيهُن“ آهين، هن چيو ”هائو“. ڀٽائي چيو ”اڄ تنهنجي نالي سان اسان ”ڇ“ وارو حرف ڪڍي ڇڏيو، تون سراسر ”نينهن“ آهين.
- سو متان وساريون تہ ڀٽائي سچل، روحل، صوفي شاهہ عنايت ۽ سنڌ جي ٻين صوفين جي پيغام جي اڄ سڀ کان وڌيڪ گڏيل قومن کي ضرورت آهي جيڪي مذهبي انتها پسندي خلاف عالمي جنگ وڙهي رهيون آهن.

اگارو 10 آڪٽوبر 2006ع

متان وساريو تہ

- دنيا جي گولي تي جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن بہ جاءِ تي بيهي ماچيس مان تيلي ٻاري ٿو تہ سائنسدانن جي چوڻ مطابق Global Warming ڌرتي جي گرم ٿيڻ واري عمل ۾ ٿوروئي سهي پر اضافو ضرور ٿئي ٿو.
- سو ان ڌرتي جي گولي تي سومر ڏينهن جڏهن اتر ڪوريا ائٽمي ڌماڪو ڪيو آهي جنهن جي گرميءَ سبب جبل ڳري خاڪ ٿي ويندا آهن تہ ان سان ڌرتيءَ جي گرم ٿيڻ واري عمل ۾ ڪيترو اضافو ٿيو هوندو ان جو اندازو اسان عام ماڻهن کي تي نہ ٿو سگهي.
- چون ٿا تہ چقمق کي ٽاچڻين جي ٿالهي ۾ رکي مٿي ڪٽندا تہ ان کي ٽاچڻيون چنبڙي پونديون. پوءِ ماچيس جي تيلي ٻاري ان چقمق کي گرم ڪندا تہ هڪ مرحلي تي چقمق کي چنبڙيل جملي ٽاچڻيون هيٺ ڪري پونديون.
- ڌرتي بہ چقمقي اثر ڪري جبلن، اوچين عمارتن، ندين، وڻن ۽ ٻي مخلوق کي پاڻ سان چنبڙايون پئي آهي. پر جي اوهان ان کي ڪنهن بہ سبب ڪري گرم ڪندا تہ هڪ مرحلي تي زمين جي گولي تان جبل، درياءَ، سمنڊ، وڻ ۽ عمارتون ايئن الڳ ٿي وينديون جيئن چقمق کي ماچيس جي تيلي سان گرم ڪرڻ ڪري ان کان ٽاچڻيون الڳ ٿي وڃن ٿيون.
- ڌرتي کي گرم ڪرڻ وارو عمل ائٽمي ڌماڪن ڪرڻ، ٻيلن کي باهيون لڳڻ، جنگيون ٿيڻ ۽ بم ڦاٽڻ، ايئر ڪنڊيشنڊ هلڻ، فئڪٽري جي چمنين مان باهہ نڪرڻ ۽ ماڻهن جي وات مان ڪاربان آڪسائيڊ ٻاهر نڪرڻ سان وڌي ٿو.
- اهڙن واقعن جي ڪري آسمان ۾ ٿڌي هوا واري تهہ ۾ اڳيئي سوراخ ٿي پيو آهي جنهن مان سج جا گرم ڪرڻا زمين جي جنهن ٽڪري تي پون ٿا اتي فصل نہ ٿا ٿي سگهن. ”اوزون“ نالي انهيءَ آسماني تهہ ۾ سوراخ ٿيڻ ڪري آفريقا جي ڪنڊ ۾ هڪ جاءِ تي سج جا سڌا ڪرڻا پوڻ لڳا آهن ۽ اتي نہ فصل ٿي ٿا سگهن ۽ نہ ڪا ساهواري شيءِ جالي سگهي ٿي.
- سو متان وساريو تہ انسان اهڙو بيوقوف جانور آهي جيڪو جنهن ٽاريءَ تي وهندو آهي ان کي وڍڻ لڳندو آهي.

11_10_2006

متان وساريو تہ

- ”عشق ۽ جنگ ۾ سڀ ڪجھہ روا آھي“ واريءَ عام چوڻيءَ جي آئين ۾ ”ائين ترميم“ ڪندي ھاڻي چيو پيو وڃي تہ ”عشق، جنگ ۽ سياست ۾ سڀ ڪجھہ روا آھي“.
- ۽ ان بھاني سان ”سياست“ جنھن کي اڳيئي ”ڪمرشل ڪاروبار“ ڪري ھلايو پيو وڃي ان کي وڌيڪ نفرت جوڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي.
- سياست کي بدنام ڪرڻ ۽ سياستدانن جي ڪردار ڪشي واري ”تيڪ“ ڪم جي ابتدا ”اميرالمومنين“ جنرل ضياءُ الحق جي يارھن سالن واري مختصر مارشل لا ۾ شروع ٿي ھئي جنھن جو واضح مقصد قومي سياست ۾ فوجي جنرل کي اڳتي آڻڻ ھو.
- ھاڻي تہ ”ملڪ ۾ ڪجھہ بہ ٿي سگھي ٿو“ وارو ڪلچر رائج ٿي چڪو آھي. سياڻي جيڪڏھن چيو وڃي تہ آئين ٽواليٽ پيپر (ڪاڪوس ۾ استعمال ٿيندڙ پاڻي چوسيندڙ ڪاغذ) آھي ۽ ان کي ڦاڙي چيھون. چيھون ڪري لانگ بوٽ ھيٺان چيپاڻي ڊسٽ بن ۾ وجھڻ ورديءَ وارن جو ”ضرورت واري قانون“ LAW OF NECESSITY تحت حق آھي تہ ويچارو عوام ڇا ڪندو؟
- ھڪ پاسي اھا صورتحال آھي تہ ٻئي پاسي سياسي پارٽيون آھن جيڪي پڻ ”عشق، جنگ ۽ سياست ۾ سڀ ڪجھہ روا آھي“ واري قانون تي ھلي رھيون آھن. پاڻ ۾ اتحاد بہ ڪن ٿيون ۽ ھڪ ٻئي خلاف صف بندي ڪان بہ نہ ٿيون مڙن.
- وري حڪمران ڌريون ھڪڙي سياسي پارٽيءَ کي بليڪ ميل ڪرڻ لاءِ ٻيءَ سان رابطا ٿيون ڪن، ۽ ٻيءَ کي ڀڄڙو ڪرڻ لاءِ ٽينءَ سان قريب ٿيون ٿين.
- صدر پاڪستان جي آمريڪي دوري ۽ سندس ڪروڙ پتي ڪتاب ڪانپوءِ پاڪستان جي سياسي منڊل ۾ ڪافي تبديلين جا اشارا ملي رھيا آھن ۽ ٻن حڪومتي ڌرين جو پتو ڪٽجي رھيو آھي. انھن مان ھڪڙا ”با رِيش“ ۽ ٻيا ”ڪلين شيوِ“ آھن.
- ھاڻي ڪان پوءِ پاڪستان ۾ ”سياسي تبديلي“ يا ”انقلاب“ وارن تصورن جي اھا معنيٰ نہ ھوندي جيڪا سياست جي ڪلاسيڪل ڪتابن ۾

لڪيل هوندي هئي. اڳي چوندا هئا ته "TO HAVE PRINCIPLE IS TO BE ERATIC, TO HAVE NONE IS TO BE LIBERAL" يعني "اصول پرستي غير يقينيت ۽ بي اصوليت آزاد خيالي آهي".

- هاڻي مذهبي ڪٽرپڻي واري وڌندڙ رجحان واري ڪلچر مان جان ڇڏائڻ لاءِ لبرل ٿيڻ تي زور ڏنو پيو وڃي جنهن جي معنيٰ "بي اصوليت" واري سياست ڪرڻ آهي.
- سو متان وساريو ته اهي سڀيئي قيامت جون نشانيون آهن جنهن ڪري جيترو ٿي سگهي ڪائي پي وٺو!!!

اربع 12 آڪٽوبر 2006ع

مٿان وساريو ته

- صدر جنرل پرويز مشرف، قائد اعظم واري پاڪستان کي بچائڻ لاءِ مذهبي انتهائي پسندي خلاف فيصلاتي جنگ جو اعلان ڪندي ملڪ ۾ سياسي قيامت جي نشانين جو ذڪر ڪيو آهي.
- ان سلسلي ۾ هن پ پ سميت ملڪ جي مڙني اعتدال پسند قوتن کان مدد گهري آهي ته جيئن دهشتگرديءَ جو مقابلو ڪري سگهجي.
- پاڪستان جون اعتدال پسند قوتون جيڪي مذهبي ۽ نسلي توڙي لساني انتهاپسندي جي خلاف آهن سي ان ڪري وجود ۾ ڪونه آيون آهن، ڇاڪاڻ جو انهن جي ضرورت اوچتو صدر صاحب کي پئجي وئي آهي، اهي قوتون پنهنجي ضمير جي زور تي اعتدال پسند ٿيون آهن ۽ ڪين سٺو انسان بنائڻ ۾ خاص ڪري سنڌ، پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان جي صوفين جو وڏو هٿ آهي.
- سو پاڪستان جون اعتدال پسند قوتون ته هونئن ئي مذهبي انتهاپسندي ۽ دهشتگردي خلاف آهن ان ڪري صدر صاحب جي مدد به ڪنديون پر جيئن چوندا آهن ته "ميرن کي گهران لڳي هئي" بلڪل ائين صدر صاحب کي پنهنجي ئي حلقي مان مخالفت ٿي رهي آهي.
- ان حوالي سان جنرل صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ به لکي چڪو آهي ته ڪيس ڌمڪي ڏني وئي هئي ته انتهائي پسندن خلاف ٿيو نه ته اوهان تي بمباري ڪئي ويندي، صورتحال بلڪل ائين هوندي باوجود ان جي ته ان سلسلي ۾ ترديدون ڪيون ويون.
- پر اصل ڳالهه اها آهي ته صدر صاحب جا ساٿي جيڪي سنڌس مخالف آهن سي پاڪستان افغانستان ٺاهڻ گهرن ٿا. افغانستان جتي ڪا به عمارت گولين جي نشانن کان آجي ناهي، جتي راڳ تي بندش آهي، عورت ڪاري هيٺان واڙيل آهي ۽ جتي ٿڌو ساهه کڻڻ ڏوهه آهي.
- صورتحال جي اهڙي شدت ڏسڻ ۽ پسڻ جي باوجود صدر صاحب بينظير ڀٽو ۽ نواز شريف کي ملڪ اچڻ نه ٿو ڏئي، ۽ اها جنگ اڪيلي سر وڙهڻ گهري ٿو. ان ڪري هي کيل خطرناڪ ٿيندو پيو وڃي، عوام کي ساڻ ڪري جنگ نه وڙهبي ته پوءِ ائين به ٿي سگهي ٿو ته " هم تو ڊوبين گي صنم، تم ڪو ڀي لي ڊوبينگي".
- اسان جي ماضي جو رڪارڊ پڻ پر خطر آهي، افغانستان ۾ انقلاب آيو ۽

روسي فوجون آيون تہ جن قوتن کي اڄ نا پسنديده سمجهيو وڃي ٿو انهن کي تعاون ڪرڻ جي بلڪل ائين اپيل ڪئي وئي جيئن هاڻي اعتدال پسندن کان حمايت گهري پئي وڃي.

- ان صورتحال ۾ چون ٿا تہ آمريڪا، پاڪستان، اسامہ بن لادن ۽ طالبان گڏ هئا ۽ بمباري پاڪستان جي اعتدال پسند ڪميونسٽن تي ٿي رهي هئي جنهن جي اڳواڻي جنرل ضياءُ الحق ڪري رهيو هو. ان زماني ۾ ذوالفقار علي ڀٽو ۽ نظير عباسي شهيد ڪيا ويا ۽ سنڌ مان ڪيترا سياسي ۽ غير سياسي ليڊر اٺ اٺ سال جيل ڪاٽي ٻاهر آيا.
- ان ڪانپوءِ بہ ملڪ ۾ جمهوريت جي ٻوٽي کي ڦٽڻ ۽ اسرڻ نہ ڏنو ويو، ڪنهن بہ شهري حڪومت کي پنهنجو مدو پورو ڪرڻ نہ ڏنو ويو، آئين ۽ عوام جي مئنڊيٽ تي گاسليٽ هاري ان کي تيلي ڏني وئي
- ڏاڍا ڏاڍايون ڪندا آهن، ۽ انهن کان اڳرا وري انهن خلاف اڳرايون ڪندا آهن، هڪ اهڙي خطرناڪ کيل جو انت اسان اڳيئي 1971ع ۾ ڏسي چڪا آهيون.
- سومتان وساريو تہ ”بندر جان ٻيئي تان سڪاٽيا مَر سمهو. ڪپر ٿو ڪن ڪري، جئين ماٽيءَ مَنجهہ مَهي. ايڏو سور سهي، ننڊ نہ ڪجي ناڪئا.“

جمعو 13 آڪٽوبر 2006ع

متان وساريو تہ

- آمريڪا ۽ پاڪستان توڙي يورپ ۽ مغربي دنيا جي ٻين ملڪن کي هاڻي احساس ٿيو آهي تہ فڪري محاذ تي مذهبي انتهاپسندي جو توڙ صوفي مت ۾ موجود آهي.
- پاڪستان جي وفاقي حڪومت ان سلسلي ۾ هڪ ادارو ٺاهيو آهي جنهن کي نئشنل ڪائونسل آف صوفي ازم (NCS) سڏين ٿا جنهن جو سرپرست اعليٰ صدر پاڪستان جنرل پرويز مشرف آهي ۽ سنڌ مان ان جي ميمبر طور ڊان اخبار جي مالڪ حميد هارون کي ڪيو ويو آهي.
- خميس ڏينهن صوفي ازم واري ڪائونسل جي گڏجاڻيءَ ۾ فيصلو ڪيو ويو تہ ملڪ ۾ مذهبي سهپ جو مادو پيدا ڪرڻ لاءِ ۽ عوام ۾ ڀائيچارو امن ۽ پيار پيدا ڪرڻ لاءِ ملڪ جي صوفي شاعرن جي پيغام کي عام ڪيو ويندو جن ۾ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، شاهہ حسين، سچل سرمست ۽ بابا فريد ۽ علامہ اقبال وغيره شامل آهن.
- گڏجاڻيءَ ۾ ٻڌايو ويو تہ پنجاب صوبي ۾ صوفي بزرگن جون 534 درگاهون آهن، سنڌ ۾ 221، سرحد صوبي ۾ 159 ۽ بلوچستان ۾ 69 صوفي مرڪز آهن_پر جيڪڏهن ان موضوع تي اجا بہ کوجنا ڪئي وڃي تہ خاص ڪري سنڌ ۾ اجا وڌيڪ صوفي سينٽر منظرعام تي ايندا.
- ان حوالي سان سنڌ جي ميمبر حميد هارون جي تعاون سان سنڌ ثقافت کاتو، سنڌ اوقاف کاتو، ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز، ڪراچي يونيورسٽي جي شاهہ لطيف چيئر، سچل سرمست يادگار ڪميٽي، صوفي شاهہ عنايت جهوڪ تي صوفي حضور بخش جي سربراهيءَ ۾ هلندڙ تنظيم ۽ سنڌ الاجي وغيره جهڙن ادارن کان معلومات وٺي سنڌ ۾ صوفي فلسفي جي مرڪزن جي تعداد، ان موضوع تي ڇپيل ڪتابن، آنڊل راڳ جي ڪئسٽن، ۽ خاص ڪري ڀٽ شاهہ تي روزانو شام کان وٺي صبح تائين تنبوري تي ٿيندڙ شاهہ جي راڳ کي قومي ٽي وي چئنلن تي آڻڻ جي ضرورت آهي.
- پنجاهہ واري ڏهاڪي ۾ جڏهن سيد ميران محمد شاهہ، جي ايم سيد، وڏو وزير، پيرزادو ستار ۽ خان بهادر عبدالله چنا ڀٽ شاهہ تي ميلا لڳرائيندا هئا تڏهن ريڊيئي پاڪستان جي مدد سان ڀٽائي جي درگاهہ تي شاهہ جي رسالي جو ورد سڄي ملڪ جون ريڊيو اسٽيشنون نشر ڪنديون هيون.

هاٽي اهو ڪم ٽي وي چئنلن ذريعي ڪري سگهجي ٿو.

- شاهه لطيف جي ڪلام تي هڪ سي ڊي آمريڪا ۾ رهندڙ سنڌين جي ورلڊ سنڌي انسٽيٽيوٽ (ڊبليو ايس آءِ) پيٽائي جي هڪ سينئر راڳي مرحوم قربان فقير جي آواز ۾ رڪارڊ ڪرائي آهي. ان کي پاڪستان ۾ عام ڪري سگهجي ٿو. جڏهن ته قربان فقير جو باقي راڳ انهن آمريڪي سنڌين وٽ موجود آهي جيڪو هنن کان وٺي انهن مان سي ڊيون ٺهرائي سگهجن ٿيون.
- ان شعبي کي ڦولينڊڙ ماڻهن کي اهو وسارڻ نه گهرجي ته سنڌ ۾ صوفي ازم جا مرڪز صرف مسلمان بزرگن جا درگاهه ئي ناهن، پر هندو ويدانتي مفڪرن جو فلسفو پڻ هن وقت حڪومت جي اهم ضرورت آهي. انهن ۾ روحل فقير، ٽر ۾ سلام ڪوٽ وارو سنت نيڻو رام، ڏيپلي ۾ پاربرم جي دربار، راما پير ۽ پير پٿورو، اڏيرو لال ۽ زنده پير وغيره شامل آهن.
- مذهبي رواداري کي فروغ ڏيڻ لاءِ سچل جو ڪلام "هندو، مومن ناهيان، وو يارا جوئي آهيان، سوئي آهيان" ۽ ڀٽائي جو اهو پيغام جنهن ۾ هن کان پڇيو ويو هو ته "اوهان سني آهيو يا شيعا؟"، ته هن وراڻيو هو "مان ٻنهي جي وچ تي آهيان"، ته ڪيس چيو ويو ته "وچ تي ته ڪي ڪين آهي"، ته ڀٽائي چيو ته "مان آهيان به ڪي ڪين".
- **سو متان وساريو ته** "روزا نمازون، اي پڻ چڱو ڪم-اُو ڪو ٻيو فهم، جنهن سان پسجي پرين ڪي".-ڀٽائي

چنچر 14 آڪٽوبر 2006ع

متان وساريو تہ

- ملڪ ۾ صوفي ازم کي عام ڪرڻ ۽ ان ذريعي مذهبي رواداري ۽ سهپ جو مادو پيدا ڪرڻ لاءِ ٽي وي چئنلن تي صوفي سنگيت جي پروگرام ۾ اضافو ڪرڻ جو بندوبست ڪيو وڃي.
- ملڪ جي ممتاز صوفي شاعرن جا پئڪيٽ سائيز ۾ رسالا ڇپائي عام ماڻهن ۾ مفت ورهايا وڃن يا وري گهٽ ۾ گهٽ قيمت تي عوام کي مهيا ڪري ڏنا وڃن.
- سنڌ، پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان جي وڏين صوفي درگاهن جي طالبن کي ريڊيو ۽ ٽي ويءَ تي خاص پروگرام ڏئي گهرايو وڃي ۽ انهن جي وعظ نصيحتن کان عوام کي واقف ڪيو وڃي.
- صوفي شاعرن طرفان مذهبي ڀائيچاري وارا ڪلام عام ڪيا وڃن ۽ مذهبي ڪٽرپڻي ۽ تنگ نظري وارين ڳالهين کي عوام تائين پهچڻ کان روڪيو وڃي.
- ملڪ جي ڪيترن حساس ادارن ۾ رائج ملائيت واري مذهبي تعليم جي جاءِ تي بلي شاه، بابا فريد، شاه حسين، رحمان بابا، شاه لطيف، سچل سرمست، قلندر شهباز بلوچستان جي صوفي بزرگن چام درڪ، گاجي شاه، شاه نوارني، شاه گوڏڙيو ۽ خوشحال خان خٽڪ وغيره جي تعليمات کي نصاب ۾ شامل ڪيو وڃي.
- 532 صفن تي انگريزي ۾ لکيل ڪتاب ”مسٽڪ پوئٽس آف پاڪستان“ (پاڪستان جا صوفي شاعر) جو اردو ۽ پاڪستان جي ٻين سيني ٻولين ۾ ترجمو ڪرايو وڃي ۽ ڊاڪٽر طارق رحمان پاران ان ڪتاب بابت لکيل مهاڳ جو خاص ترجمو ڪيو وڃي.
- پاڪستان جي مختلف صوبائي سياحت وارن کاتن کي حڪم ڪيو وڃي تہ اهي پنهنجن صوبن ۾ موجود صوفي بزرگن ۽ انهن جي ميلن تي عام ماڻهن کي وٺي وڃڻ جو بندوبست ڪن ۽ اهڙا ٽوئرسٽ پئڪيج ڏين جن سان مقامي ماڻهن کي آمدنيءَ ۾ اضافو ٿي سگهي.
- انگريزي، اردو، سنڌي، پنجابي، بلوچي، گجراتي ۽ پشتو ٻولين ۾ ڇپندڙ اخبارن ۾ روزانو صوفي شاعر جي ڪلام مان اهڙا ٻول ڇپيا وڃن جيڪي عام پڙهندڙن کي اسلام جي روح کان واقف ڪن ۽ روايتي مذهب پرستي بدران حقيقي مذهبي تعليم سان سرشار ٿين.

- بندي جي خدا تائين رسائي لاءِ نفس خلاف جهاد واري فلسفي کي اجاگر ڪيو وڃي جيئن عام ماڻهو مذهب جي نالي ۾ ڪين ٺڳيندڙن کان نجات حاصل ڪري سگهن ۽ پنهنجو اندر اجاري سگهن.
- سو متان وساريو تہ ”جي ٻي شرڪ پائين پاڻ ڪي، تہ عَينُ شِرڪ اِيءُ۔ وڃائي وجود ڪي، پاڻان پاسي تيءُ هڏهن نَاهي هِيءُ، هُو پڻ ڪينهي هِنَ رَي“. پڻائي

آچر 15 آڪٽوبر 2006ع

متان وساريو تہ

- انٽرنيٽ دنيا ۾ جيڪو انقلاب آندو آهي ان جو هڪ انوکو ڪارنامو دنيا ۾ ظاهر ٿيڻ وارو آهي
- اڄ اسان چاهيون ٿا تہ جيڪر اسان کي اها خبر هجي تہ مهين جي دڙي وارو شهر ڪيئن هو، اتي رهندڙ ماڻهو ڪهڙا هئا. هنن جو مذهب، اٿڻي ويهڻي ۽پوشاڪ ڪهڙي هئي ۽ خاص. ڪري هنن جي ٻولي ڪهڙي هئي ۽ اها ڪهڙي لپي يا رسم الخط ۾ لکندا هئا؟ پر ان جو اسان کي ڪو بہ ڏس پتو نہ ٿو ملي ۽ ڏهوئي نہ ٿو پوي.
- اها ڳالهہ محسوس ڪري انٽرنيٽ جي ماهرن، سائنسدانن ۽ انجنيئرن اڄ جي دنيا جي مڪمل تصوير ٺاهي ڪمپيوٽر جي هڪ پيتي ۾ بند ڪري زمين جي اندر ۽ خلا جي ڪن سيارن اندر محفوظ طريقي سان دفن ڪرڻ جو پروگرام ٺاهيو آهي تہ جيئن اڄ کان پنج هزار سال پوءِ يا ڏهہ، ويهہ هزار سال پوءِ يا ڪيترو بہ وقت پوءِ جو انسان 21 هين صدي عيسوي واري ڌرتي ۽ ان تي انساني زندگيءَ جا تفصيل معلوم ڪرڻ چاهي تہ هن لاءِ اهي تفصيل سولائي سان موجود هجن.
- انٽرنيٽ تي اهڙو ڪارنامو "ياهوَ" ڪمپني سرانجام ڏئي رهي آهي ۽ هن ڌرتي تي انساني زندگيءَ بابت جملي معلومات کي جنهن پيتي ۾ بند ڪري محفوظ ڪرڻ جو پروگرام تيار ڪيو ويو آهي ان کي "ٽائيم ڪئپسول" سڏيو وڃي ٿو جنهن کي "سليڪان" ماٽري ۾ دفن ڪيو ويندو ۽ آمريڪا جي مئڪسيڪو رياست مان ان کي خلا ۾ موڪلي اتي پڻ ان جو نقل محفوظ ڪيو ويندو. ان ڪارنامي جو جشن 25 آڪٽوبر تي ملهائڻ جو پروگرام پڻ تيار ڪيو ويو آهي.
- هن رٿا کي "دنيا جو پهريون اليڪٽرانڪ ائنٿرو پالاجي (علم انسان) پراجيڪٽ جو نالو ڏنو ويو آهي. جنهن ۾ معلومات موڪلڻ لاءِ سڄي دنيا جي عوام کي اپيل ڪئي وئي آهي تہ اهي پنهنجن ملڪن، شهرن، ڳوٺن، ڪلچر، عورتن، مردن، ٻارن، تاريخ، جاگرافي ۽ زندگي جي مڙني پهلوئن تي معلومات ۽ تصويرون، راڳ گانا ۽ فلمون "ياهو جي ويب سائيٽن تي موڪلي ڏين.
- ان حوالي سان جن خاص موضوعن تي زور ڏنو ويو آهي، سي آهن عشق، حسن، ڏک، سک، عقيدا، اميد، ڪاوڙ، ونڊر ۽ انسان.

- ياھوءَ جي ايڊيٽر "سري نجا سري نواسڻ" جو خيال آهي تہ هن وقت دنيا ڪمپيوٽر ٽيڪنالاجيءَ ۾ جيڪا ترقي ڪئي آهي سا هاڻي واپس نہ ويندي، بلڪہ اڃا بہ اڳتي وڌندي. ان ڪري اسان "وقت ڪي هڪ هنڌ بيهاري" ان ۾ اڄوڪي دنيا جي جيڪا مڪمل ۽ اٿاهہ معلومات جمع ڪري رهيا آهيون. مستقبل جو انسان انهن معلومات مان نہ رڳو لاڀ حاصل ڪري سگھندو پر ان ڪي اڃان بہ وڌائيندو. پيٽو ٽيٽو ڪندو ۽ دنيا جي تاريخ هاڻي ڊجيٽل طريقي سان اوهان فلم وانگي ڏسي سگھندؤ.
- ڪمپيوٽر ٽيڪنالاجي جي هن دور ۾ انٽرنيٽ جيڪا ترقي ڪئي آهي ان جو دنيا جي انساني مخلوق کي وڏو فائدو رسندو ۽ ڪيترين ٻولين جيڪي وقت گذرڻ سان نابود ٿي وينديون ۽ انهن جي ڳالهائڻ وارا ماڻهو بہ مري ويا آهن سي ٻوليون بہ پڙهي سگهبيون ۽ دنيا جي تاريخ جو رڪارڊ صحيح ڪرڻ ۾ وڏي مدد ملندي.
- سو متان وساريو تہ انسان، دنيا جي جملي ساهوارن مان وڌ ۾ وڌ سياڻو سماجي حيوان آهي، ان ڪري سڄي دنيا تي راڄ ڪري ٿو، پر ڪڏهن ڪڏهن هن لاءِ مسئلا ان ڪري پيدا ٿين ٿا ڇاڪاڻ تہ چوندا آهن تہ "سياڻو ڪانو ابتو ٽنگبو آهي!!".

آچر 15 آڪٽوبر 2006ع

متان وساريو تہ

- اڄ دنيا ”غربت“ جو عالمي ڏينهن ملهائي رهي آهي
- اڄوڪو ڏينهن سڄي دنيا جي غريب ماڻهن کي ان تي سوچڻ جي دعوت ڏئي ٿو تہ ڌرتي تي رهندڙ غريب ماڻهو غريب ڇو آهن؟ غربت ڪيڏي خراب شيءِ آهي؟ ۽ ان کي ڪيئن ختم ڪري سگهجي ٿو؟
- ڌرتي جنهن تي انسان آباد آهي سا ان انسان کي ڪارائي پيارين، پالي نپائي ۽ خوشحال ڪري سگهي ٿي، ايترا وٽس کاڌ خوراڪ جا ذريعا، پاڻي، مڇي ماني توڙي ٻي ملڪيت موجود آهي.
- پر دنيا ۾ غربت جو هڪ ڪارڻ اهو بہ آهي تہ ٿورا انسان ڌرتيءَ جي ملڪيت گهٽڻ انسانن کان ڪسي پنهنجي قبضي ۾ ڪيون ويٺا آهن.
- انسان جتي پڄي نہ سگهندو آهي سا ڳالهہ الله تعاليٰ تي هٽي ويهندو آهي، پر اڄ جي سائنسي دور ۾ اها ڳالهہ واضح ٿي چڪي آهي تہ ”غربت، انسان جي هٿ جو کيل آهي“. انسان کي غريب ڪرڻ جو ذميوار اهو انسان آهي جيڪو پنهنجي ضرورت کان وڌيڪ ملڪيت ۽ دولت پاڻ وٽ رکي ٿو.
- ڪراچي سميت دنيا جي بيشمار وڏن شهرن ۾ لکين ماڻهو آسمان هيٺ سمهي رات گذاريندا آهن ڇاڪاڻ تہ انهن کي ڇت ڪا نہ هوندي آهي ۽ انهن ساڳين شهرن ۾ هڪڙا اهڙا بنگلا پڻ هوندا آهن جن ۾ هڪ سو ڪمرا هوندا آهن جڏهن تہ استعمال صرف هڪ بيڊروم ۽ هڪ ڊرائنگ روم ٿيندي آهي، باقي گهر خالي پيو هوندو آهي.
- سوشلزم جي فلسفي ان سماجي حقيقت کي ڪٽي اڌ دنيا ۾ غربت خلاف انقلاب آندو ۽ ان جو محور سابق سوويت يونين (روس) کي بڻايو. پر اهو سلسلو ستر سالن کان وڌيڪ هلي نہ سگهيو ۽ خود سوويت يونين ٽٽي ٽڪر ٽڪر ٿي ويو. ظاهر آهي تہ ايڏو وڏو حادثو ڪنهن ڪوتاهي ۽ غلطي سبب رونما ٿيو هوندو. دنيا ان تي برابر سنجيدگيءَ سان سوچي رهي آهي.
- سنڌ جي تاريخ ۾ ۽ سنڌ جي لوڪ ڏاهپ (سنڌ فلاسافي) ۾ پڻ ”غربت“ واري مسئلي تي ويچاريو ويو آهي. غربت خلاف پهريون ڪامياب تجربو مهين جي دڙي واريءَ سنڌو تهذيب ڪيو ۽ ايتري شاهوڪاري ۽ خوشحالي پيدا ڪئي جنهن جو ان دور ۾ ٻيو ڪو مثال ڪو نہ هو. بعد ۾ سنڌ تهذيب جو جيڪو زوال آيو تہ ان ۾ سنڌي ماڻهن جي ڪابہ فڪري ڪوتاهي يا غلطي ڪا نہ هئي، يا پوڙن ان تهذيب کي ڊاٺو يا سوڪهڙي ڏڪاران جو انت آندو. ”پڇڙي يا سڪي يا

ٻڌي"

- سنڌ جي جديد تاريخ ۾ 18 صدي عيسويءَ ۾ ڪارل مارڪس جي جنم کان هڪ سو سال اڳ صوفي شاهه عنايت، جهوڪ ڪميون ٺاهي "غربت" واري بيماري جو علاج ڪرڻ گهريو، پر جيئن ته اها پر تشدد تحريڪ هئي، ان ڪري ان جو خاتمو پڻ تشدد وسيلي ٿيو.
- "غربت" ختم ڪرڻ دنيا جي هر سماجي فلسفي ۽ مذهب جي ترجيح رهي آهي. ان سلسلي ۾ چون ٿا ته هڪ غريب ماڻهو اسلام جي پيغمبرﷺ وٽ ويو ۽ ڪيس چيائين ته منهنجي غربت ختم نه ٿي ٿئي، صلاح ڏيو ته مان ڇا ڪيان؟ "تون هجرت ڪر" ڪيس صلاح ڏني وئي، هن هجرت ڪئي ۽ هن جي ڪجهه حالت بهتر ٿي پر اهڙا هو غريب هيو سو وري وٽس ويو ۽ ڪيس وري هجرت ڪرڻ جو مشورو ڏنو ويو سو واقعي پرديس ۾ ماڻهو پاڻ کي اوپرو ۽ اڪيلو محسوس ڪري پنهنجي ديس جي مقابلي ۾ وڌيڪ محنت ڪري ٿو ۽ هن جي طاقت بهتر ٿي وڃي ٿي.
- پراڻ جي جديد دنيا جنهن بي مثال سائنسي ترقي ڪئي آهي ان جو چوڻ آهي ته "علم، هنر، عورتن جي تعليم ۽ گهٽ ٻار پيدا ڪرڻ سان دنيا ۾ غربت جو مقابلو ڪري سگهجي ٿو."
- فارسي جو هڪ مشهور شعر آهي ته "قلم گويد ڪ مَنِ شاهِ جهانم، قلم قصرا بدولت مي رسانم، اگر بدبخت باشد من شدانم، ولي يڪ بار دولت ميار سانم" (يعني قلم چئي ٿو ته مان دنيا جو بادشاهه آهيان، قلم محلاتن ۽ دولت تائين وڃي ٿو، پر جيڪڏهن ڪو صفا نيا ڳو يا بدبخت ماڻهو به آهي ته قلم گهٽ ۾ گهٽ هڪ دفعو هن کي ضرور دولتمند بڻائيندو.)
- **پرمتان وساريو** ته پڻائي وري هنر ۽ محنت ڪرڻ تي گهڻو زور ڏنو آهي: "سَونَ سارِيڪا هٿڙا، ڪوهہ نہ ڪتين رَڏِ، ولهي ڪندَ ڪاپو ڪَڏَ، گهڻون گوهِيون چَڏِ ته صرافاڻي سَڏِ مَرڪِي مَٽائِيين."

اڱارو 17 آڪٽوبر 2006ع

متان وساريو تہ

- پاڪستان ۾ مذهب جي نالي ۾ ٿيندڙ ڪيترين ڳالهيون دراصل سياسي نوعيت جون هونديون آهن جنهن ڪري اهي اختلافي بہ هونديون آهن ۽ انهن تي تنقيد بہ ڪري سگهبي آهي۽ انهن کي رد بہ ڪري سگهبو آهي ۽ اهڙو عمل ڪنهن بہ صورت ۾ نہ غير اسلامي ۽ نہ ڪافراڻو هوندو آهي!
- اهڙو انوکو انڪشاف ملڪ جي برک قانوندان ۽ مذهبي اسڪالر سيد افضل حيدر ڪيو آهي جيڪو فيبروري 1990ع کان آڪٽوبر 2003ع تائين ڪائونسل آف اسلامڪ آئڊيولاجي (C I I) جو ميمبر رهيو آهي ۽ جنهن ٻين سان گڏ حدود آرڊيننس لکيو هو.
- انگريزي اخبار ”ڊان“ (17 آڪٽوبر_صفحو 4) مطابق حدود آرڊيننس جي مصنف جو چوڻ آهي تہ جنرل ضياالحق اصلي ليکڪن جي لکت کي ڦيرائي گيرائي ان ۾ عورت جي عدالتي شاهدي کي ان ڪري ناجائز قرار ڏنو هو تہ جيئن بيگم نصرت ڀٽو کي شهيد ڀٽو جي ڪيس ۾ شاهد طور قبول نہ ڪيو وڃي.
- اسلامي نظرياتي ڪائونسل جي اڳوڻي ميمبر ضياءَ جي حدود آرڊيننس ۾ ڪيترن اسلامي فقرن کي غير اسلامي قرار ڏنو آهي جن ۾ عورت کي سنگسار ڪرڻ شامل آهي. هن جو چوڻ آهي تہ عورت تي غلط الزام هڻندڙ مرد اسلام مطابق سزا لائق آهي. عورت جي شاهدي کي صحيح قرار ڏيندي هو چوي ٿو تہ بيبي ذليخا جي حضرت يوسف خلاف شاهدي کي اسلام قبول ڪري ٿو.
- سو متان وساريو تہ ”ملان ملان مَ چئو، آهيڙي آهين. مرون سندي ماس تي ٿا ماٽڪ متائين. اهڙا ئي آهين لعنتي لطيف چئي“.

آڪٽوبر 2006ع

متان وساريو تہ

- ايندڙ چنچر 21 آڪٽوبر تي هندن جي عيد "ڏياري" ملهائي ويندي.
- ۽ ان کان ٻئي يا ٽئي ڏينهن تي مسلمان عيد الفطر ملهائيندا.
- ڪو زمانو هو جو سنڌ ۾ رڳو هندو رهندا هئا. ان ڪانپوءِ اسلام آيو تہ سنڌ ۾ هندن سان گڏ مسلمان بہ رهڻ لڳا. البت ان زماني ۾ هندو جاتيءَ سان تعلق رکندڙ ٻڌ ڌرم جا ماڻهو گهڻا هوندا هئا.
- جيئن تہ ڌرتي ساڳي هئي، سنڌو درياءُ ساڳيو هو، ٻولي ۽ نسل ساڳيو هو، جاگرافي ساڳي هئي ۽ تاريخ بہ گهڻو ڪري مختلف نہ هئي، ان ڪري مذهبن جي تبديليءَ سان سنڌ جي ڪلچر تي گهڻو فرق نہ پيو.
- پر پوءِ بہ هندو، هندو هئا ۽ مسلمان، مسلمان هئا. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ اهي اٿين پاڻ ۾ نہ وڙهندا ها جيئن اڄ ڪلهہ سني ۽ شيعا، سنڌي ۽ مهاجر پٺاڻ ۽ مهاجر يا بلوچ ۽ پٺاڻ ڪوئيٽا ۾ وڙهندا آهن.
- هندو_ مسلم ڀائيچاري ڪي سنڌ جي صوفين اهڙي ثقافتي ڳنڍ ڏئي ڇڏي هئي جيڪا وقت گذرڻ سان پيچجي اهڙي پڪي ٿي وئي آهي، جو هاڻي ڪنهن کان بہ نہ ٿي کلي.
- ٺٽي شهر جي پورن داس مندر (جنهن ۾ بابا گرونانڪ جي برهمچاري پٽ بابا سري چندي جي مورتي رکيل آهي. ان جو جهنڊو پاڪ تڏهن لهندو ۽ چڙهندو آهي جڏهن فقير جي ڳوٺ وارا مسلمان چڱا مڙس ان تقريب ۾ شريڪ ٿيندا آهن.
- صدين کان وٺي سنڌي مسلمان عيد برات تي هندن کي مبارڪون ڏين ۽ پيٽ ڀاٽ ڪارائين جڏهن تہ هندو سنڌي پڻ پنهنجن ڌرمي ڏڻن تي مسلمانن کي پاڻرن وانگي شريڪ ڪن.
- ان عظيم تهذيب ۽ ڪلچر جا اڏيندڙ ننڍي کنڊ جا اهي سرموڙ صوفي بزرگ هئا جن کي پنهنجي دور ۾ ايتري همت هئي جو چئي سگهندا هئا تہ "هندو، مومن ناهيان، ووپارا جوئي آهيان، سوئي آهيان!!"
- **سو متان وساريو تہ** اتر لڳڻ واري مند ۾ پٺائي ڇيو هو تہ "ڏٺي ڏياري، سامونڊين سڙهہ سنياهيا_ ان کي مند اتر جي، اوچتي آٽي — وڻجارن وائي، آهي پرئين پار جي".

آڪٽوبر 2006ع

متان وساريو تہ

- هڪ اخباري خبر مطابق ديوار چين سان مشابهت رکندڙ سنڌ جي وڏي ۾ وڏي پٿر جي قلعي رني ڪوٽ جي مرمت جو ڪم ميار لاهڻ واري انداز سان ڪيو ويو آهي جنهن ڪري ان قومي ورثي واري ماڳ جي شڪل ئي ڦري وئي آهي.
- قديم ۽ تاريخي ورثي وارن ماڳن جي حفاظت اهڙي خبرداري سان ڪبي آهي جو انهن جو ڏيک متاثر نہ ٿئي. پر مهين جي دڙي جو اسٽوپا هن وقت جيڪو ڏيک ڏئي رهيو آهي سا ان جي اصل شڪل ڪانہ هئي. ساڳي طرح مهين جي دڙي جو هڪ حصو جنهن ۾ ڊگهيون ۽ شاهي عمارتون هيون (ڊي ڪي ايريا) ان کي مٽيءَ سان لَٽي ان جو حليو پڻ بگاڙيو ويو آهي.
- تاريخي ۽ ثقافتي يادگارن، عمارتن ۽ شين کي محفوظ ڪرڻ ۽ انهن جي مرمت ڪرڻ لاءِ هڪ بين الاقوامي پئمانو طئي ٿيل آهي جنهن کي "وينس چارٽر"ڪوٺيندا آهن. چون ٿا تہ رني ڪوٽ جي مرمت ان چارٽر مطابق نہ ٿي آهي.
- قومي ۽ عالمي ورثي وارن ماڳن ۽ ڪنڊرن جي حفاظت جو ڪم يا تہ وفاقي قديم آثارن وارو ڪاتو ڪرائيندو آهي يا صوبائي ثقافت کاتو اهڙي ذميواري پوري ڪندو آهي. رني ڪوٽ وري جيئن تہ دادو ضلعي ۾ آهي، ان ڪري ڊسٽرڪٽ گورنمينٽ، دادو پڻ اهڙي ڪم ۾ هٿ وجهي سگهي ٿي.
- پاڪستان جي پهرين 25 سالن دوران اسلام آباد ۾ ويٺل قديم آثارن جي وفاقي کاتي جي عملدارن جنهن سرد مهريءَ سان ملڪ جي ماضي وارن نشانن جي سنڀال پئي لڌي، ان تي ماهرن ۽ قومي پريس هميشہ عدم اعتماد جو اظهار پئي ڪيو.
- ان ڪري سترواري ڏهاڪي ۾ ڀٽي حڪومت خاص ڪري مهين جي دڙي واري عالمي ورثي واري ماڳ کي بچائڻ لاءِ هڪ اٿارٽي جوڙي جنهن جو سربراهہ جسٽس نانا کي مقرر ڪيو.
- ڀٽي صاحب جي حڪومت ختم ٿيڻ کانپوءِ جنرل ضياءُ الحق ان اٿارٽيءَ جي چارج جسٽس عبدالقادر شيخ جي حوالي ڪئي جنهن جو اهو قول مشهور ٿي وُيو تہ "جس چيز کو خدا تعاليٰ ني غرق کيا هي، ان کو

انسان کيا بچا سکتا هي“.

- ان کان پوءِ جڏهن ميان نواز شريف جي حڪومت آئي تہ هن اها اٿارٽي ٺئي 30 سيپٽمبر 1997ع تي ختم ڪري ڇڏي تہ جيئن ”نہ رهي بانس اور نہ بجي بانسري“.
- هن دور ۾ وري وفاقي حڪومت هڪ نئون راڳ آلاپڻ شروع ڪيو. ڇي هر صوبو پنهنجي ثقافتي ورثي جي پاڻ حفاظت ڪري. اهڙي طرح پنجاب حڪومت پنهنجا قديم آثار ۽ تاريخي ماڳ وٺي ڇڏيا پر سنڌ صوبي اڃا پنهنجا ماڳ وفاق کان نہ ورتا آهن.
- سنڌ صوبي لاءِ بہ مسئلا آهن. هڪ تہ وفاق ان کي اوترا پئسا نہ ٿو ڏئي جنهن سان سنڌ ۾ هزارن جي تعداد ۾ تاريخي ماڳن جي سنڀال ڪئي وڃي. ۽ ٻيو سنڌ ۾ عالمي ورثي وارا جيڪي ماڳ آهن اهي صوبو وفاق وٽ رکڻ گهري ٿو تہ جيئن گڏيل قومن جي مدد سان انهن جي حفاظت ڪري سگهجي.
- ان صورتحال سبب هن وقت سنڌ جي قومي، ثقافتي ۽ تاريخي ماڳن مڪانن جو ڪو بہ وارث ڪونهي، ان ڪري انهن لاوارث دڙن کي ڪي زميندار بلڊوز ڪري اتي فصل پوکي رهيا آهن، ڪي ماڻهو ڪوڏرن سان کوٽي انهن ماڳن مان سون ۽ چانديءَ جي ڇنتا سبب تباهي مچائي رهيا آهن ۽ساموندي ڪناري وارن ماڳن کي سمنڊ جون ڇوليون آهستي آهستي نابود ڪري رهيون آهن.
- جڏهن کان ملڪ ۾ مڪاني ادارن جو نظام نافذ ٿيو آهي تہ ڪيترائي مقامي ناظم ۽ نائب ناظم مطالبا ڪري رهيا آهن تہ سندن حدن ۾ موجود سنڌ جا تاريخ ماڳ ضلعي، تعلقي ۽ يونين ڪائونسل وارين حڪومتن جي حوالي ڪيا وڃن.
- سو متان وساريو تہ ايئن بہ ٿي سگهي ٿو تہ گڏيل قومن جي اداري يونيسڪو طرفان عالمي ورثو قرار ڏنل عظيم سنڌو تهذيب جي گادي واري شهر مهين جي دڙي وارا ڪنڊر يونين ڪائونسل بگي جي حوالي ڪيا وڃن جنهن جي بجيٽ ”بگي“ نالي وڏي ڳوٺ يا ننڍڙي شهر کي بہ هلائي نہ ٿي سگهي.

آڪٽوبر 2006ع

متان وساريو ته

- هڪ جرمن سياح جيڪو ٻه پيري سائيڪل تي سڄي دنيا جو سفرُ ڪري ڪراچي پهتو هو ان هڪ انٽرويو ۾ چيو هو ته مونکي سفر دوران نه شينهن کان پوءِ ٿيو ۽ نه ڏاڙيلن جو خوف ٿيو. منهنجي لاءِ سڀ کان خوفناڪ ٻه شيون هيون: هڪ مڇر ۽ ٻي مَکِ.
- مڇران ڪري خطرناڪ آهي ڇاڪاڻ ته هڪ ماڻهوءَ جي ماس ۾ پنهنجي وات واري سئي ٹُنبائي ساڳي سئي جڏهن ٻئي ماڻهوءَ جي جسم ۾ کوڙي ٿو ته اڳئين ماڻهوءَ جي جسم وارو وائرس ٻئي ماڻهوءَ ۾ داخل ٿي وڃي ٿو.
- ان ڪري اڄڪلهه دنيا جون عام بيماريون ۽ خاص ڪري لاعلاج بيماريون جهڙوڪ جيئري جي ڪئنسر (هيپٽائيٽس بِي) ۽ ايڊس وغيره هڪ ته مڇر ماڻهن ۾ پکيڙي ٿو ۽ ٻيا اهي نام نهاد ڊاڪٽر ڦهلائين ٿا جيڪي ساڳي سئي پاڻيءَ سان ڌوئي يا پاڻيءَ ۾ ڪاڙهي سيني مريضن کي هڻن ٿا.
- ان کان علاوه مڇر جي ڏنگ ۾ مليريا جو جيوڙو آهي جيڪو تِري کي وڌائي ٿو جنهن جي وڌڻ سان ٻه جيئري جي ڪئنسر ٿئي ٿي.
- مڇر بيٺل پاڻيءَ ۾ پئدا ٿئي ٿو ۽ سنڌ، جتي درياهي ٻوڏون ٿينديون آهن ۽ سارين جي پوکي ٿيندي آهي جيڪا ٻين فصلن کان سنوڻو پاڻي کڻي ٿي اتي مڇر جي موجودگي اڻ ٽر آهي.
- اونهاري ۾ سنڌ جي ٻهراڙي جا ماڻهو آسمان هيٺان سمهي وڏي آواز سان ڪوڪرا ڪندا آهن ته ”آءُ ڏکڻ ڏيهي، پيچ مڇرن جي پيهي“.
- پر هاڻي ته ڏکڻ جي هوا لڳڻ واري مند پڄاڻي کي پهتي آهي، ان ڪري مڇر کي مارڻ لاءِ دونهيون ڪجن. مهارا تنگجن يا وري حڪومت هوائي جهازن سان مڇرن سارڻ وارا ڦوهارا ڪرائي جيئن فيلڊ مارشل جنرل محمد ايوب خان جي حڪومت ۾ ڪيو ويندو هو.
- هن وقت مڇرن خلاف ڪنهن ڪارروائي نه ڪرڻ جو نتيجو اهو نڪتو آهي جو سنڌ ۾ ”ڊينگو وائرس“ پکڙيو آهي جيڪو پنجن ڇهن ڏينهن اندر ماڻهوءَ کي خون ڪري ڇڏي ٿو.
- ٻهراڙيون ته ڇڏيو پر ڪراچي جهڙي شهر ۾ ان خوني وائرس الائي ته ڪيتريون معصوم جانيون برباد ڪيون آهن جن جو حساب سنڌ صحت

ڪاتو ان ڪري نہ ٿو لڳائي جو دنيا ۾ ڪي پوءِ ڪهڙو منهن ڏيکاريندو باقي ڪراچي جي سٽي گورنمينٽ پاڪستان جي هن بين الاقوامي شهر ۾ مڇرن مارڻ جو مهم هلائڻ ۾ جيڪا ناڪامي حاصل ڪئي آهي ان لاءِ ڪائنس پڇڻ وارو ڪو بہ ناهي.

- ۽ مَکِ، انسان جو ان ڪري ازلي دشمن آهي ڇاڪاڻ تہ اها انسان جي خارج ڪيل غلاظت تي ويهي وري انهيءَ مانيءَ تي اچي ويهندي آهي، جيڪو ماڻهو ڪائيندو آهي. ان سان هيپٽائيٽس جي بيماري ٿيندي آهي، جنهن کي جيئري جي ڪئنس چئبو آهي.
- چيني انقلاب جي باني مائوزي تنگ پنهنجن ماڻهن کي هڪ مرحلي تي حڪم ڪيو هو تہ هر ماڻهو هڪ مَک ۽ هڪ مڇر کي ماري. ان جو نتيجو اهو نڪتو جو چين، مک ۽ مڇر کان آجو ٿي ويو، باقي آمريڪا ۽ يورپ ۾ تہ مک يا مڇر کو ماڻهو ڏيکاري تہ ان کي "پئسا واپس".
- سومتان وساريو تہ حڪومت جو تہ آسرو پورو سارو آهي ۽ چوندا آهن تہ "حاڪمين ۽ حڪيمن خدا نہ ڪنهن جو ڪم وجهي"، باقي قدرت سنڌ تي مهربان ٿي پوي ۽ ڇوٽ اتر لڳڻ شروع ٿي وڃن تہ هوند "ڊينگو وائرس" سميت مڇر ۽ مکيون هڪ لمحي ۾ نابود ٿي وڃن، ڇنون ختم ٿي وڃن ۽ سنڌ کوهہِ مري ٿي وڃي.

آڪٽوبر 2006ع

متان وساريو تہ
"اوڌر جي ماءُ" اڄا مئي ناهي، جيئري آهي، اوهان کي جيتري اوڌر کپي ملي ويندي شرط اهو آهي تہ وقت سر اوڌر لاهڻ جي چنتا ڪئي وڃي نہ تہ پوءِ سڄي عمر سورن ۾ گذرندي.
سنڌيءَ جي هڪ چوڻي آهي تہ "قرض جي ڪائنچ ڪان گوڏ يلي آهي" سو قرض واقعي مرض آهي، جو "پنڌ ڪرڻ سان گُهندو آهي ۽ قرض ڏيڻ سان مڪندو آهي" پر جي "ڏيڻ" جي طاقت هجي تہ "ونجي" چو؟
قرض ماڻهو مجبوريءَ وچان کڻي ٿو جو غريب آهي ۽ پوءِ غربت سبب قرض لاهي نہ ٿو سگهي جنهن ڪري قرضي ٿي مري وڃي ٿو ۽ هن جي تڏي تي ايندڙ قرضدار رحمدليءَ جو مظاهرو ڪري فوتيءَ جي قرض معاف ڪرڻ جو اعلان ڪندا آهن.
اها ٻي ڳالهہ آهي تہ اها رحمدلي قرضدار فوتيءَ جي حياتيءَ ۾ ڪري ها ۽ هن کي آسان قسطن تي قرض ڏئي ها تہ هوند مرڻ کان پوءِ تہ گهٽ ۾ گهٽ غريب بيعزتي کان بچي وڃي ها پر "اوڌر جي ماءُ" وڏي ظالم قوت آهي جيڪا نہ مري ٿي ۽ نہ مَنجو ٿي ڇڏي جنهن ڪري دنيا جو وڏو حصو غربت جي گهاڻي ۾ پيڙجي رهيو آهي.
"اوڌر جي ماءُ" جو هن جديد دنيا ۾ نئون نالو آهي "آءِ ايم ايف" ۽ "ورلڊ بئنڪ". ايشين ڊولپمينٽ بئنڪ ۽ دنيا جون ٻيون قرض ڏيندڙ ننڍيون وڏيون بئنڪون "اوڌر جي ماءُ" جون مائٽياڻيون آهن.
جديد دنيا جي "اوڌر واري ماءُ" جي قهري ڪارروائين سبب ٽين دنيا جا نوان ڄمندڙ ٻار پڻ لکين ڊالرن جا قرضي ٿي پيا آهن ۽ جيڪي ٻار اڃا ماءُ جي پيٽ ۾ آهن انهن جي اڪائونٽ ۾ هزارين ڊالرن جو قرض اڳواٽ لکجي چڪو آهي.
ان جو وڏو ڪارڻ اهو آهي تہ جديد دنيا جي "اوڌر واري ماءُ"، اوڌر گڏيل وياج تي ڏئي رهي آهي جنهن ڪري ڪيترا ٽين دنيا جا ملڪ "اوڌر جي ماءُ" کان نئين اوڌر ان ڪري وٺن ٿا تہ جيئن اڳواٽ ورتل اوڌر جي قسط ادا ڪري سگهن.
اهڙي طرح فرد، ادارا ۽ رياستون "اوڌر جي ماءُ" پاران وڇايل ڪوريئڙي جي اهڙي ڄار ۾ ڦاسي پون ٿا جتي جيترو ڦٿڪن ٿا اوترو ڦاسن ٿا ۽ ان وچ ۾ سندس قومي غيرت ۽ قومي خودمختياري ختم ٿي وڃي ٿي ۽ بين الاقوامي غلامي واري ڄار ۾ چوڪنيا ٽنگجي پون ٿا ۽ متانئن "اوڌر جي ماءُ" ڏائڻ وانگي رت لڳل ڏائون ڪڍي چسي ڪِل ڪِلي ٿي.

متان وساريو

سنڌ جي سينئر ڪهاڻيڪار سوڀي گيانچندڻيءَ 1939ع ۾ ”اڌائي رپيا“ جي عنوان سان هڪ ڪهاڻي لکي هئي جيڪا اُن زماني جي ”سنسار سماچار“ رسالي ۾ ڇپي هئي جنهن ۾ پاڪستان ٺهڻ کان اڳ سنڌ ۾ وياج خور هندن هٿان اڌائي رپيا قرض کڻندڙ غريب عوام جي حالت زار جو نقشو چٽيل هو. هاڻي لڳي ٿو ته اجا اهو زمانو چڱو هو ڇاڪاڻ ته واڻيا سَوَ رپين تي سال ۾ ٽي سو رپيا وياج وٺندا هئا پر هاڻي وياج خور مسلمان سَوَ رپين تي سال ۾ هزارين رپيا وياج وٺن ٿا.

سو متان وساريو ته ”اوڌر جي ماءُ“ مئي ناهي، جيئري آهي ۽ اها قيامت جا ڏنڍا ويڙهيندي تيستائين جن فردن، ادارن، قومن ۽ رياستن پاڻ نه سنڀاليو تن جي هٿن ۾ ڪِشتا هوندا ۽ پاڻ کي ”اوڌر جي ماءُ“ واري دڪان جي ٻاهرين در تي پنندي ڏسندا.

22_09_2006

متان وساريو تہ

- اتر لڳڻ سان جيئن ئي سنڌ جي موسم بدلي آهي تيئن ئي پاڪستان جي سياسي موسم ۾ پڻ تبديلي اچڻ لڳي آهي.
- پاڪستان ۾ رمضان شريف جي جمعتہ الوداع واري مقدس ڏڻ تي آمريڪا جي گادي واري شهر ۾ آمريڪي پرڏيهي وزارت مسلم دنيا جي برک عورتن جي مانَ ۾ آجياڻو ڏنو جنهن جي خاص خصوصيت اها هئي تہ اتي محترما بينظير ڀٽي جو انساني قد جيڏو فوٽو هنيوويو چاڪاڻ تہ هوءَ پهرين مسلم عورت وزير اعظم بڻي هئي.
- ”عشق، جنگ ۽ سياست ۾ سڀ ڪجهہ روا“ هئڻ واري ٿيوري تحت محترما جي والد محترم ڪي شهيد ڪرائيندڙ قوت ۽ پاڻ کي بہ دفعا اقتدار تان هٽائڻ جو ڪارنامو سرانجام ڏيندڙ عالمي طاقت هاڻي متس مهربان ٿيڻ لڳي آهي.
- اهڙي سياسي تبديليءَ جون علامتون صدر پاڪستان جنرل پرويز مشرف جي آمريڪا واري دوري ڪانپوءِ واضح طور ظاهر ٿيڻ لڳيون آهن. جنهن کان پوءِ چون ٿا تہ پاڪستان حڪومت محترما ۽ سندس ورجا نالا انٽر پول واري لسٽ تان لهرائي ڇڏيا .آهن.
- ميان نواز شريف ۽ محترما بينظير ڀٽي چوندن کان اڳ پاڪستان اچڻ جو آخري فيصلو ڪري ڇڏيو آهي، جڏهن تہ صدر جنرل پرويز مشرف اقتدار نہ ڇڏڻ جو پڻ آخري فيصلو ڪري ڇڏيو آهي ۽ چوڻ وارا چون ٿا تہ آمريڪا اهڙين ”ناممڪنات“ کي ”ممڪن“ بنائڻ جو پڻ آخري فيصلوڪري ڇڏيو آهي.
- هوڏانهن هڪڙي حڪومتي ڌر جو پتو ڪٽجي رهيو آهي جنهن بابت ڪافي عرصو اڳ پير صاحبُ پاڳاري هڪ بيان ۾ چيو هو تہ ”پاڪستان ۾ پاڪيون تڪيون ٿي رهيون آهن“.
- هونئن تہ سياسي شطرنج تي اڄڪلهہ انوکا داءَ لڳي رهيا آهن ۽ ماضيءَ جو تجربو پڻ ٻڌائي ٿو تہ حڪومتن جي مٽا سٽا جي باوجود صورتحال پٽائي جي ان سٽ واري هوندي آهي تہ ”ڏکي توءِ ڏڪار“ توٽي وسن مينهڙا“. پر اها بہ حقيقت آهي تہ سنڌ کي پ پ دور ۾ ئي ڪجهہ نہ ڪجهہ فائدو نصيب ٿيندو آهي.
- لياقت علي خان پاڪستان ۾ مهاجرن کي آباد ڪيو، ايوب خان پٺاڻن

ڪي مضبوط ڪيو. الطاف حسين مهاجرن کي اقتدار وٺي ڏنو. پنجابي وزيراعظم ميان نواز شريف ”جيئي پنجاب“ ڪري ڇڏيو ۽ پٽي صاحب سنڌين کي ڪراچيءَ ۾ آندو.

- پر هن ملڪ ۾ ڪي اهڙا سياڻا ماڻهو به آهن جيڪي اقتدار جي اصل ڏر کي سوگهو جهلي ويهي رهندا آهن ۽ ان حوالي سان چئن ته ”وتائي وارو اڳ هٽي ويهندا آهن.“ جتان هر اقتدار وارو اچي گذرندو آهي ۽ انهن کي ساڻ ڪري هلندو آهي.
- سو متان وساريو ته قومپرست ۽ ڪميونسٽ ڏاڍا سٺا ماڻهو آهن پر ڪين عوام ان ڪري ووٽ نه ٿو ڏئي چاڪاڻ ته ماڻهن کي خبر آهي ته انهن جو اقتدار ۾ اچڻ اهڙي ”ناممڪنات“ آهي جنهن کي ”ممڪن“ بنائڻ جو ان عالمي طاقت اجا فيصلو نه ڪيو آهي جيڪا هر نئين دور ۾ دنيا جي ملڪن جا نوان نقشا ٺاهيندي آهي.

آچر 22 آڪٽوبر 2006ع

متان وساريو تہ

- پنجاب کان سنڌ جي حصي جو درياھي پاڻي وٺڻ سڀ کان اھم ۽ سڀ کان ڏکيو ڪم آھي جنھن ڪي سرانجام ڏيڻ سنڌي قوم جي جملي ذھانت، عقل ۽ فھم جي آزمائش آھي.
- پنجاب ۽ سنڌ وچ ۾ سنڌ درياھ جي پاڻي واري مامري تي اختلاف ۽ جھيڙي جي تاريخ ڏيڍ سئو ورهيہ پراڻي آهي، جنھن دوران ڪيترائي ٺاھ ٿيا آھن، جن تان پنجاب ڦري ويو آهي ۽ نہ رڳو سنڌ جي پاڻي جي چوري ڪئي اٿس پر سنڌ سان سينا زوري پڻ ڪئي وئي آهي.
- پاڪستان ٺھڻ کان اڳ 1945ع ۾ انگريزن پاران ٻنھي رياستن وچ ۾ ڪرايل ٺاھ کان وٺي 1991 واري پاڻي ٺاھ تائين سنڌ سان ڪيل واعدا وفا نہ ڪيا ويا آهن. جنھن ڪري ٻنھي صوبن وچ ۾ بي اعتمادي پيدا ٿي آهي. جنھنڪري ڪيترن ماهرن جو خيال آهي تہ هاڻي ڪانپوءِ ٻنھي صوبن وچ ۾ ٻيو ڪو بہ پاڻي جو ٺاھ نہ ٿي سگھندو.
- انڊس رور سسٽم اٿارٽي (ارسا) جي نئين سنڌي چيئرمين محمد خان ميمڻ تازو جيڪي انڪشاف ڪيا آهن تہ غلام مصطفي کر ۽ فاروق لغاري جا چينل سنڌوءَ مان پاڻي ڪٽي رهيا آهن. ان تيَ سنڌي اخبارن ڪانس مطالبو ڪيو آهي تہ هو پاڻي جي اها چوري بند ڪرائي پر اهو ڪم ارسا جي چيئرمين کان ڳرو آهي ان ڪري هن استعيفيٰ ڏيڻ جي پڻ ڳالھ ڪئي آهي.
- پنجاب کان سنڌ جي جائز حصي وارودرياهي پاڻي حاصل ڪرڻ لاءِ حڪومتي ڌر سان گڏ سول سوسائٽي کي بہ پنھنجو ڪو ڪردار نڀائڻ گھرجي ۽ اي اين جي عباسي، عبدالمجيد قاضي، ادريس راجپوت، سيد قمرالزمان شاھ، ايم ايڇ پنھور، ابرار قاضي ۽ ٻين ماهر ماڻھن ۽ سياستدانن جي گڏيل ڪاميٽي ٺاهي پنجاب جي آبادگارن ۽ عوام سان سڌو رابطو ڪيو وڃي ۽ کين سنڌ جي ڪيس کان آگاھ ڪيو وڃي.
- سنڌ جو پاڻي ۾ پساھ آهي انڪري اهڙي اهم معاملي تي نہ سياست ڪرڻ گھرجي نہ ماتمي ڪلچر تي ڀاڙي رڳو"گھوڙا گھوڙا" ڪري ويهي رهجي، نہ جنگ جو سوچڻ گھرجي ۽ نہ پاڻي ڏئي امن حاصل ڪرڻ واري حڪمت عملي اختيار ڪئي وڃي، ان کي زندگي ۽ موت جومسئلو تصور ڪرڻ گھرجي. .

- ان حوالي سان پرديهه ۾ رهندڙ سنڌين جون ٻي تنظيمون عالمي ماحولياتي ايجنسين ۽ گڏيل قومن جي انساني حقن وارين تنظيمن کان سنڌ لاءِ سهڪار حاصل ڪري سگهن ٿيون.
- وفاقي حاڪم ان خيال جا آهن ته سنڌ ۾ ڪينال، واهه، واهڙ ۽ شاخون پڪيون ڪيون وينديون ته سنڌ جي اڄ ٿورڙي پاڻي سان به لهي ويندي، اها ڳالهه پنهنجي جاءِ تي پلي صحيح هجي پر زير زمين پاڻي جا ذخيره ڪيئن جمع ٿيندا. جيڪڏهن سيئي شاخون پڪيون ٿي وينديون.
- سنڌ جي جر ۾ صرف 15 سيڪڙو مٺو پاڻي آهي جڏهن ته پنجاب ۾ زير زمين مٺو پاڻي 80 سيڪڙو آهي. سنڌ ۾ کاري پاڻي جو عالم اهو آهي ته درياهه جي ساڄي ڪناري تي موجود مهين جي دڙي وارن کنڊرن کي بچائڻ لاءِ يونيسڪو ماسٽر پلان هيٺ 27 ٽيوب ويل هنيا ويا ته انهن مان 25 ٽيوب ويل ٻاڙا نڪتا.
- سنڌ جي زراعت ٿوڙي انساني آبادي ۽ چرند پرند لاءِ پيئڻ جي پاڻي حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ سنڌو جي پڇاڙ ۾ انڊس ڊيلٽا لاءِ ڪوٽڙي بيراج کان هيٺ پاڻي حاصل ڪرڻ کي سڀ کان پهرين اوليت ڏيڻ گهرجي اهو مامرو وتائي فقير وارو اڳ هٽڻ جي برابر آهي ۽ ايترو اهم آهي.
- سو متان وساريو ته سنڌي قوم پنهنجي تاريخ ۾ جيڪڏهن ڪا وڏي ڪامراني ڪئي آهي ته اها پاڻي جي ڪيس وڙهڻ جي صورت ۾ سر انجام ڏني وئي آهي. جنهن لاءِ مرحوم شير محمد بلوچ ۽ عبدالرسول ميمڻ جي ماهراڻين ڪاوشن کي وساري نه ٿوسگهجي.

01_11_2006

مٺا وساريو ته

- ترقي، خوشحالي ۽ جديد ڪلچر جي لحاظ کان سنڌ ۽ پنجاب ۾ رات ڏينهن جيڪو فرق آهي
- پنجاب سرحد جي لڳو لڳ پنجاب جي شهرن صادق آباد ۽ رحيم يار خان ۾ عورتون عام رستن تي موٽر سائيڪل هلائيندڙيون آهن، جڏهن ته سنڌ جي گادي واري هنڌ ڪراچيءَ (جيڪو دنيا جي وڏن شهرن مان هڪ آهي ۽ پاڪستان جو وڏي ۾ وڏو شهر آهي) ۾ عورتون ايترو جدت پسند ناهن جو عام رستن تي موٽر سائيڪل هلائين.
- هندستان جي ممبئي شهر ۾ ذري گهٽ پنجاهه سيڪڙو موٽر سائيڪلن جا سوار عورتون هونديون آهن.
- هندستان جي هڪ برک صحافي ۽ ليکڪ ايم جي اڪبر ڪجهه سال اڳ پنهنجي هڪ ڪتاب ۾ لکيو هو ته هندستان جيڪڏهن ٽين دنيا جو ملڪ آهي ته اوير پنجاب پي دنيا جو علائقو آهي.
- پنجاب کي ڪيترائي قدرتي فائدا آهن ۽ وري پاڪستان جي پهرين پنجابي وزير اعظم ميان نواز شريف پڻ ان کي مثالي ترقي ڏني. جڏهن ته پاڪستان جي 59 سالن مان 24 سالن جي مارشلائي دور ۾ صرف پنجاب ئي ترقي ڪئي.
- پنجاب سمنڊ جي سطح کان مٿانهون علائقو آهي، جنهن ڪري ان جون زرعي زمينون گهٽ ڪري سم ۽ ڪلر جي آزار کان بچيل آهن. جنهن ڪري ان جي زرعي پئداوار تمام گهڻي آهي.
- سنڌ هيٺانهون علائقو آهي جنهن جو لاڙ ۽ انڊس ڊيلٽا ته سمنڊ جي سطح کان چند انچ مٿي آهن ۽ سامونڊي ڪناري تي هجڻ ڪري سامونڊي ويرن جو سدائين شڪار رهن ٿا. ٻيو پنجاب ۽ اتر پاڪستان توڙي بلوچستان جي سم جو پاڻي آر بي او ڊي ۽ ايل بي او ڊي ذريعي سنڌ جي زمينن ۾ جمع ٿئي ٿو. جنهن ڪري هتان جون زمينون ايترو پڙپانگ تي رهيون آهن.
- پنجاب جي آبادي پاڪستان جي باقي ٽن صوبن جي گڏيل آباديءَ کان به سرس آهي. ان کي زير زمين 80 سيڪڙو مٺو پاڻي آهي. جڏهن ته سنڌ جو زير زمين مٺو پاڻي صرف 15 سيڪڙو آهي.
- ٻيو ته انگريزن جي دور کان وٺي پنجاب فوجي علائقو آهي، جنهن ڪري

ان کي SWORD IN HAND OF BRITAIN(برطانيا جي هٿ جي تلوار) ڪوٺيندا هئا. فوجي هئڻ ڪري پنجاب ۾ بي روزگاري گهٽ رهي آهي ۽ سياسي اهميت وڌيڪ رهي آهي.

- ڪامريڊ سوڀو چوندو آهي تہ ننڍي ڪنڊ جي ورهاڱي ۽ پاڪستان ٺهڻ کان اڳ ئي گڏيل هندستان جي ريلوائي کاتي ۾ پنجابين جي اڪثريت هوندي هئي ۽ ڪميونسٽ پارٽي مطالبا ڪندي هئي تہ سيني علائقن کي هڪ جيتريون نوڪريون ڏيو.
- پنجاب کي وڏي ۾ وڏو فائدو درياهي پاڻيءَ جو آهي. متئين آبادگار هئڻ ڪري ان جون زمينون اڳ ۾ آباد ٿين ٿيون ۽ پوءِ جي باقي پاڻي بچي ٿو تہ سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان ۾ آبادي ٿئي ٿي نہ تہ بس.
- انهن مڙني سببن جي ڪري سنڌ جا پنجاب سان اختلاف هر دور ۾ رهيا آهن باوجود ان جي تہ سنڌو ماٿري واري تهذيب جي ڪلچرل بيلٽ ۾ جيڪڏهن ڪي گڏ گڏ بہ صوبا آهن تہ اهي پنجاب ۽ سنڌ آهن جن ۾ وڏي ثقافتي هڪجهڙائي آهي. پنجابي اترادي ۽ سنڌي لاڙي ماڻهو آهن.
- سو متان وساريو تہ اها سنڌ جي تاريخي ۽ جاگرافيائي مجبوري آهي تہ جيڪڏهن ان کي سنڌو درياهہ جو پاڻي کپي تہ پوءِ ڳس رَس ڪائي بہ ان کي پنجاب سان گڏ رهڻو پوندو!!.

.02_11_2006

متان وساريو تہ

- سنڌ جا ڪيترا ثقافتي ماڳ سنڌ جي سرحدن کان ٻاهر ٻين صوبن جي انتظامي حدن ۾ موجود آهن، جن جي حفاظت ڪرڻ پڻ سنڌ حڪومت جو فرض آهي.
- ”لطيف جو لوڙهو“ نالي پيڙائيءَ جو هڪ تڪيو پنجاب جي سرحد اندر ٻہ ميل ڪوٽ سبزل واري علائقي ۾ سنڌ جي آخري ريلوي اسٽيشن نالي ”ريتي“ ۽ پنجاب جي پهرين ريلوي اسٽيشن نالي ”ڏانڊِي“ وچ ۾ واقع آهي.
- چون ٿا تہ پيڙائي صاحب جڏهن پنهنجي تڙ ڏاڏي شاهہ ڪريم جي مقبري ٺهرائڻ لاءِ ملتان مان ڪاشيءَ جون سِرون وٺڻ ويو هو تہ هن ان رستي تي سفر ڪيو هو ۽ ان سانگي ان جاءِ تي هڪ تڪيو قائم ڪيو هئائين.
- ” لنڊو پيڙو“ نالي ڳوٺ جي هڪ مشهور شخصيت مير احمّد پيڙي جي بنگلي لڳ واقع ٻن ايڪڙن تي ٻڌل ” لطيف جي لوڙهي“ ۾ هڪ ننڍڙي مسجد آهي جنهن جي گنبذ متان ڪاشيءَ جي اها اصلوڪي نيل (ناسي رنگ جي) لڳل آهي جيڪا ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي پيڙائي صاحب جي روضي ٺهرائڻ وقت (1754ع ۾) پٽ شاهہ واري مزار متان لڳرائي هئي.
- ان کان پوءِ جڏهن شهداد پور واري پيڙائي جي مريد پائي خان وساڻ 1940ع ڌاري ست فٽ ڏگهي سوني نيل پٽ شاهہ واري روضي متان چاڙهي هئي ۽ غلام شاهہ ڪلهوڙي واري ڪاشيءَ جي نيل لهرائي هئي، تہ اها پٽ شاهہ جي جمن فقير جوڻو ”لطيف جي لوڙهي“ واري تڪئي تي هڻڻ لاءِ ابراهيم فقير (پيڙو) کي ڏني هئي، جيڪو پنجاب جي علائقي سبزل ڪوٽ ۾ ڳوٺ لنڊو پيڙو جو رهاڪو هو.
- ان لحاظ کان ” لطيف جو لوڙهو“ سنڌ جو اهم ثقافتي ماڳ آهي جيڪو هن وقت پنجاب جي انتظامي سرحدن اندر آهي. سنڌ حڪومت يا تہ پاڻ اتي ميلو لڳرائي ۽ ٻيو ترقياتي ڪم ڪرائي يا بين الصوبائي ڪاتي جي سهڪار سان پنجاب سرڪار کي قائل ڪري تہ اهي هن ماڳ کي آباد ڪن.
- ”سسئي جي مزار“ ٻيو اهڙو اهم ثقافتي ماڳ آهي جنهن سان سنڌ جو سڌو تعلق آهي. هي ماڳ بلوچستان جي ضلعي لس ٻيلي، تعلقي

سونمياڻي ۾ ديهه "سنگهر پٽيون" ۾ موجود آهي. هتي هر سال سنڌ جي پنيور ۾ ٺٽي ضلعي جي ساڪري واري علائقي توڙي ڪراچيءَ جا سنڌي پروچ وڃي ميلو مچائين ٿا.

- سنڌ جي مانواري ليکڪا ج ـ ع ـ منگهاڻي جيڪا ڪجهه وقت سنڌي ادبي رسالي "سوجهرو" جي ايڊيٽر پڻ هئي ۾ ڇپائي جي پارکو هئڻ جي ناتي هن وقت لطيف جو رسالو ترتيب ڏئي رهي آهي ان جي والد محترم سسئي جي مزار تي هڪ مختصر روضو ٺهرايو هو. بلوچستان جي علائقي ۾ هن ماڳ تي سسئيءَ جون ڪيترين ئي زيارتون پڻ موجود آهن.
- اهڙي طرح بلوچستان ۾ هنگلاج ۾ لاهوت لامڪان پڻ اهڙا تيرٿ آهن جتي وڏي تعداد ۾ سنڌ جا صوفي فقير ياترا ڪرڻ وڃن ٿا پر اهي ڪي خالص سنڌ جا ماڳ ناهن. پوري ڏکڻ ايشيا جا مقدس مقامات آهن.
- ان سلسلي ۾ جيڪڏهن واسطيدار حڪومتي حلقا ڪوجنا ڪرائيندا ته صوبي سرحد ۾ پڻ سنڌ جا ثقافتي ماڳ ملي ويندا. اتي مهين جي دڙي واري دور جا "اندس سائيٽ" ته خير ڪافي آهن.
- سومتان وساريو ته سنڌ جو ڪلاسيڪل ڪلچر گهٽو ڪري سنڌ جي ٻهراڙين ۾ موجود آهي، پر جي سنڌ جي شهري ڪلچر کي اجاگر ڪرڻو آهي ته ان جي ابتدا مهين جي دڙي کان ڪرڻ گهرجي جيڪو دنيا جو پهرين ۾ سڀ کان وڌيڪ مهذب شهري ڪلچر آهي.

03_11_2006

متان وساريو تہ

- پڳت ڪنور رام جي آخري آرامگاهہ کي سندس هندو جاتيءَ جي مريدن ۽ عقيدتمندن پنهنجي ذاتي خرچ سان جيڪا ترقي وٺرائي آهي، ان جو مثال سنڌ ۾ ڪٿي بہ نہ ٿو ملي.
- ڏهرڪي لڳ رهڙڪي صاحب نالي اهو ماڳ آهي جتي پڳت ڪنورام شهيد دفن ٿيل آهي ۽ سندس مرشد سترام داس جو آخري آرام گاهہ آهي. تازو اتر سنڌ جي هندو پائرن اتي ياترِي عورتن ۽ ٻارڙن لاءِ هڪ پارڪ ٺهرائي آهي جيڪا پڻ ڏسڻ وٽان آهي.
- سائين سترام داس جي آخري آرام گاهہ ۽ مندر واري ڪامپليڪس ۽ عورتن توڙي ٻارڙن جي پارڪ وچ ۾ رهڙڪي شهر جو روڊ آهي جتي ٽرئفڪ جي رش ۽ گهما گهمي هوندي آهي. ان ڪري روڊ هيٺان زير زمين بہ "انڊر پاس" تعمير ڪيا ويا آهن تہ جيئن خاص ڪري عورتون ۽ ٻار مندر ۾ پوڄا پاٺ ڪري پارڪ ۾ تفريح لاءِ وڃن تہ ڪين شهر جي مصروف روڊ تان گذرڻو نہ پوي.
- ٿورو اتر ۾ امر شهيد پڳت ڪنور رام جو آخري آرامگاهہ آهي جنهن کي اڳي رڳو چوڌاري ڪوٽ ڏنل هوندو هو ۽ اندر معمولي اڏاوتن سان چند هندو بزرگن جون سماڌيون ۽ پڳت جي ڪچي تربت هوندي هئي. هاڻ اتي هڪ وسيع ڪامپليڪس تعمير ڪئي وئي آهي.
- ان ڪامپليڪس اندر سرسنگيت جي هن امر ڪردار جي تربت تہ اها ئي ڪچي آهي جنهن تي سنگمرمر جي ڪتبي کان علاوه ڪچي مٽيءَ جا چند ڦوڙهہ رکيل آهن، پراوسي پاسي ۾ پيا انيڪ لقاءَ، زيارتون، گنگا جل جو حوض وغيره تعمير ڪيا ويا آهن.
- پڳت جي مرشد سائين سترام داس جي مندر ۾ پڳت ڪنور رام جا جيڪي حال ڏاڍا محفوظ طريقي سان رکي آرڪائيوز ٺاهيا ويا آهن انهن جو مثال پٽ شاهہ تي بہ نہ ٿو ملي.
- پڳت ڪنورام جنهن چنل ڪٽ تي ويهندو هو سا هڪ خوبصورت شيشي جي فريم ۾ نمائش لاءِ رکيل آهي. هو راڳ ڳائڻ مهل پيرن ۾ جيڪي چيرون ٻڌندو هو، جيڪو اڇي ڪپڙي جو لباس پائيندو هو، جيڪي ساز وڄائيندو هو ۽ جنهن ڪٽولي تي گهر ۾ ويهندو هو سو شاندار شيشي جي فريمن ۾ بند ڪري ياترين جي زيارت لاءِ رکيون ويون آهن.

- رهڙڪي دربار تي چوويھہ ئي ڪلاڪ لنگر هلي رهيو آهي ۽ ڪن خاص موقعن تي خاص پروگرام ترتيب ڏنا وڃن ٿا.
- رهڙڪي ۾ عورتن لاءِ الڳ ۽ مردن لاءِ الڳ اٽڻ ويهڻ جون جايون ٺاهيون ويون آهن. جڏهن تہ پيٽ شاهہ تي ڪافي تعداد ۾ اهڙي سهولت نہ هئڻ سبب صبح ڪراڙ ڍنڍ جي ڪناري تي ماڻهن جون قطارون نظر اينديون آهن، جيڪي پيشاب ڪري رهيا هوندا آهن.
- سومتان وساريو تہ حڪومت تي پاڙڻ سبب پيٽ شاهہ تي اونداهہ آهي ۽ پنهنجي ڪيسي مان خرچ ڪرڻ جي نتيجي ۾ رهڙڪي صاحب واري دربار آباد ٿي وئي آهي جنهن تي هڪ اندازي مطابق ڏهہ ڪروڙ روپيا خرچ ڪيا ويا آهن.

04_11_2006

مٺاڻ وسارينءِ

انور پيرزادو

TITLE BY: SHAFI PIRZADO

# انور پيرزادي جا سدا بهار ويچار

- منهنجي وس ۾ هجي تہ سڄي دنيا کي سنڌ ٻڌائي ڇڏيان.
- حسن عشق جي ڪائنات جو جڻ سچ آهي ۽ انهي ءَ سچ جي شعاع جا ترورا محبوب جا ماٿا آهن. هن جو رسڻ سچ. گرهڻ، هن جي منهن. موڙ چنڊ گرهڻ، هن جي مرڪ جڻ ڪنوڻ ۽ هن جو پرچڻ سر سارنگ آهي.
- اڄ اسان وٽ عورت جي جيڪا بيعزتي ٿئي ٿي سامهين جي دڙي واري ءَ سنڌو تهذيب جي زوال جو تسلسل آهي.
- ٿَر سنڌو تهذيب جو جيئرو جاڳندو ميوزم آهي.
- ڀٽائي سنڌ جو انسائيڪلوپيڊيا آهي. ڀٽائي پڙهڻ سنڌي سکڻ آهي.
- علم فيلڊ ۾ آهي، لائبريرن ۾ ڪتاب هوندا آهن.
- انٽرنيٽ اڄ جي دنيا جو عالمي دماغ آهي. سنڌ جي حقن لاءِ انٽرنيٽ واري مورچي تان جدوجهد ڪرڻ گهرجي.
- ڀٽائي جو فنا وارو فڪر اهو فلسفو آهي، جيڪو ماري مڇ ڪيل من مان ڦٽي نڪري ٿو. اُن دماغ ۽ شعور مان ڦٽي نڪري ٿو جنهن پنهنجي وحشي جيوت جي نشانن سان جنگ جوٽي حقيقي جهاد ڪيو هجي، جنهن ماڻهو مان انسان ٿيڻ جو ڪٺن مرحلو طئي ڪيو هجي ۽ پوءِ انسان مان الله ٿيڻ لاءِ انا الاحق جو نعرو هنيو هجي.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

**هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، کُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.**

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا

ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو ته پَڪَ ڄاڻو ته اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيلا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٽي، هي بَم - گولو، جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي پنهنجو حق، فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪي جو ٻيجل ٻوليو)